# ڊسٽ بِن

(يادگيريون، مقالا ۽ تقريرون)

اڪبر سومرو

فڪشن هائوس

لاهور، حيدرآباد، ڪراچي

e-mail: fictionhouse2001@hotmail.com

ڪتاب جو نالو: ڊسٽ بن
موضوع: يادگيريون، مقالا ۽ تقريرون
ليکڪ: © اڪبر سومرو
ڇاپو: پهريون
سال: 2012
ٽائيٽل ۽ ڇپائي: انٽيل ڪميونيڪيشنز حيدرآباد
ڪمپوزنگ: ڪيشو ڪمار، تيرٿ ڪمار ۽ اجي ڪمار مُڪواڻا
ڇپائيندڙ: فڪشن هائوس رابعه اسڪوائر
حيدر چوڪ، حيدرآباد
قيمت: 300 روپيا

اسٽاڪسٽ:

ذوالفقار بُڪ ڊيپو پٺاڻي بُڪ هائوس، سنڌيڪا بُڪ هائوس، نڪش هائوس- حيدرآباد، ڪريمي بُڪ ڊپو-
حيدرآباد، سنڌي ادبي بورڊ بُڪ اسٽال- تلڪ چاڙهي- حيدرآباد، سنڌي لئنگئيج اٿارٽي بُڪ اسٽال- حيدرآباد،
فرينڊس بُڪ پوائنٽ، ٻفينس پلازه- حيدرآباد، رائل بُڪ هائوس- ڪراچي، ڪاڻياواڙ بُڪ اسٽور- ڪراچي ٿامس اينڊ
ٿامس- ڪراچي، سٽي پريس بُڪ شاپ- ڪراچي، سعيد بُڪ بئنڪ- اسلام آباد، تهذيب نيوز ايجنسي- خيرپورميرس،
هائو آف ناولٽي- ميرپوماٿيلو رهبر بُڪ اڪيڊمي لاڙڪاڻو جنيد بُڪ ڊيپو- دادو ممتاز بُڪ ڊيپو- داو الفتح نيوز
ايجنسي سکر، رابيل ڪتاب گهر لاڙڪاڻو ٿر ڪتاب گهر- مٺي، العزيز بُڪ ڊيپو- عمرڪوٽ، ٿر ڪتاب گهر-
عمر ڪوٽ، مڪتبه يوسفيه ميرپورخاص، مرچو مل بُڪ ڊيپو- بدين، نيشنل بُڪ اسٽال خيرپور ميرس،
گل ڪتاب گهر- شڪارپور، المهراڻ ادبي ڪتاب گهر- سانگهڙ سنڌ ڪتاب گهر- سجاول

# DUST BIN

## [Re-collection, Articles & Speeches]

*By © Akbar Soomro*

Edition: First
Year: 2012
Title, Composing & Printing:
Intel Communications, Hyderabad.
Published by: Fiction House Robia Square,
Hyderchowk, Hyderabad, Sindh, Pakistan
Price: Rs. 300-00

Sancho Panzas and Don Quixotes and, alas, some lots from sodom are sampling the deadly juice. Aphrodites rise from the foam, Helens Shimmer in the mirrors, And the time of madness nears.

(Anna Akhmatova)

## سنائُ:



### دستڪ بڻ

(مهاڳ)

# 'There is no impossible in Dreams & Love!'

هيءَ جواڙيءَ جي انهن ڏينهن جي ڳالهہ آهي جڏهن سماح، عاطف جي پرسان بيٺي تہ لڳو ٿي ٻنهي جا ساهہ گڏ کڻي رهيا آهن.

سماح پنهنجين گهرين ۽ شفاف اکين سان عاطف جي اکين ۾ ڏسندي ڪجهہ سوچيو هئو ۽ پوءِ چيو هو:

"سڀاڻ 14-فيبروري آهي Valentine Day!". هن جڻ عاطف کي ياد ڏياريو هئو.

"Valentine Day ملهائڻ لاءِ پاڻ بيچ تي هلنداسون... اُن کان پهرين ڪجهہ ڪارڊ، ڪجهہ ٽوڪٽا، ڪجهہ گلاب جا گل، ڪجهہ DVD's، ڪجهہ گيت، غزل، يادون، خوبصورت لمحا، ڪيڪ، آئيس ڪريم ۽ اڻ-ڳُڻ پيار جا جذبا... سڀ ڪجهہ خريد ڪنداسون!" عاطف مسڪرائيندي چيو هئو " انهن مان ڪجهہ شيون تہ عام دوڪانن تان ملنديون پر ڪي شيون وري دِل جي دوڪان ۽ اکين جي درين مان!"

ان وقت سماح کي Yellow ڪلر جا Self designed ڪپڙا پيل هُئا، گهيريدار سلوار سان چولو ۽ اُن مٿان ڪاري ڪلر جي پيڙن واري جرسي. هن جي ويڪري نرڙ تان پورن/ڪارن وارن جي چڳ لهي هڪ اک کي ڍڪي رهي هُئي ۽ هوءَ عاطف جي ڳالهہ تي مُرڪي رهي هُئي تہ لڳو سڄو شهر، جهڙالو آسمان، ڪڪر ۽ انهن وچ ۾ اڏامندڙ پکي بہ مُرڪي رهيا هُجن!

ٻئي ڏينهن سماح ڊرائيونگ ڪندي گاڏي ڪلفٽن ڏانهن موڙي تہ شاهي ۽ پوڙها ٻڙ ۽ پپر جا وڻ هنن ٻنهي ڏانهن سنجيدگيءَ سان ڏِسي رهيا هُئا!



پارڪ ٽاورز مان هنن ڪافي شيون وٺي گاڏيءَ جي پوئين سيٽ پري چڙهي هُئي. ٽاورز ۾ بہ 'ويلنٽائين ڊي' Celebrate ڪيو پئي ويو. ميوزڪ ۽ نوجوانن جا ٺهڪ ٻُري رهيا هُئا Couple اچي وڃي رهيا هئا. خوابن جهڙي زندگي هئي. 'پيار جي موسم ۽ خواب هڪ ٻئي جا پاڙيسري هوندا آهن'.

عاطف لاءِ هن Diners تان ٽو - پيس، ڪف لنڪس، پرفيوم ۽ سماحہ لاءِ عاطف ليدر پرس، Casuals، سُوٽ، گلاب جا گل، ڪارڊ ۽ دل جي شڪل جا ڦوڪڻا ورتا. ٻئي آسٽريلين هيزل نٽ آئيس ڪريم جا بہ وڏا ڪپ ڪٽي ڪاريڊار ۾ هلندا رهيا. ڇوڪريون ڇوڪرا اچي وڃي رهيا هُئا.

سماحہ ان وقت ٻليو جينز بليڪ 'Casuals'، بليڪ شرٽ مٿان ڳاڙهي رنگ جي جرسي ۽ مٿي تي Lamb Wool جي بليڪ ڪيپ پاتي هئي. هن جي ڪُليل ويڪري ۽ گوري ڇهري کي ميرون لپ - اسٽڪ ۽ ڪيپ وڌيڪ خوبصورت بنايو هئو. آئيس ڪريم اسٽڪ وات مان ڪڍي سماحہ عاطف جي ڪن ۾ پٽڪيو هئو: "هيڏانهن هن ڇوڪريءَ کي تہ ڏسو Skin Tight جينز پاتل ڇوڪريءَ ڏانهن هن نهاريندي چيو هو. جنهن کي بليڪ ليدر جا لانگ شوز پيل هُئا. هنن ٻنهي اُن سنهڙي سيپڪ ڇوڪريءَ ڏانهن ڏسندي ڪافي ٺهڪ ڏنا هُئا.

هڪڙي ٿلهي عورت ڪنهن دوڪان مان ٻاهر نڪتي تہ چادري هن جي هپس اندر ڦاٿل هئي، ان تي بہ هي ڪافي کليا. ٻاهر نڪرڻ کان پوءِ هنن ٻنهي جينز جا پانچا مٿي ڪيا هُئا ۽ منجهند تائين سمنڊ جي لهرين ۾ پير پُسائيندا رهيا هئا.

لنچ ڪرڻ لاءِ جڏهن هو هوٽل تي اچي ويٺا هئا تہ سماحہ پنهنجي ٽوپي لاهي وارن مان ربر بينڊ ڪڍيو هو. آڱرين سان وار سڌا ڪري پيهر ربر بينڊ هنيو هٿائين ۽ مٿان ٽوپي پاتائين. اُهي پل ڪنهن بہ ڇوڪريءَ جي نہ رڳو خوبصورتي جاچڻ جا پر ان مان محضوض ٿيڻ جا پڻ هوندا آهن! رات جي مانيءَ کان پهرين ٿي (شام کان) سماحہ کي هلڪو بخار ۽ زڪام ٿي پيو هئو.

ہم سے زندگی کی حقیقت نہ پوچھ وصی،
بہت پر خلوص لوگ تھے جو تنہا کر گئے!



زندگي سالَ سالَ تي ڏاڍي تڪڙي گذري ٿي وڃي.

اڄ ٽيهہ سال گذرڻ کان پوءِ هڪ دفعو پيهر 14 _فيبروري (Valentine Day) آهي. سماحہ ڪافي عرصو اڳ پنهنجن ٻارن سان گڏ اميريڪا هلي

وئي آهي، ظاهر آهي مُلڪَ، سَرحدون، Time & Space ماڻهوءَ کان ماڻهو تہ ڦري سگهن ٿا، ليڪن يادگيرين جو گلدستو تہ نتا ڦُري سگهن!؟

يادگيريون جهڙ پٿر تي لِيڪا، لوح تي روڙيل رنديا، اجنتا ۽ ايلورا جي غارن ۾ اڪريل نقش ۽ مورتون يا وري دل تي نقش ٿيل Tattoo's (تلوڪڙين) جيان يادگيريون پاڻيءَ تي پاتل چِٽ تہ ناهن جو ڍهي وڃن! واريءَ تي پيرا تہ ناهن جو وقت جي هوا گهلڻ تي گم ٿي وڃن!

هي سڀ لکڻيون بہ يادگيريون آهن، ماضيءَ ۾ Penetration، هٿوراڻيون. انهن ۾ ڪي پيارَ - ڪهاڻيون آهن، ڪي دِل - مَن جا ذڪر فڪر آهن، ڪي خيال، ڪي اُڌما، ڪي آهون ۽ ڪي دانهون آهن، Fantasies آهن، ڪي حقيقتون تہ ڪي 'Imaginary Scenes' آهن، پر اهي سڀ سماجہ جي پهرئين پيار جيان آهن.

پيار نہ رڳو ڪافي strange ۽ خطرناڪ قسم جي شيءِ آهي بلڪ ان جهڙي خوبصورت ۽ خطرناڪ شيءِ دنيا ۾ ڪابہ ڪانهي! ۽ ان ۾ سڀ ڪجهہ ممڪن بہ آهي: `There is no impossible in Dreams & Love!'

اڄ 14 _فيبروريءَ 2011 تي اسلام آباد جو آسمان ڪارن ڪڪرن سان ۽ فودِ پوائنٽس، ڪافي ڪارنرس Youngsters سان پريل آهن.

مان جنهن ڪي وقت جي ڪائناتي ڪانتن نوجواڻيءَ کان جواڻيءَ ڏانهن بلڪ هاڻ اڄان بہ اڳتي اچلائي چڙيو آهي اهي سمورا منظر ۽ سڀ ڪجهہ پسي رهيو آهيان... شايد سماجہ بہ پنهنجن گِري وارن سان ڪنهن شهر ۾ ڪنهن ڪافي ڪارنر تي، ڪنهن ساموڊي ڪناري تي ويني ڪٿي اهو سڀ ڪجهہ سوچيندي هجي! ڪهڙي خبر هاڻ سندس پار بہ 'Valentine Day' ملهائيندا هجن!

ڪن پڙهندڙن لاءِ منهنجيون هي لکڻيون 'Polemical' ۽ 'Controversial' هجن، بهرحال مون زندگيءَ جو هر سفر گهڻو ڪري اڪيلو شروع ۽ اڪيلو ئي ختم ڪيو آهي! اڪيلو اڪيلو هلندو رهيو آهيان! الائجي ڇو قافلن ۽ هجومن ۾ بہ پاڻ کي اڪيلو سمجهندو آهيان!

ادب ۽ آرٽ هڪڙي ذاتي قسم جي سرگرمي آهي. ائين ئي، جيئن ڪنيار يا ڪاشيگر ڪرت ڪري پر بعد ۾ اها گهڻن لاءِ بڻجي ٿي وڃي! يا گهڻا ان مان لاڀ پرائين ٿا!

سيموئيل بيڪيٽ هڪ پيري ڏاڍو سٺو جملو چيو هئو تہ "هر فني سرگرميءَ جو هڪ قسم جي ناڪاميءَ تي خاتمو ٿئي ٿو!"

حالانڪ هيءَ گهٽي ۽ اِن جون روشن دريون ڪافي مشڪل سان کلن ٿيون ۽ جن لاءِ ٻہ اهي دريون کُلن ٿيون. انهن ۾ ويٺل چنڊ انهن کي ئي نظر اچن ٿا! سمورن لاءِ نہ تہ دريون کلن ٿيون ۽ نہ وري ڪين چنڊ ئي نظر اچن ٿا!

اڪثر لفظن جا پکي منهنجي مٿان، بلڪ منهنجيءَ جاهليت مٿان اڏرندا، پنهنجا پر ڦڙڪائيندا گذرندا ويندا آهن! انهن مان فقط ڪي منهنجين سوچن جي ڪانسن تي اچي ويهندا آهن.

ان سڀ ڪجهہ لاءِ گهٽيءَ جو پتو ملڻ لاءِ، دري کلڻ لاءِ، ان مان چنڊ نظر اچڻ لاءِ ۽ لفظن جا چانهہ پکي ڪبوتر ۽ طوطا سوچن جي ڪانسن تي اچي ويهڻ لاءِ عشق جو سڏ اچڻ ضروري آهي! ڪنهن هرڻ - اکيءَ جي ساڻ جي ضرورت ادب، عشق ۽ ذات جي آگاهيءَ جي ذريعي کان وڌيڪ ڪجهہ ٻہ ڪونهي!

لکڻ مون لاءِ هڪ طرح پنهنجي تڪميل جو جواز آهي. لکڻ حقيقي دنيا ۽ زندگيءَ سان اڪيلاين ۾ ملاقات جو هڪڙو وَجهُہ بہ آهي، يا وري ڪا عارضي پناهہ گاهہ ڳولڻ جو سعيو آهي. لکڻ هڪ قسم جي جهيڙي بغاوت پڻ آهي. ليکڪ جو زندگيءَ جي وهنوار سان سهمت نہ ٿيڻ کان پوءِ جي بغاوت، ٻيءَ طرح اها بغاوت اضافي پڻ آهي.

زندگيءَ ۽ پيارَ جي ان روپي تہ اُهي ٻئي اجنبي آهن، ٻيئي خوبصورت آهن ۽ ٻيئي خطرناڪ پڻ آهن: ليڪڪ ان سڀ ڪجهہ کان هڪڙو ڌنل فرد آهي. شايد زندگيءَ ۽ محبت جي بي ثباتي ئي هن کان لکرائي ٿي؟ لکڻ شايد ليکڪ جي ٻي زندگي آهي؟ تخليق جي تجربي مان گذرڻ بغاوت کان ڪنهن بہ طرح گهٽ نہ آهي: يا وري زندگيءَ کي لامحدود ڪرڻ آهي؟ يا وري زندگيءَ جي اڪين ۾ اکيون وجهي هلڻ جي روايت آهي؟!

هي يادگيريون مقالا ۽ مضمون سڀ ڪجهہ سڄي ملڪ ۾ گهمندي ڦرندي لکيا ويا. ڪڏهن اهي شاهراهِ ريشم جي خوبصورت قدرتي منظرن سان ڀريل شهرن ٿاڪوٽ، بشام ۽ ايبٽ آباد جي ٽڏ ۾ ويهي لکيا ويا ۽ ڪڏهن اهي اسلام آباد جي 'اڪيڊمي آف ليٽرس' جي "Writers House" جي ڪمرن ۾ جڏهن صبح ساڄهر دريءَ ٻاهران ييلوا ولئينڊر جي وڻن مٿان پکين جي لات لنوين رهي هوندي هئي؛ ڪڏهن اهي چاغيءَ جي جبلن ۾سان گذرندڙ RCD روڊ ۽ ان جي ڳوٺن ۽ ڪڏهن وري نوشڪي دالبندين، نوڪنڊي ۽ ايران جي بار ٻرواري شهر تفتان ۾ لکيا ويا.

ڪافي لکڻيون لورالائيءَ جي ناسي جبلن جي وچ ۾ ٺهيل ڇهہ ڪنڊياري گسيٽ هائوس ۾ اسان جي دلبر دوست رفيق پرڙي صاحب

(هاڻوڪي ايڊيشنل سيڪريٽري سنڌ) جي مهربانين سان مليل رهائش دوران پڙ لکيون ويون.

انهن سمورين لکڻين دوران موسمون ۽ ماڻهو ڏاڍا مهربان رهيا. ڪڏهن اڪيون آرسيون هيون ته ڪڏهن نيڻ غزال. ڪڏهن جهڙالا هئا ته ڪڏهن برف باريون. ڪڏهن ريگستان ۽ مرگهه ترشنائون هيون ته ڪڏهن ٿڌي مٺي پاڻيءَ جا ريلا ڪڏهن جبلن جا سلسلا ۽ ڪڏهن برپٽ ميدان: ڪڏهن رڻ پٽن ۾ ريتيلا طوفان. پر انهن سمورين حقيقتن کان وڌيڪ جيڪا ڳالهه اهم هئي ساهيءَ ته: مان شايد انهن لکڻين مان اڪثر بنهه نه لکي سگهان ها. جيڪڏهن منهنجي شهر ٽنڊو الهيار جي هڪڙي فقير تن ۽ خوبصورت راڳي ڏول فقير جو پٽ فقير محمد ڏول هر مهيني مون کي پنهنجي Cell تان رابطو نه ڪري ها ۽ مسلسل مسلسل مون کي هر مهيني 'امرتا' لاءِ ڪالم لکڻ لاءِ آمادا نه ڪري ها. فقير محمد جا فون مون لئہ چڙ فيل بان جي ميخ هئا يا وري محبت جو ميخون. ائين ئي پنهنجي ڪمال حرفت سان هن مون کان ناوليٽ 'ڪماچ' بہ لکرائي ورتو. جيڪو بہ مان شايد پنهنجي گوناگون مصروفيت جي ڪري ڪڏهن بہ نہ لکي سگهان ها!

ے حاجت نیست مستیم را،
در چشمے تو تا خمار باقی است!

(جيستائين تنهنجين اکين ۾ خمارَ باقي آهن، اسان مستن کي شراب جي ضرورت ڪانهي!)

**اڪبر سومرو**

14 - فيبروري 2012ع.
رائٽرز هائوس، اسلام آباد.

# نہ لکي سگھڻ جو ڏک!

يونيورسٽيءَ ۾ پڙهڻ وارن ڏينهن ۾ جيڪي فرصتون هونديون آهن سي ماڻهوءَ کي بعد ۾ ڪڏهن بہ نٿيون ملن. اهي ڏينهن ماڻهوءَ کي زندگيءَ ۾ چڙهندڙ هڪڙي گريس پيريڊ طور ملندا آهن جڏهن هو مَن- مستيون ڪري سگهندو آهي. مرضيءَ سان پڙهڻ، مرضيءَ سان لکڻ ۽ ماڻهوءَ جو مرضيءَ سان گهمڻ جو بس اهوئي وقت آهي، آزاد پکيءَ جيان. ان بعد اوهين جڏهن پنهنجي جواني، انرجي، ۽ وقت وڪڻڻ لاءِ پاڻ کي مارڪيٽ ۾ 'As a commodity' رکو ٿا ۽ هڪ مقرر ڪيل اگهہ ۾ وڪجي وڃو ٿا تہ پوءِ ڇاجي مرضي، ڇا جو گهمڻ ۽ ڇا جو پڙهڻ لکڻ؟

اُنهن ڏينهن، لکڻ ۽ پڙهڻ جا مزا هوندا هئا. ان بعد وقت جي نہ ملڻ ڪري الائي ڪيترا خوبصورت افسانا آيا ۽ اندر جو در ٺڪڪائي هليا ويا! وقت نہ هئڻ الائي ڪيتريون ڪهاڻيون پيرن ۾ چانديءَ جي ڇير ٻڌي ڇم، ڇم، ڪنديون آيون، ننڊ مان جاڳائڻ چاهيائون پر مايوس ٿي واپس هليون ويون!

هاڻ بہ ڪڏهن ٽرين ۾ سفر ڪندي، ڪڏهن روڊن تان گذرندي ۽ گاڏي ڊرائيو ڪندي جبل، پهاڙ، ريگستان، ننڍڙا ننڍڙا ڪچا ڳوٺ ۽ فطرت جا منظر پسندي، ڏسندي الائجي ڪيترا خوبصورت خيالَ ۽ پلاٽ هليا ايندا آهن، چرڪ ڀري اوڏانهن نهاريندو آهيان تہ ڪڏهن هڪڙي پري وِش حَسينا خوبصورت نڪ ۾ ڪوڪو پاتل ۽ اکين مٿان غازو لڳل، پنهنجي خوابناڪ اکين سان نهاريندي رهندي آهي ۽ ڪڏهن وري ڪا پڙو پاتل ريگستاني ڇوڪري پنهنجي نرم پيرن سان منهنجي اندر جي خاموش ماڙين تي آهٽ ڪندي نظر ايندي آهي يا وري ڪڏهن اها ڳوٺ جي ڪچي وهيءَ واري ڇوڪريءَ جان ٻڙ جي شاهي وڻ ۾ پينگهہ ٻڌي لڏندي نظر ايندي آهي، ڪڏهن ڪڏهن اُها ڪچي گهر جي دريءَ مان غزال اکين سان ڏسندي

رهندي آهي، ڪڏهن وري اُها ساڙهي پائي سنگ مرمر جي فرش تي نچندي نظر ايندي آهي، ڪڏهن بواءِ ڪٽ وارن سان جينز ۽ ٽي- شرٽ ۾ ملبوس، ڪڏهن هونگڙيون ڏيندڙ ڪنهن ٻار جيان ۽ ڪڏهن ٿُلهو چشمو پاتل هٿ ۾ لٺ ڪٽي پنهنجو رستو ڳوليندڙ ڪنهن پوڙهيءَ جيان نظر ايندي آئم. اها منهنجي ڪا ڪهاڻي هوندي آهي، يا ڪنهن ناول جو ڪو ڪردار هوندو آهي. ڪو نئون خيال هوندو آهي، ڪا نئين سوچ هوندي آهي، ڪو نئون سپنو هوندو آهي، ڪا نئين ڌرتي هوندي آهي يا وري ڪو نئون آسمان هوندو آهي. ڪهاڻي پنهنجي ڀرپور جواڻيءَ سان ڪارن وارن ۾ گيندي جو گُل هڻي مون ڏانهن نهاري ۽ مسڪرائي رهي هوندي آهي.

'اڄ'... اڄ! هاڻ تہ هَلي آءُ ڪافي وقت تي ويو آهي رهاڻ ڪندي، سال ٿي ويا آهن مِلئي، ڪڏهن ڳوٺ جي ڪچين گهٽين مان لوڙهن جي پويان ڪنهن اڌڙوٽ عورت جيان هوءَ مٿو ڪنهندي حيرانيءَ مان مون ڏانهن نهاري سڏ ڪندي آهي! پر مان نظرون بچائي اڳتي وڌي ويندو آهيان ۽ اهڙيءَ طرح مُنهنجيون ڪئين ڪهاڻيون جو ائين ناحق قتل ٿي ويو جيئن ڪا گرڀ وتي ٻارُ ڪيرائي.

'ليکڪ' ۽ 'عورت' ٻنهي جي طبيعت ۽ عادتن ۾ هڪجهڙائي هوندي آهي. ٻنهي ۾ تخليق جا خزانا لڪل هوندا آهن. عورت کي پيار ڪرڻ وارو مرد ۽ ليکڪ کي اڪيلو ڪمرو خاموشي ۽ ماحول جي ضرورت هوندي آهي. ٿي سگهي ٿو تہ ڪي ماڻهو بس ۾ سفر ڪندي بہ لکندا هجن پر مون کي لکڻ لاءِ اڪيلو ڪمرو ٽيبل، ڪرسي، نيوز پرنٽ جي ڪاغذن جو ڍڳ ۽ لکڻ لاءِ ڪا سادي پين ڪافي آهن. ڪمرو جيڪڏهن ڪتابن سان ڏٽيل آهي تہ لکڻ کي وڌيڪ اوج ملندي آهي ۽ ان جي ڪا دري ڪنهن لان طرف کُلندي هجي تہ پوءِ ڇا بات آهي. جاپاني ماڻهو پنهنجي واش روم جي دري چنبڊ اپرڻ واري پاسي کان رکندا آهن.

لکڻ وارن سمورن ڏينهن ۽ راتين جو ڪو ماڻهو در کڙڪائي ٿي وقت ماني بہ ڏئي ٿو ۽ ٽانوَ بہ ڪٽي وڃي ٿو تہ پوءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ گهرجي. انهن ڏينهن ۾ اڪثر منهنجو وهنجڻ ۽ ڪپڙا چينج ڪرڻ معطل هوندو آهي، استري ٿيل ڪپڙا پائي لکي نہ سگهندو آهيان. لکڻ لاءِ مون کي ابراهيم جويي صاحب جو ڪتابن جي الماريَن سان ڀريل ڪمرو آئيڊيل لڳندو آهي. ڪڏهن ڪڏهن جويي صاحب سان، جڏهن نہ لکي سگهڻ جو ڏک

اوريندو آهيان، تہ پڙهڻ لاءِ چوندو آهي. 'پڙهڻ ڪڏهن بہ نہ ڇڏجو!' 'بابا، سڀ ڪجهہ ڇڏي ڏجو پر ڪتابن مان منهن نہ ڪيجو!' ۽ شايد اها جويي صاحب جي ئي صلاح آهي جو مان داٽو- ڪٽو لکي رهيو آهيان. اها جويي صاحب جي صلاحن جي برڪت آهي. جويو صاحب منهنجو استاد ۽ رهنما آهي ۽ بيشڪ اهڙا عظيم اُستاد ڪن ڀاڳوارن شاگردن کي نصيب ٿيندا آهن!

79ع ۾ ضياءَ جي تعليم واري وزير هوتيءَ بيان ڏنو تہ اسڪولن ۾ سنڌي زبان جو ڪوبہ ضرور ڪونهي، قومي يڪجهتيءَ لاءِ اردوءَ کي سڄي ملڪ ۾ مڪمل طرح رائج ڪيو ويندو! 73ع وارن ٻوليءَ جي هنگامن سنڌي اديب کي وڏيڪ Conscious ڪري ڇڏيو هو جڏهن 'جنگ' اخبار سنڌي قوم خلاف سازشون ڪندي رهندي هئي. (۽ هاڻ وري انهن جو چينل Geo اهو ساڳيو ڪم پيو ڪري) 73ع ۾ ئي جڏهن ٻوليءَ جي مسئلي تي ڪراچي ۽ حيدرآباد سنڌي قوم لاءِ سوڙها ڪيا ويا هئا. بلوچ اڳواڻ سردار عطاءُالله مينگل بلوچستان جي وڏي وزير جي حيثيت ۾ اردوءَ کي بلوچستان جي سرڪاري زبان ٺاهڻ جي قرارداد پيش ڪرائي هئي. جيڪو عمل هڪ صورت ۾ سنڌي قوم جي ان خواهش: 'سنڌي ٻولي قومي ٻوليءَ' تي اڻ سڌو وار هئو. ان بعد 77ع ۾ چونڊيل سنڌي وزيراعظم کي راتو واهہ حڪومت تان نيڪالي ڏيئي جيل ۾ وڌو ويو هو. ان کان پهرين جماعت اسلاميءَ جي چُرچ تي ٿيهہ سنڌي رسالا بند ڪرايا ويا هئا. طارق اشرف جيل ۾ هئو ۽ امرجليل پنهنجين ڪهاڻين تي ٿيل ڪيسن جون شنوايون ڀيٽي رهيو هو. 77-78ع ۾ اسين حيدرآباد جا سنڌي اديب ڪڏهن جويي صاحب جي منظور چيمبرس واري آفيس ۾ ۽ ڪڏهن وري خالد سنڌيءَ جي گول بلڊنگ واري آفيس ۾ (اها آفيس ڪڏهن سنڌي مزدور تحريڪ جي مرڪزي آفيس هئي) سنڌي ادبي سنگت جون گڏجاڻيون ڪندا رهندا هئاسون جيڪو ٻاٽ ۾ لاٽ ٻارڻ برابر هئو. جتي امداد حسيني، مُدد علي سنڌي، ظفر حسن، نجم عباسي، ايم.اي عالماڻي، ولي رام وليہ، عابد مظهر، طارق عالم، سليم چنا وغيره ايندا هئا. اديبن جي روپ ۾ ڪي انٽيليجنس جا ماڻهو بہ ايندا هئا. اتي اسان هوتيءَ جي بيان جي مخالفت ۾ بيان ڪيبا. طارق عالم ۽ مون سمورين سنڌي اخبارن کي اهي بيان ڏنا. 'مهراڻ' اخبار جي ايڊيٽر سردار علي شاهہ 'ذاڪر' اسان ٻنهي کي دڙڪا ڏنا ۽ ان بيان جي مخالفت ڪئي ۽ اسان سنڌي اديبن کي هندوانا

ذهنيت رکندڙ ڪافر ۽ ڪوڙو قرار ڏنو. سردار علي شاهه ذاڪر، جنرل ضياءَ جي حمايت ۾ ايڊيٽوريل لکندو هو. هو پرو گورنمينٽ رويي جو مالڪ هوندو هئو. جنرل صاحب بعد ۾ هن کي ’ڪارڪردگيءِ حُسنِ اخلاق‘ جو تمغو پڻ عطا ڪيو هو.

گھڻو پوءِ امرجليل 85_86ع ۾ اسلام آباد ۾ مون سان سندس انهن ڪهاڻين جي باري ۾ ڪيسن جو ذڪر ڪيو. امرجليل جو ننڍپڻ روهڙيءَ جي قديم شهر جي سوڙهين ڳلين ۾ گذريو هئو. روهڙيءَ پرسان گذرندڙ سنڌو درياءَ جڻ مون جي رڳن ۾ پئي وَهيو! پر ان درياءَ جي ڪنڌ تي، لئنسڊائون پُل تان هلي هلي مون جيڪي پاڻيءَ جون موجون ڏٺيون هُيون سي سنڌوءَ ۾ اڄ ڳولئي به نٿيون لڀن.

# دل پڑوسی ہے مگر میرا طرفدار نہیں!

جوانيءَ جي ڏينهن ۾ ماڻهوءَ جي نس نس ۾ وهندڙ رت ڊوڙندو ناهي پر ٻلَ ڏيندو آهي ۽ ماڻهوءَ جو ذهن بہ بي انت شاهي ڇلانگون ڏيندو آهي. فراغت ۽ اڪيلائيءَ جو اجگر ماڻهوءَ کي پَل پَل رڙڪڻ ايندو آهي. مانگهہ ۽ پوهہ جو ٿڌيون راتيون ماڻهوءَ جي ٻُت ۾ چَڪ پيون پائينديون آهن. دير تائين جاڳ، انن جي قافلن جيان سوچن جا قطارون سلسلا، جڻ رڻ ۾ روجهن* جو ڏڻ. عمر جي ان موسم ۾ دير تائين ڪمري جا روشندان ۽ ڪڙڪيون جاڳنديون رهنديون هيون ۽ صبح دير تائين ننڊ ديويءَ جي ڪومل سرير ۾ ہک وجهي سمهڻ ان عمر جي خاصو هيو جڏهن باقي دنيا پنهنجي روزمره جي وهنوار سان جُنبي ويندي آهي!

نڪمي زندگي گذارڻ جو بہ هڪڙو پنهنجو مزو آهي، جيڪي مزا انهن ڏينهن ۾ باقائدگيءَ سان مُيسر هيا! ۽ ان زندگيءَ بلڪ انهن ڏينهنِ ماڻهوءَ جي اڌ ڪتيل راتين جي ڪارن پردن تي ۽ صبح صادق بعد جڻ ڪنهن سئنيما جي فل اسڪرين جي اڇن پردن مٿان خواب، پوپٽن جيان يا محبوب جي مخروطي هٿ جهڙن چنارن جي پتن جيان، آسمان جي آڳنڌ تان تِرڪندا هيٺ لهندا ايندا هئا. يا ميلي ۾ جڻ چينگهلو ۽ بَسنتيءَ رت ۾ جڻ گوهيون ۽ گُهتون ڪائيندڙ ڪاتا تيل لغڙن جيان من ـ اڱڻ تي لهندا ايندا آهن ۽ ماڻهو ڪڪرن جيان آواره گرديءَ ڪندو رهندو آهي!

انهن ئي خوابن ۾ 'پِيا بَسنتي ري، ڪاهي سَتائي آجا' جهڙي ڪشميرڻ ڇوڪري رابيلن جا ہُڪ پيري وهاٽي هينان رکي ويندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن هٿ ۾ هٿ ڏيئي 'چِيڪلي پايون پير گسايون' واري راند رهندي هئي ۽ ڪڏهن ڪڏهن تہ تڪجي پرسان سمهي بہ رهندي هئي يا

---

* روجهہ: هرڻ

وري آگريون آگرين ۾ وجهي ضد ڪندي هئي تہ: ’بُس هاڻ ڪيڏانهن بہ نہ وينديس.... مون سان گڏ ٻڙ جي ٿار ۾ هَلي لُڏ! يا هل تہ هلي ينيورسٽي ۾ پوپٽ پڪڙيون.‘ هن جي ٽهڪن ۾ انهن جي پڙاڏن سان سڄين جون سڄيون موسمون بدلجي وينديون هيون ۾ هن جي رُسامي سان ڪائنات ۾ ’سُو‘* پرجي ويندو هو!. ڪويل جي ڪُو ڪُو ۾ وڏيڪ اُداسي اچي ويندي هئي! اندر ڪي پوءِ تڏهن وجي آئت ايندو هو. جڏهن رُٺل وجي پرچندي هئي!

---

* سُو. ڏک ۽ غم

# فائيل ۾ پيل ڪاڳر ۾ ماڻهو

پنهنجا فائيل کولڻ سان ڪافي دوستن جا خط، ڪافي اڻپورا مضمون، اڻپوريون ڪهاڻيون، پئرا گراف، شعر ۽ ٻيو ڪافي اهڙو مواد جيڪو پريس تائين نہ پهتو هجي، ملي ٿو.

ماڻهو بہ فائيل ۾ پيل ڪاڳرن جيان پراڻو ٿيندو پيو وڃي.

ڪو دؤر هئو تہ حيدرآباد جي گهٽين ۾ موٽر بائيڪ تي گهمندي مزو ايندو هو. سڀ دوست نوجوان هوندا هئاسين. جين جي پئنٽ ۽ ڪلارڪ (Clerk) جو جوتو ۽ ڳلي ۾ سوني زنجير پائي' قميص جا سڀ بٽڻ کولي بائيڪ کي ڪِڪ هڻي گهمڻ جو شان ئي ٻيو هئو! عبرت پريس کان پرواني پٺيءَ وٽان بوتل پي نڪرڻ کان پوءِ ڊاڪٽر نجم عباسيءَ جي ڪلينڪ تان ٿيرو پرڻ نہ چڏبو هو. بخش علي اسٽريٽ ۾ آگم پبلشنگ ايجنسيءَ جي آفيس، جنهن ۾ اڄ جو پوڙهو ٿي ويل ماڻهو* نثار حسيني جوان هئو ۽ ان وٽ آفيس ۾ آغا قيوم (لالي) جنهن کي هاڻ 40 سالن جي عمر ۾ هڪڙو هارٽ اٽيڪ ٿي چڪو آهي ۽ شايد چار ڀار بہ اٽس. سو جين جي ڪٽل پئنٽن ۾ نظر ايندو هو. ان ئي دؤر ۾ هو ٻارن جو هڪڙو رسالو 'لالي پبليڪيشن' بہ ڪڍندو هو ۽ پوءِ نيٺ سندس نالو ئي 'لالي' پئجي ويو. شڪارپور جو هيءُ آغا وحدت ڪالوني جي ڪوارٽرن ۾ جوان ٿيو سو منهنجي شاديءَ جو بہ ڪارڻ بڻيو. ان ئي آفيس ۾ نصير مرزا (جيڪو ڪنهن دؤر ۾ 'شاد' سڏائيندو هو ۽ چوڪراڻي خوبصورتيءَ جو هڪڙو نمونو هئو ۽ گهٽائي جٽا ڪيس اتي ڏسڻ ايندا هئا. ڏسڻ وارن ۾ ڪجهہ مولوي قسم جا اديب بہ هئا) هاڻ مون وانگر ٽلهو ۽ گنجو ٿي چڪو آهي! ڪيس بہ ٽي چار ڀار تہ هوندا. جن مان شايد ٻہ مون مختيار ملڪ جي خيرپور واري گهر ۾ ڏٺا هئا. جڏهن نصير انهن کي وٺي خيرپور گهمائڻ آيو هو.

---

* نثار حسيني 2 جون 2006ع تي گذاري ويو.

'آگمر' جي آفيس ۾ پراڻا هالا جو هڪڙو خوبصورت ميمڻ ڇوڪرو به پوءِ اچڻ لڳو. جنهن جو نه رڳو مون کي نالو ڏاڍو وڻندو هئو پر پاڻ به وڻندو هو. 'عرفان مهدي' - عرفان کي هڪ پيري هڪ اديب دوست تلڪ چاڙهيءَ واري نيشنل سينٽر مان اغوا ڪرڻ لاءِ آيو پر مون عين ٽائيم تي ولين/ هيرو وارو ڪردار ادا ڪري بالي ووڊ جي روايتي فلمن جيان هن کي انهن غنڊن جي چنگل مان ڇڏايو. عرفان جڏهن جيلن ۾ ويو ته اتان نڪرڻ کان پوءِ اڪثر مون کان ڪلاڪ ٻن لاءِ بائيڪ وٺي به — به ڏينهن گم ٿي ويندو هو ۽ حسن مجتبيٰ مون کي چوندو هو: "ميان ڏاڙيلن کي ٿا موٽر بائيڪ ڏيو سين کي اندر ڪرائيندو!" خدا شاهد آهي ته عرفان منهنجي بائيڪ تي ڪڏهن به ڪو ڏاڙو نه هنيو. ان ڳالهه ۾ مون کي مجتبيٰ جي هڪ عجيب ڪيفيت جي بوءِ ڪجهه وڌيڪ ايندي هئي. ان ساڳيءَ آفيس ۾ لياقت رضوي به اڪثر ايندو هو جنهن کي هڪ ٻانهن ۾ اسٽيل جو ڪنگڻ پيل هوندو هيو. هاڻ ته لياقت بلڪل 'ڪوجڪ' جهڙو گنجو ٿي چڪو آهي. ۽ اکين تي چشمو لڳي چڪو اٿس. اهڙو ساڳيو ڪنگڻ پوءِ اسان سيني جي ٻانهن ۾ (نصير مرزا، عرفان مهدي، ذوالفقار هاليپوٽو (زلفي)، حسن مجتبيٰ ۽ اسلم خواجا جيڪو اڪثر حسن مجتبيٰ سان ڪوڪر پاڙي ۾ ڪشميريءَ واري ڊگهي گهٽيءَ جهڙي هوٽل ۾ وڙهندو (ڪوئنسدو رهندو هو). سڀ ڇوڪرا سوشلسٽ خيالن جا هئا يا قومپرست خيالن جا هئا رڳو نصير مرزا ڪجهه به نه، بلڪ شيعو هو!

ان ئي آگمر جي آفيس ۾ نثار حسينيءَ وٽ جيڪو ان دؤر ۾ نوجوان اديبن (يعني ايرنڊڙ اديبن) جي ناني هوندو هئو. طارق عالم ابڙو به ايندو هئو. جيڪو ڪڏهن ڏاڙهيءَ سان هوندو هو ته ڪڏهن رڳو مُڇن سان ۽ ڪڏهن بلڪل ڪلين شيوڊ- طارق عالم اَج تائين پاڻ سانِ اِها ڪار ڪندو اچي. پاڻ پوءِ پاپي رضيه سان شادي ڪري شروع وارا سال حيدرآباد جي گهٽين ۾ گڏ گڏ هلندو رهندو هو! هاڻ ماشاءَالله هڪ سٺي گهريلو زندگي گذاري رهيو آهي ۽ 'سنڌي ادبي بورڊ' جو هڪ اهم ڪارڪن آهي. لياقت رضويءَ جي اڳيان سنڌس پياري دوست عرفان مهديءَ ڄامشورو ۾ سنڌوءَ ۾ ٽپو ڏنو. عرفان ٻن خوبصورت پٽن جو پيءُ هئو. سالن تائين پوءِ مون سنڌس گهر واريءَ کي لياقت وٽ اچي روئندي ڏٺو. لياقت پڻ شادي ڪرڻ بعد هاڻ ٻارن جو پيءُ آهي ۽ اڄڪلهه پيٽارو ڪاليج ۾ لائبريرين جي عهدي تي ڪم ڪري رهيو

آهي. زوار نقوي پڻ ان آفيس جو اهم رڪن هئو پر پوءِ هن آفيس ۾ اچڻ ڇڏيو. اڄڪلهه ليڪچرار آهي.* ڪجهه سال پهريائين نصيرمرزا وٽ ريڊيو حيدرآباد تي وڃڻ ٿيو ته هن مون کي چيو: 'اوهان کي مان اڄ عرفان مهديءَ سان ٿو ملايان.' هن پوءِ اسٽوڊيو مان هڪ ڇوڪري کي سڏرايو ۽ مون سان تعارف ڪرايو. 'بابا هيءَ اڪبر سومرو آهي، اوهان جي والد جو دوست.' مون ڏٺو اهو ڇوڪرو عرفان مهديءَ جي بلڪل True copy هئو.'

سيپيئي ينگيسٽرس ان دؤر ۾ هن نقطي تي يڪراءِ هئا:

'میں مست الست ہوں اے ساقی!

میرا یار ہے پیرسے ےَ خانہ!'

يا وري سوشلسٽن کي چيڙائڻ لاءِ اهو شعر عام چيو ويندو هو:

'ابھی تو تیرے زانوں پہ سر رکھ کے سوتا ہوں!

جب انقلاب آئے تو اٹھا دینا ساقی!'.

سيپيئي ينگيسٽرس (ڪن کي ڇڏي) سموڪنگ ڪندا هئا. چرس پيئندا هئا يا وري ينگ پيئندا هئا. راتيون جاڳندا هئا. دير تائين سمهندا هئا. يونيورسٽيءَ جا ڪلاسز مِس ڪندا هئا. اسٽوڊنٽس پاليٽڪس ڪندا هئا. جلسا جلوس ڪيندا هئا. ڪتاب پڙهندا پڙهائيندا هئا.

ترقي پسندي، روشني خيالي، انقلاب ۽ انقلابي شاعري ۽ ادب جا دل داده ۽ ان جا مخالف به اڪثر ينگيسٽرس ان دؤر ۾ (ڪن کي ڇڏي) علامه آءِ. آءِ قاضي ۽ مانيٽي اوني کان متاثر هئا ته فطري موت مرڻو ناهي. زندگي گوتم جي نعري 'سروم دکم دکم' جيان آهي. اڪثر سوچيندا هئا ته شادي ناهي ڪرڻي پر سيني ڪئي. اڪثر ڄڻن خودڪشيون ڪرڻ جا سانباها ڪيا. منهنجي هڪ ويجهي دوست جيڪو اڄا ان دؤر ۾ پاڻ ۽ سندس شاعري ڪٽڪ جي ڪچي سنگ جيان هو پڻ اهڙا به ٽي Attempt ڪيا.

سنڌي ادب جي ميدان ۾ پٺي واري دؤر کان پوءِ مايوسي آئي. مارشل لا مايوسي کٽي آئي ۽ ان پنهنجو اثر ڇڏيو پر فرانسيسي اديب ۽ فلسفي جين پال سارتر به سنڌ جي نوجوانن جي خيالن ۾ تنبڪو هٽڻ کان وَسان ڪونه گهٽايو. ان دؤر ۾ سوشلسٽن لاءِ سارتر وڏو مسئلو هو.

* زوار نقوي اڄڪلهه سنڌي ادبي بورڊ جو سيڪريٽري آهي.

اسين سڀ سوچيندڙ مايوس اديب جن جي خيالن کي هندستاني فلسفي ۽ مذهبي پرچارڪ گرو رجنيش بہ گرمايو: جنهن جو چوڻ هو تہ 'Prove God, Through Sex.'

حسن مجتبيٰ ان دؤر ۾ تنبدي محمد خان جي هڪ ڪورٽ ۾ ڪلارڪ هئو ۽ ڪوڪر پاڙي ۾ نثار هاليپوٽي واري ڪير واري صندل تي روزانو شام جو زلفيءَ سان گڏ ويٺل هوندو هو. حسن درس ۾ مان ڏينهن جا ڏينهن ۽ راتين جون راتيون سندس ڳوٺ مشائخ هوتيءَ ۾ جاڳي جاڳي سموڪنگ ڪندا، فيض، شيخ اياز ۽ پبلونرودا تي بحث ڪندا رهندا هئاسين. ان ئي دؤر ۾ عبدالقادر جوڻيجي مون کي پبلونرودا جو انگريزيءَ ۾ ڇپيل هڪ خوبصورت شاعريءَ جو مجموعو ڏنو، جنهن منهنجي جذبن کي گرمايو. ان ئي دؤر ۾ انگريزي آرٽ موويز ڏسڻ جو بہ ڪافي شوق هئو. رينبو سينٽر ڪراچيءَ مان وٺي اچي خاص طرح ڏسبيون هيون.

پڑهڻ جو جنون ان حد تائين هو جو ڪابہ سني يا مشهور شيءِ مس نہ تيندي هئي. اها ڪتاب بہ ڳولي پڙهبي هئي. اردوءَ ۾ قرة العين، فيض، فراز منٽو راجندر سنگهہ بيدي، بلونت سنگهہ، امرتا پريتم، مظهر الاسلام، فهميده رياض، ساره شگفتہ، احمد نديم قاسمي کي ڳولي ڳولي پڙهبو هو. پوءِ وري پينگوئن پبلشلرز وارن جا ڪتاب: خوشونت سنگهہ، مليالم ليڪڪ ويڪم محمد بشير هندي لکندڙن جون انگريزي ڪهاڻيون: اُڙيا ۽ گجراتي ٻولين جا انگريزي ترجما ـ Mid Nights Children نيسم تيپو زلفيءَ کي ڏنو جيڪو اسان پڑهيو ۽ سلمان رشديءَ جو 'Satanic Verses' جهڙو قڏائي ۽ خونخوار ڪتاب مون کي حسن مجتبيٰ پڙهڻ لاءِ ڏنو. ڪملا داس جي آتم ڪٿا 'My Story' جنهن هن جي زندگيءَ ۾ ٻارڻ ٻاريو سا بہ پڙهيسون.

نوڪرين ملڻ کان پوءِ 'Video' ۽ بعد ۾ 'DVD' ۽ 'Net' جو دؤر بہ اچي ويو ۽ ان تي دنيا جون اهم سياسي ۽ ادبي ناولن تي مشتمل Movies بہ ڏٺيوسين 'Hunch back of Noterdem' کان وٺي ميلان ڪنديرا جي ناول 'Un-bearable lightness of being'، سڊني شيلڊن جو 'The other Side of Mid night'، اسپئنش فلم جنهن سوشلزم جي قلعي تي وارَ ڪيا، 'Strawberry & Chocolate' ۽ 'Like water for Chocolate' ۽ 'Missing' وغيره وغيره ڏٺيوسين. حقيقت ۾ اسان ان دؤر ۾ 'سولزنتسن' کان بہ ٻهرين 'ڊاڪٽر زواگو' اردوءَ ۾ پڑهيو هو پر پوءِ سوويت يونين مان نڪرندڙ ڪتاب، اخبارون ۽ بروشرز انهن ۾ اتي جي عوام جا رايا پڑهڻ کان پوءِ ان راءِ

جا ٿياسين تہ 'رات جو پيو پاسو بہ آهي.' يا 'ڏينهن جو پيو پاسو بہ آهي.' ۽ اسان 'سولزنٽسن' جي ڪهاڻين جو مجموعو جيڪو پينگوئن وارن ڇاپيو جنهن جو نالو هيو: 'Matryona's House & other Stories' پڙهيو جنهن جي آخر ۾ هن 'Prose Poems' بہ ڏنا هئا. جنهن کي پڙهڻ کان پوءِ محسوس ٿيو تہ سوويت يونين جا دانشور هاڻ ذاتي ۽ هٿوڙي مان ڦاٿا آهن. ان بعد 'ڪازان زاڪس' جو سفرنامي تي مشتمل ناول 'Report to Gracio' ۽ گابريل گارشيا ۽ ميلان ڪنديرا جا ناول پڙهڻ کان پوءِ پتو پيو تہ: 'Life is elsewhere' 'زندگي ڪٿي ڪنهن ٻئي هنڌ آهي!'

# سوچ لوچ!

1960ع کان 1990ع تائين جا ٽيهه سال پاڪستان ۽ سنڌ ۾ نه رڳو ترقي پسند، پر قومپرست سياست جي به اوج ۽ عروج جا سال هئا! ان ئي عرصي ۾ سنڌ ۾ سائين جي ايم سيد جي اڳواڻيءَ ۾، پناڻن باچا خان ۽ ٻروچن وري نواب خير بخش، شير محمد مري ۽ عطاءَ الله مينگل وغيره جي اڳواڻيءَ ۾ پاڪستان جي فريم ورڪ کان ڌار ٿي پنهنجا الڳ مُلڪ ناهڻ لاءِ سوچيو. جي ايم سيد، باچا خان، ولي خان ۽ ٻروچ اڳواڻن جي قومي جدوجهد کي ڏسندي بروهين ۽ سرائيڪين به پنهنجي الڳ شناخت لاءِ سوچڻ شروع ڪيو ۽ ملڪ اندر پنهنجي قومي استحصال جو ذڪر ڪيو. پنهنجي ثقافت ۽ ٻولين جو حال احوال اوريو. عجب جهڙي ڳالهه هيءَ هئي ته پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ان ۾ رهندڙ هڪڙي اقليتي قوم 'ڪشميري' عظيم هجڻ ۾ گوءِ کڻي ويئي ۽ ملڪ ۾ موجود چارئي بنيادي قومون ڪمتر ٿي ويون! آرميءَ ۽ Establishment ۾ موجود سنڌي پناڻ، پنجابي ۽ بلوچ ان عظيم بڻيل قوم جي حقن خاطر پاڙيسري ملڪ سان ٽي جنگيون وڙهي چڪا. هن ملڪ ۾ اڄ به جيتري اخلاقي مدد ڪشميرين کي حاصل آهي، سا پنجابين کي ڪنهن به صورت ۾ حاصل ڪانهي!

اسان 73_74ع ۾ شعور سنڀاليو ته سنڌ ۾ قومپرست سياست جو عروج هئو ۽ ان وقت ان جو مرڪز سائين جي ايم سيد هئو. ايسٽائين جو سوشلسٽ سياست به قوم پرستيءَ جي ڇانوَ ۾ ٽيندي هئي! شيخ اياز جي شاعريءَ قوم پرستيءَ جي جهيڻي ٻرندڙ ليمپ ۾ گاسليٽ جو ڪم ڪيو هو! سنڌ جا ڳڀرو سنڌ جي حقن لاءِ مرڻ جيئڻ لاءِ تيار هئا. اجرڪ ٽوپي ۽ ڪهاڙي جي عزت هئي ۽ اياز جا گيت يونيورسٽين جي ايوانن ۾ گونجندا هئا.

اياز جو هيءُ گيت:

سنڌڙيءَ تي سِر ڪير نہ ڏيندو سهندو ڪير ميار او يار!
جهول جهلي جنهن وقت پڇائي ڪرندا ڪنڌ هزار او يار!

يـا:

سنڌديش جي ڌرتي توتي پنهنجو سِيس نمايان!
مٿي ماٿي لايان!
ڪينجهر ڪان ڪارونجهر تائين توکي چشمن چايان،
مٿي ماٿي لايان!

سنڌ ۾ اهي گيت ٽيگور جي 'بندي ماترم' کان وڌيڪ طاقتور ترانا ٿي اُڀريا هئا. سائين جي ايم سيد سنڌ يونيورسٽي ۾ آيو تہ سوين شاگردن هن جي پيرن ۾ پنهنجا وار وڇايا! ان ئي دؤر ۾ بديع الحسن زيدي (پنهنجي حڪومت ۾ ٽرانسپورٽ جي وزير) کي اغوا ڪيو ويو ۽ حفيظ پيرزادي کي اسماعيل وَسارڻ ٺَقڙ هنئي، جنهن بعد قومپرست سياست جو زوال شروع ٿي ويو.

قومپرست سياست ۾ ڪرمنل عنصر بہ گهڙي آيو. سنڌي شاگردن نظرياتي بنياد تي اختلاف رکڻ جي ڪري ٻين شاگردن کي گوليون هڻي مارڻ شروع ڪيو.

امر جليل ان دور ۾ جيڪي ڪهاڻيون لکيون، سي سندس عظيم لکڻيون هيون. ڪهاڻي 'سرد لاش جو سفر' شايد هن 1975ع ۾ لکي جنهن سنڌ ۾ هوڪريا وجهي ڇڏيا. نسيم کرل 'ڪافر'، 'گنس'، 'ڪچو رنگ' ۽ 'چوٿيهون در' جهڙيون زبردست ڪهاڻيون لکيون. امرجليل جي ٻين مشهور ڪهاڻين ۾ 'اروڙ جو مست'، 'صبح کان اڳ' ۽ 'دل جي دنيا' وغيره هيون.

عبدالواحد آريسر جي تقرير جڻ عظيم سنڌوءَ جي سير تي ٽٻڪي جيان ترندڙ رنگين ٻيڙيءَ جيان هوندي هئي. جيڪا آهستي آهستي ٺمڪندي ايندي هئي. تقرير ۾ هن جون تشبيهون (Metaphors) ۽ جمالياتي حِس ڏسڻ وٽان هوندي هئي! مون پنهنجي زندگيءَ ۾ اڄ تائين ايڏي خوبصورت تقرير نہ ٻڌي آهي. ان بعد وري ٺنڊي الهيار (مسڻ وڏيءَ) جي خليل لغاريءَ جي تقرير جڻ ڪا سهاڳڻ ٺڪ واري رِلي پيئي ناهي. ڪافي افسوس جي ڳالهہ آهي تہ خليل لغاري سنڌ ليول جي Figure نہ بڻجي سگهيو. بهرحال خليل لغاريءَ جي پس منظر ۾ سندس والد محترم مولوي محمد اسماعيل لغاريءَ جو هٿ هيو جيڪو وري ڪامريڊ حيدر بخش جتوئيءَ جي خاص ساٿين منجهان هئو.

4 مارچ سنڌ جي قومي ڏينهن جي طور تي ملهائبو هو. يوسف لغاري صاحب، مسعود نوراني، جام ساقي ۽ ٻيا سنڌ جا هيروز هئا. 1967ع ۾ تنبدي 'ٻهبار ۾ دُر محمد لغاري، ستار بچاڻي، رفيق جروار، ڪامريڊ سومار ۽ خليل بچاڻيءَ وارا جنهن بعد ۾ سنڌي فلم 'منڙا شال ملن' ناهي ۽ فقير عبدالغفور جي آواز ۾ شيخ اياز جو 'سنڌڙيءَ تي سِر ڪير نه ڏيندو' ڳارايو) 'ايس ايس ڪو' (سنڌ ڪلچرل آرگنائزيشن) جي پليٽ فارم تي 'يوم سنڌ' ملهائي رهيا هئا. هر ماڻهوءَ کي ڪلهن ۾ اجرڪ هُئي ۽ قومي گيتن جي يلغار هئي! لڳندو هو سنڌ بس اج سڀاڻ آزاد ٿي!

اهو اسان جو ٻاروتڻ وارو دور هئو ڪا خبر ڪانه هئي ته سياست ڇا آهي؟ ڇو ته نه پوليٽيڪل سائنس جو ڪو سبق پڙهيو هئوسون ۽ نه وري دنيا جي مدبرن جون آٽوبايوگرافيز ۽ فلاسافيز بس. صرف شاگرد هجڻ جي ناتي Teen _ age جي جوشيلي رَت سان گڏ ولولو ۽ اندر ۾ زبردست بغاوت ۽ احتجاج جو شعلو ٻرندو رهندو هو. اسان ۾ اڃا زماني سازي ۽ مفاد پرستي نه آئي هئي، زماني جي گند ۾ نه لِنبيا هئاسون، پنهنجي زندگيءَ ۽ مستقبل لاءِ سوچڻ بجاءِ قوم لاءِ ۽ ڌرتيءَ لاءِ سوچبو هو:

'اي قوم! اي سنڌ امان! تولاءِ جي جان جو نذرانو پيش ڪيوسون ته امر ٿياسون!' اسان جي سوچ ۽ عمل اهڙو هئو.

اسان جي اهڙيءَ سوچ کي بعد ۾ پارٽيءَ استعمال ڪيو! 'قومي ڪارڪن لاءِ سنو ڪائڻ پيئڻ، سنو پهرڻ منع هو.' هيئيان ته اسان جن ڪپڙن تي تنقيد ڪندا هئا ته اهي رائج فيشن تحت سُنن درزين کان ڇو سبرايا ويا هئا؟ سُٺي ماني کائڻ، سئنيما ۾ فلم ڏسڻ، فيشن لاءِ سوچڻ، پرفيوم هڻڻ وغيره تي به تنقيد ٿيندي هئي. 'ساٿي! اوهان جي سوچ، بورجوازي* تي وئي آهي.' گهڻن ڪارڪنن ته پارٽي ڪانفرنسن ۾ اهي اعتراض به ڪيا ته محترم فاضل راهو گولڊ ليف جو مهانگو سگريٽ ڇو ٿو پئي؟' ۽ ڪن همراهن ته رسول بخش پليجي صاحب تي به سخت اعتراض ڪيا ته هو سنڌي ڪونهي. جيڪڏهن سنڌي آهي ته پوءِ ڏاڙهي نه. ته مُڇون ته رکي! ڪلين شيو فيس سنڌ جي ثقافت ناهي!

اسين جيڪي اڳين صفن ۾ هئاسون تن لاءِ عشق ڪرڻ ائين منع هئو جيئن ڪشميري انتها پسند تحريڪن طرفان نوجوانن لاءِ MTV ڏسڻ منع هئي!

---

* بورجوازي: سرمايه داراڻي.

سوشلسٽ نظريي جي يڪ رُخيءَ جي ڪري دنيا جي ڪنهن بہ نظريي ۽ متي جي هڪ پاسائين ۽ دنيا جي مظهرن (Phenomenon) جي گهڻ رُخي (Multi-Dimensional) هجڻ ڪري مون جلدئي نظريي ۽ انقلاب ۾ موجود تضادن جو ذڪر ڪرڻ شروع ڪيو ۽ جلدئي پارٽيءَ جي ميمبرشپ تان استعيفيٰ ڏيئي ڇڏي

قومپرست سياست جي زوال ڏانهن ايندي بہ اسان جي دِل جڏهن بہ سَٽ ڏيندي هُئي سائين جي ايم سيد ڏانهن هليا ويندا هئاسين. سَن، سنڌوءَ جي ڪناري اڏيل هڪ ڳوٺ نما ننڍڙي شهر ۾ جون – جولاءِ جي اونهارن ۾ توڙي ڊسمبر – جنوريءَ جي سُرمئي شامن جو لهندڙ اوس ۾ تڏ مهل مَچ ۾ ٻرندڙ ٻُنڊن جي گرميءَ تي سائينءَ سان جيڪي بہ ڪچهريون ۽ روح رهاڻيون ٿيون، اسان جون سوچون اڄ بہ انهن جو پرتوو آهن. سيد گهٽ ۾ گهٽ سنڌ جي ڇئن نسلن تي پنهنجن ڳيرن (White Doves) ۽ پاريهلن جهرڙا پڙڪو ڏيئي اُڏامندڙ ۽ ذهن جي صحن تي لهندڙ خيالن جي ڇاپ هڻي ويو. اسين سڀ سيد جي مٺ خاني جون چُڪيون چاڙهيل هئاسون، جنهن جا نشا لهڻا ئي ڪونهن!

مون سي ڏٺا هاءِ، جنين ڏنو پرينءَ کي،
ڪري نہ سگهان ڪاءِ، تنين سندي ڳالهڙيا



## سفر (هڪڙي اُداس ۽ عام ڪهاڻي):

سنڌ يونيورسٽيءَ جي مارئي هاسٽل جي لان تي رکيل فولڊنگ چيئرز مٿان ويٺي ويٺي اسان ٻنهي جي مٿان بيٺل سِريل جي گهاٽن وڻن مان جڏهن رات ڇٽي لَهڻ لڳي، تہ چوڌاري ماحول ڏاڍو سانتيڪو ٿي ويو هوا شام ڪان وٺي جيڪا ڇوڪرين جي اچڻ وڃڻ جي پيهہ پيهان لڳل هئي، سا جڻ بند ٿي ويئي هُئي. مون کي محسوس ٿيو تہ اسان ٻنهي، ڪينٽين جي ننڍڙن ۽ سادن مَگن (Mugs) ۾ ٻہ دفعا چانهہ پيتي هُئي. اسان اُن ڏينهن نہ رڳو هاسٽل جي ڪمرن کان ٻاهر ايندڙ ويندڙ ڇوڪرين بابت، بلڪ دنيا ۽ ان ۾ ايندڙ انقلابن ۽ تبديلين بابت هڪڙو زبردست بحث ڪيو هو. سفيد رنگ، ٿلهن گلابي چِپن، پورن/ ڪارن وارن، ڪليل بدن ۽ پَريل پُريل چهري واري اها گنڀير ڇوڪري فائنل ييئر ۾ پڙهي رهي هئي! مان جڏهن بہ هن ڏانهن نهاريندو هئس تہ محسوس ٿيندو هو هُوءَ ٻَرَ ۾ ڪرڙيل ڪو ڦول هُئي، جنهن کي

ڪوبہ راهہ ويندڙ ڏسي ۽ سُنگهي سگهيو ٿي! هوءَ پنهنجي ساءِ *افروڊائٽ جيان حسين ۽ (Lust) سان ڀريل هئي ۽ *ڪِيوپڊ جيان سونن تيرن جو ڳتڪو هميشه پاڻ سان گڏ رکندي هئي. هن جي چهري جي سنجيدگي لڪائيندي هئي تہ پنهنجي اَندر ۾ هُوءَ تمام اُونهي آهي. ان سڀ ڪجهہ جي باوجود هن جون ٻہ خصوصيتون، هن جي شخصيت تي حاوي هيون. هن جي خوبصورتي ۽ ٻي ذهانت. جيڪي ٻئي منهنجيون ڪمزوريون هيون.

مارئي هاسٽل ۾ ٻوڪيل وٽن مٿان رات جي اوندهہ ڇٽ ناهي چُڪي هئي. اسان وري جلدئي ملڻ جو وچن ڪندي موڪلايو. هوءَ مون کي مين گيٽ جي ٻاهر تائين ڇڏڻ آئي تہ هن مون کان پڇيو: 'مون کي سڀ چون ٿا تہ تون چري آهين! ڇا توهان کي بہ لڳان ٿي؟؟' مان ڪجهہ دير هن ڏانهن ڏسندو رهيس.

'اهو سمجهڻ لاءِ تنهنجين اکين ۾ ڏسڻو پوندو' مون چيومانس ۽ مون ڪجهہ وڌيڪ ويجهو ٿي سندس ڀورين اکين ۾ نهاريو: مون ڏٺو هُن جي اکين ۾ عشق جا اَڪارس اُڏامي رهيا هئا. منهنجيءَ دل جو دهڪو وڌي ويو ۽ نيٺ چيم: 'هائو' تون مون کي بہ ٿوري ٿوري چري لڳين ٿي.' تہ اسان ٻنهي جا ٽهڪ هڪ ٻئي کي ٻکين پئجي ويا! ان مهل مون ڏٺو، مارئي هاسٽل جي گيٽ پرسان بيٺل وَڻ بہ چُپ ٿي ويا هئا!'

اونهارن جي ڏُگهن ڏينهن ۾ جڏهن ڄامشوري جي پٿريلي ڌرتي دَهڪڻ لڳندي هئي ۽ ڏينهن وِنڙي شام جي جام ۾ اوتبا هُئا تہ انهن وقتن ۾ اسين ولين ۽ وٽن هيٺان ڇانورن ۾ ملندا رهندا هئاسون! هوءَ جڏهن بہ مون سان ملندي هئي تہ محسوس ٿيندو هئم تہ: 'هوءَ گلابي وڳو پاتل، اڇو بوٽ پيل ۽ ٻہ چوٽيون ڪيل باربي ۾ بدلجي ويئي آهي، هن جي مٿي تي رابيلن جو خوشبودار تاج پيل آهي ۽ هوءَ پريان ڪٽان ڪان ٻوڙندي ٻوڙندي، سهڪندي مون ڏانهن وڌي رهي آهي يا هوءَ هوائن مان اُڏامندي اچي رهي هئي': اياز جي هن شعر جيان:

دور ڄامشوري مان
شام جي دو- شالي ۾،
اي! سمور جيئن سُپرين

---

* افروڊائٽ: يوناني ڏند - ڪٿائن موجب حُسن ۽ پيار جي ديوي

* ڪيوپڊ : يوناني ڏند -ڪٿائن موجب پيار جو ديوتا.

تون اڇي رهين آهين!
آءُ توکي ساريان ٿو!

اکثر ڇوڪرين سان ملڻ بعد انهن جي اکين، ڇپن، وارن ۽ خوبصورت آڱرين تي ڳالهائڻ بجاءِ مان دنيا جي مذهبن، فلسفن، عيسيٰ جي صليب، يروشلم جي رت هاڻين گهٽين، جتي مذهبن جو تصادم آهي، ريڊ اسڪوائر تي وسندڙ سنوفال، تيانمن اسڪوائر، ولاديمير ايليچ لينن، اسٽالن ۽ ٻي عالمي جنگ، ٿوائن بيءَ جو تاريخ جو نظريو ۽ ٻيو گهڻو گند ڪچرو Discuss ڪندو رهندو هئس. ان وقت منهنجي نظر ۾ فلم، فيشن، خوشبوءِ، سونهن هڪڙا اضافي موضوع هيا. بلڪ بورجوا Life Style هيا ۽ مان جيئن ته قومي طبقاتي جدوجهد ۾ شامل هئس ان ڪري دنيا جي هر مظهر کي دل نه پر دماغ جي حوالي سان سمجهڻ جي ڪوشش ڪبي هئي. عشق جي پلاري ۽ عظيم ڪيفيت تي انقلاب کي ترجيح ڏبي هئي! حالانڪ مون هن ڇوڪريءَ کي ڪافي پيرا رابيلن ۽ گلابن جا پُڪ پري ڏنا هئا ته هوءَ اهي پنهنجي خوبصورت وارن جي جُوڙي ۾ هٽي ۽ مون کي اها خبر نه هئي ته عشق اهڙو جذبو ۽ ڪيفيت آهي، جنهن ۾ اوهين خواب نگر جيان آسمان تي اُڏامندڙ غاليچي تي اڏامندا پيا ويندئو.

اها ڇوڪري، جنهن ھن جي شِوالي ۾ 'ميران' جيان ناچ نچي منهنجي نالي جي آرتي لاٿي هئي. تنهن کي هڪ ڏينهن مون گلن ڦُلن جي راهه تي اڪيلو ڇڏيو ۽ آڱر ڇڏائي تمام پرانهون هليو ويس! ان ڇوڪريءَ شايد منهنجيءَ ان عبادت ۾ رُخنو تي وڌو، جنهن لاءِ مون وضو ڪري نيت ڪئي هئي!

مون کي عشق جي زبردست انيئو مان گذرڻو پيو:

Next to your beloved, khayyam, how alone you are!
'Now that she is gone, you can take refuge in her!
Both, Paradise and hell are in you'.

ساڳئي عمر خيام چيو آهي:

'چونڪ واقف شدم در اسرارش،
سجو زنار داگسنئه ما!'

(مون کي جڏهن عشق جي اسرار جي آگاهي ٿي ته مون تسبيح ۽ زنار کي پيچي ڇڏيو!)

جُڳن مٿان جڳ گذري ويا! زمانا بدلجي ويا. مُلڪن جا نقشا بدلجي ويا! انقلابن جا ايوان ڏُڏي، ڍهي پيا! اُهي رستا جتي انقلابي ڳاڙها جهنڊا کڻي نعرا هڻندا اڻ ڳڻين رومانوي خوبصورت منزلن ڏانهن مارچ ڪري رهيا هئا. جن رستن ۾ راهن تي شهيدن جي رت مان ڳاڙها گلاب پٽي ڦُٽا انهن رستن تي هاڻ ڪنگ تي رَڙيا! دنيا ۾ هاڻ طبقن جا تضاد بدلجي چُڪا هُئا! لنڊن جي هاءِ گيٽ گريويارڊ ۾ مارڪس جي قبر تي هاڻ ڪوبہ گل اڇلائڻ ڪونہ تي ويو!

هڪ ڏينهن مان اسڪول مان ٻارن جو رزلٽ وٺڻ ويس ۾ ڪلاس روم ۾ پُٺي ڏيئي بيٺل هڪ ڇوڪريءَ (عورت) کي Teacher سمجهي ڪيس چيم: 'Excuse Me!' هن پٺي ورائي مون ڏانهن نهاريو تہ اسان ٻنهي جا وجود لرزي ويا! صدين کان پوءِ وري اسين آمهان سامهان هئاسون. لمحي لاءِ تہ اسان هڪٻئي سان بلڪل نہ ڳالهايو. هن کي بہ هاڻ مون جيان نظر جو چشمو لڳل هئو ۽ ڪياڙين تي اڇا وار هئا. مون کي لڳو: هوءَ انگورن جي وِل مان بدلجي ڏاڙهونءَ جو وڻ بڻجي ويئي هئي. پر هوءَ اڃا تائين خيام جي رُباعيءَ جيان خوبصورت ۽ نشيلي هئي.

# سنڌ جي تهذيب ۽ سرحدون

راجا ڏاهر جي پيءُ چچ بن سلائج، جڏهن باغي قبيلن کي تهه تيغ ڪري ڪشمير ۾ ڪجهيءَ جا وڻ هڻائي سنڌ جون سرحدون مقرر ڪيون هيون ته ان کي ڪو به شڪ شبهو نه هئو ته سنڌ جون اهي سرحدون حقيقي نه آهن. وفاقي سيڪريٽريٽ جي بلاڪ D ۾ ويهندڙ منهنجي هڪ محترم دوست اسد الله ابڙي صاحب (جوائنٽ سيڪريٽري ڪميونيڪيشن) هڪ ڀيري ٻڌايو ته سنڌ جون قديم سرحدون ايران جي صوبي سيستان تائين ڦهليل هيون جيڪي بلوچستان کان پوءِ آهن.

پنهنجي طور تي هيءَ ڳالهه به نهايت ئي واضح آهي ته 1925ع ۾ موهن جي دڙي ۽ بعد ۾ هڙپا جي کنڊرن لاءِ جيڪا ڳالهه چئي ٿي وڃي ته اهي ٻيئي تهذيبون سنڌو ماٿر جون تهذيبون (Indus Valley Civilizations) آهن.

انساني تهذيب ۽ تمدن جي شروعات درياون کان ٿي. انهن جي ڪنارن ڪنارن آباد شهرن کي تهذيبي طرح شاهوڪار شهر مڃيو ويو ۽ انهن تهذيبن کي درياون جي نالن سان منسوب تهذيبون ڪوٺيو ويو. ته پوءِ دنيا جي ٻارهون نمبر وڏي تهذيب (Indus valley civilization) جيڪا هماليه جبل جي دامن، تبت ۾ مانسرور ڍنڍ مان نڪرندڙ دنيا جي ڇهون نمبر وڏي درياءَ درياءِ سنڌ جي طفيل هئي ۽ آهي، تنهن تهذيب کي رڳو سنڌي ٻوليءَ جي حوالي سان سنڌ جي هاٺوڪي سُٺي سوڙهو ٿي ويل نقشي اندر ڇو محدود ڀيو ڪيو وڃي؟ ڇا سنڌوءَ جي تهذيب جي شروعات مانسرور ڍنڍ کان نٿي ٿئي؟ ۽ جي اها حقيقت آهي، ته پوءِ سنڌوءَ جي تهذيب کي رڳو ڪراچيءَ ۽ ڪمون شهيد جي ليڪ ٻائين ڇو سوڙهو ڪيو ويو آهي؟ شايد ٻوليءَ جي سرحدن جي ڪري؟! سنڌو تهذيب کي ڪراچيءَ کان ڪمون شهيد تائين 608 ڪلوميٽرن تائين محدود ڪيو ويو آهي. جڏهن ته اها تهذيب ٽن هزار ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي ڦهليل هڪ حقيقت آهي.

مانسرور کان ڪراچيءَ تائين. ۽ ڪراچيءَ کان ايران تائين سنڌو ماٿر جي تهذيب گهٽ ۾ گهٽ 2500 سال B.C کان شروع ٿي اڄ تائين پهچي ٿي ۽ اها هماليا جي جابلو سلسلن کان وٺي عربي سمنڊ تائين ٿي لک نوي هزار چورس ميلن (ڏهہ لک چورس ڪلوميٽرن) اندر ڦهليل آهي.

**عقل ۽ دليل جا 24 سؤ سال:**

هڪڙي مفڪر اوورلي پريڪاٽ جو چوڻ آهي تہ:

'Great Ideas not Born in Petty minds!'

عظيم خيال '۽ فڪر ننڍڙن دماغن مان پيدا نہ ٿيندا آهن بلڪ عظيم فڪر ۽ خيال' ننڍڙن دماغن ۾ سمائبا بہ ناهن!

عظيم خيال ۽ عظيم لکڻيون نہ رڳو اسان کي دنيا بابت ڄاڻ ڏين ٿيون. پر اهي اسان کي انسان جي باري ۾ بہ سمجهائين ٿيون. عظيم ڪتاب ماڻهوءَ کي، جڻ دنيا سان ڳنڍيو هلن ۽ عظيم ماڻهو دانشور. فلاسافر ۽ ٿنڪرز بہ جڻ ماڻهوءَ کي دنيا ۽ پاڻ کان جدا (Isolate) ٿيڻ کان بچايو هلن. ۽ اهي ماڻهوءَ کي سندن جذبن ۽ تجربي سان گڏ سلهاڙيو هلن. انساني فڪر، عقل ۽ دليل جا چوويهہ سؤ سال ماڻهوءَ کي ٻيون گهڻيون ڳالهيون ٻڌائڻ کان سواءِ هيءَ بہ ٻڌائين ٿا. تہ هو يلي ڪهڙا بہ خيال ۽ عقيدا رکي، مادي شيون ماڻهوءَ کي حقيقي خوشي مهيا نٿيون ڪري سگهن. ڏک ماڻهوءَ کي مضبوطي عطا ڪن ٿا ۽ زندگيءَ مان گهڻ توقعات (Expectation's) ماڻهن کي گهڻ پريشان ڪن ٿا. ماڻهوءَ جي زندگي انهن بہ هزار چار سؤ سالن کان وٺي فلاسافرن ۽ دانشورن جي عظيم خيالن ۽ سوچن سان گڏ گذرڻ ڪري، دنيا ۾ نقصان گهٽ ۽ فائدا وڌيڪ ٿيا آهن. سقراط کي سندس عقل ۽ دليل جي ڪري قديم اٿينس جي ڪورٽ موت جي سزا ڏني، چو تہ هن پنهنجن نوبل خيالن کي تبديل ڪرڻ کان انڪار ڪيو هو. هن سوال ڪيا هئا تہ: 'ماڻهوءَ جي پارسائي ڇا ۾ آهي؟' 'ماڻهوءَ ۾ همت جي پيدا ٿيڻ جو مقصد ڇا آهي؟' سقراط زهر پي مرڻ کي ترجيح ڏني بجاءِ ان جي جو پنهنجي هن خيال تان ڦري وڃي تہ عقل دليل جي ٻج مان ڦٽي ٿو. 'Wisdom comes-through reasoning' اسان کي هر حال ۾ سوال ڪرڻ گهرجي ۽ پوءِ جنهن بہ ڳالهہ کي صحيح سمجهون. اها ڳالهہ سمورن اڳيان ڪرڻ ۾ بہ هبڪ محسوس نہ ٿيڻ گهرجي!

اپيڪيورس (Epicurus) اسان کي حسياتي سُک (Sensual pleasure) بابت سمجهايو تہ اسين زندگيءَ کان ڇا ٿا چاهيون، جو اسين سکيا رهي سگهون؟ دنيا ۾ سکيو رهڻ لاءِ اسان کي سُٺا دوست، آزادي ۽ حساس دماغ (Active mind) گهرجي. ۽ Wealth بہ گهرجي، جيئن اسين مادي گهرجن جو پورائو بہ ڪري سگهون. سينيڪا (Seneca) اسان کي اهو سمجهايو تہ جيڪڏهن اسين زندگيءَ مان گهٽيون اميدون رکنداسون، تہ گهٽا پريشان ٿينداسون ۽ جيڪڏهن ان مان گهٽ توقع رکنداسون، تہ گهٽ پريشان ٿينداسون.

نتشي (Nietzsce) اسان کي ٻڌايو تہ تڪليفون انسان کي عظيم بڻائين ٿيون. جيئن ڪچو گهڙو آويءَ ۾ پچي راس ٿئي ٿو. تيئن انسان بہ تڪليفن منجهان پار پوڻ کان پوءِ ئي مڪمل انسان بڻجي ٿو.



(Auschiwitz) ڊيٿ ڪيمپ ۾ رهندڙ هڪ ڇوڪرو جيڪو هاڻ پوڙهو ٿي ويو آهي:

**امري ڪرتز (Imrekertesz):** 9 - نومبر 1929ع تي بداپسٽ (Budapest) هنگريءَ ۾ هڪڙي يهودي خاندان ۾ ڄائو. 1944ع ۾ هن کي جرمن (نازين) هڪ ڊيٿ ڪيمپ (Auschi witz) ۾ بند ڪري ڇڏيو اتان پوءِ هن کي هڪ ڪوس گهر ۾ بند ڪيو ويو جتان هن کي 1945ع ۾ آزاد ڪيو ويو ۽ هن کي جڻ نئين زندگي ملي.

1948ع ۾ هن هڪ اخبار (Villagossag) ۾ ڪم ڪرڻ شروع ڪيو، پر پارٽي لائين جي ڪري هن کي 1951ع ۾ نوڪريءَ مان ڪڍيو ويو. ان بعد هُن بہ سال آرميءَ ۾ نوڪري ڪئي ۽ بعد ۾ هو جرمن ليکڪن روٿ، فرائڊ، ڪانٽي، نتشي وغيره جا ترجما ڪندو رهيو. 1992ع ۾ هن جو پهريون آٽوبايوگرافيڪل ناول (Fateless) ڇپيو جيڪو هن جي نازين جي قيد خانن ۽ ڪوس گهر ۾ گذاريل تجربي تي ٻڌل هيو. هو چوي ٿو: 'مان جڏهن بہ نئين ناول لاءِ سوچيان ٿو تہ مان Auschiwitz جي باري ۾ سوچڻ ٿو لڳان.' 1988ع ۾ هن جو ٻيو ناول (Fiasco) ڇپيو. 1990ع ۾ (kaddish for a child not born) ۽ 1991ع ۾ 'The English flag' ڇپيو. 1992ع ۾ هن جي ڊائري 'Galley Diary' ڇپيو جيڪا افسانوي انداز ۾ ڊائري هئي. 1997ع ۾ (I _ Another: Chronicle of a metamorphosis) ڇپيو (The Holocaust as culture) 1993ع ۾ ۽ 1998ع ۾

(Moments of silence while the Execution squad re loads) ڇپيو. 2001ع ۾ هن جو ڪتاب (The Exiled Language) ڇپيو.

1995ع ۾ ڪرتز کي برينڊ نبرگر ايوارڊ ڏنو ويو. دي ليپزگر 1997ع ۾ WELT ايوارڊ 2001ع ۾ رابرٽ بوش ۽ هانس ايوارڊ 2002ع ۾ مليس. ساڳئي سال هن کي ادب جو نوبل انعام بہ مليو.

(Liquidation) هن جو تازو ناول آهي جيڪو 2003ع ۾ ڇپيو. تازو ٽائيم رسالي کي ڏنل، هن پنهنجي هڪ انٽرويوءَ ۾ چيو آهي: 'ڪميونزم هڪڙو غيرفطري نظام هئو ۽ زندگي گذارڻ جو پڻ غيرحقيقي طريقو.' ان ڪري اهڙو نظام هميشہ ختم ٿيندو آهي. نوبل پرائيز لاءِ هو چوي ٿو تہ: 'ان هن جي روز جي مانيءَ جو انتظام ڪيو آهي، جيئن هو وڏيڪ چڱيءَ ريت لکي سگهي.' هو پنهنجي روزمره جي معمول لاءِ چوي ٿو: 'هو پنهنجي ڪافي پاڻ ٺاهيندو رهندو آهي ۽ دريءَ مان ٻاهر نهاريندو رهندو آهي ۽ ان بعد هن جي اندر جي ڪڙڪيءَ مان ڪجهہ نہ ڪجهہ ابڙجندو رهندو آهي! جيڪو هو ڪاغذن تي اتاريندو رهندو آهي.'

سويڊش اڪيڊميءَ ۾ هن جي ڏنل نوبل ليڪچر ۾ هن چيو تہ: 'شايد مان ڊڪٽيٽرشپس هيٺ ڪافي سال رهيو آهيان، جنهن ڪري عجيب غريب ۽ اڻ ڄاتل واٽڙي ڪندڙ دانشوراڻي ماحول ۾ رهيو آهيان. لکڻ کي مون هميشہ هڪڙو بنهہ ذاتي ۽ پرائيويٽ مسئلو ڄاتو آهي. ان ڪري سمجهان ٿو تہ ليکڪ صرف پنهنجي لاءِ ئي لکي ٿو!'

'ڏاڍو عجب ٿو لڳيم، اهو ڏسي تہ دنيا ۾ تمام گهڻو مسخراڻو ۽ بيهودائپ هيءَ آهي تہ دنيا ۾ جن شين کي انتهائي سنجيدگيءَ سان ورتو ٿو وڃي، اهي سڀ ڪوڙ آهن!'

'1955ع جي هڪ خوبصورت بهار جي ڏينهن تي مون تي هيءَ انڪشاف ٿيو تہ دنيا ۾ صرف هڪڙي سچائي وجود رکي ٿي. جيڪا هئي منهنجو پنهنجو موجود هجڻ! اها سچائي منهنجي پنهنجي زندگي هئي ۽ اها عظيم تحفو هئي جنهن کي بديءَ جي طاقتن قابو ڪري ورتو هو.'

'دنيا جيڪڏهن Objective Reality (ظاهري حقيقت آهي) تہ اها اسان (انسانن) کان ٻاهر وجود رکي ٿي ۽ ان بعد ماڻهو پنهنجي صورت ۾ پاڻ بلڪ

انهن جي پنهنجي نظر ۾ هڪ (Object) وِٿ کان سواءِ ڪجهه بہ ناهن ۽ انهن جي زندگيءَ جون ڪهاڻيون بہ صرف هڪڙي تسلسل بنا تاريخي حادثو آهن!'

'1956ع ۾ هنگريءَ ۾ انقلاب آيو ۽ هڪ لمحي ۾ ملڪ محڪوميت ۾ بدلجي ويو. جڏهن تہ سوويت ٽينڪون ڏکهي عرصي لاءِ هڪ زنده حقيقت بڻجي ويون!'

'مون ڪنهن خاص سبب جي ڪري لکڻ شروع نہ ڪيو هو ۽ جيڪو ڪجهه بہ لکيم، سو ڪنهن خاص ماڻهوءَ يا طبقي لاءِ نہ لکيم!'



# بوطيقا (Poetics) ۾ قديم شاعري

'ٽريسي' ۾ هڪ حڪيم جو پٽ 'ارسطو' سائنس سان ڪافي دلچسپي رکندو هو. هو علم جي حاصلات لاءِ 'اٿينس' ۾ وارد ٿيو ۾ پنهنجو نالو 'افلاطون' جي ان مڪتب ۾ درج ڪرايائين جنهن مڪتب ۾ داخل ٿيڻ واري دروازي تي لکيل هئو: 'جاميٽريءَ کان ناواقف ڪوبہ شخص اندر نہ گهڙي.' 'افلاطون' جي مرڻ بعد 'ارسطو'. 'هرمياس' جي دربار ۾ ويو. 'هرمياس' 'افلاطون' جي مڪتب ۾ 'ارسطوءَ' جو همہ ڪلاسي هئو. هن هرمياس جي ڌيءَ سان شادي ڪئي جنهن جو نالو 'پائٿياس' هئو. ڪجهہ ئي ڏينهن ۾ 'هرمياس' کي هڪ ايرانيءَ قتل ڪري ڇڏيو تہ 'ارسطو' ۾ ان جي زال ٻئي اتان ڀڄي اچي 'لسبوس' پهتا (جيڪو قديم لزبين شاعره سيفوءَ جو شهر بہ هئو.) ارسطوءَ جي زال اتي هڪ ڌيءَ کي جنم ڏنو ۾ گذاري ويئي. ارسطوءَ بعد ۾ هڪ ڪسبياڻي 'هرپي لس' سان راهہ و رسم رکيا پر هو پنهنجي پهرئين زال 'پائٿياس' کي هميشہ ياد ڪندو رهيو.

سڪندرِ اعظم جڏهن شهزادو هئو تہ ان جي پيءُ 'فلپ' ارسطوءَ کي پيلا (Pella) جي شهر اچي پنهنجي پٽ کي پڙهائڻ لاءِ چيو: 'ارسطو ڇئن سالن تائين اهو ڪم ڪندو رهيو ۾ اتان پيهر اچي 'اٿينس' ۾ ادب ۾ فلسفي جو اسڪول کوليائين. هن 'اٿينس' ۾ خوبصورت جمنازيم کي پنهنجو گهر ٺاهيو جنهن ۾ چانو ڏيندڙ وڻ، باغ، خوبصورت راهداريون ۾ شاهي ڪمرا هئا.

بوطيقا (Poetic) ارسطوءَ جو اهڙو ڪتاب آهي جيڪو اڄ بہ دنيا ۾ شاعريءَ جي تنقيد تي اٿارٽي مڃيو وڃي ٿو. شاعريءَ تي هن تنقيدي ڪتاب جو آخري باب آهي: 'ٽريجڊي، رزميہ شاعريءَ کان اهم ۾ افضل آهي.' بوطيقا 330 B.C ۾ لکيو ويو ۾ Tragedy جيڪو شاعريءَ جو اهم فارم ليکيو وڃي ٿو تي بحث آهي. افلاطون جنهن هڪ طرف شاعريءَ جي فن ۾ تنقيد تي سندس ڪتاب 'مڪالمات' ۾ جيڪي تشبيهون ۾ دليل ڏنا آهن

سي ايترا تہ شاعراڻا آهن جو ارسطوءَ انهن کي بي وزن ۽ بي بحر شاعري مڃيو آهي ۽ ٻئي طرف هن ڪافي دليلن سان شاعرن کي پنهنجيءَ رياست مان خارج ڪري ڇڏيو آهي. هتي افلاطون جو هيءُ دليل موقعي ۽ مهل موجب مناسب آهي:

افلاطون سقراط جي واتان جنون جا چار قسم ٻڌائي ٿو: (1) پيغمبري (2) لقاءُ (3) شاعري ۽ (4) عشق ـ شاعريءَ کي هن جنون ان ڪري قرار ڏنو آهي تہ هيءَ انهن ماڻهن جي چريائپ آهي، جن تي پَريُن وانگيان شاعريءَ جي ديوين جو پاڇو پئجي وڃي ٿو. اهي ديويون ڪنهن نازڪ ۽ الهڙ روح تي پنهنجو قبضو قائم ڪري ان ۾ الهامي جنون واري ڪيفيت پيدا ڪري شعر چَورائين ٿيون!

سقراط ٻئي هنڌ شاعريءَ لاءِ هيءُ جملو ادا ڪيو آهي: 'دنيا جي سموري تخليق (نہ هئڻ مان هئڻ) عدم مان وجود ۾ اچڻ شاعري آهي ۽ سموري فن جا ناهيندڙ يا خالق بہ شاعر آهن!' سقراط دراصل هر فنڪار ۽ صناع، ڪنير، واڍي، رازي، لوهر کي بہ شاعر سڏيو آهي.

'افلاطون جي هڪ مڪالمي ۾ هو 'اگاٿان' کان چورائي ٿو: 'عشق جو ديوتا رڳو انصاف ڪندڙ محتاط رهندڙ بهادر ۽ عقل مند ئي نہ بلڪ شاعر پڻ آهي ۽ شاعرن جو خالق آهي. عشق جو ديوتا هڪڙو ڪاريگر آهي ۽ حُسن جي تخليق پڻ ڪري ٿو.'

'ارسطوءَ' شاعريءَ کي نقل جو نقل قرار ڏنو آهي ۽ هن سنجيده شاعريءَ لاءِ عظيم ڪردارن جي عملن ۽ ڪارنامن جو ذڪر ڪندڙ شاعريءَ کي افضل قرار ڏنو آهي ۽ شاعريءَ کي تاريخ جي مقابلي ۾ زياده فلسفياڻي ۽ زياده بهتر شيءِ قرار ڏنو آهي ۽ شاعر کي هدايت ڪئي اٿس، تہ جذهن بہ هو لکي تہ پاڻ کي هڪ اداڪار جي حيثيت سان سمجهي ۽ جيڪي بہ جذبا محسوس ڪري انهن جي اثر ۾ قدرتي همدرديءَ سان گڏ لکي.

هومر (Homer): ايليڊ ۽ اوڊيسيءَ جو ليکڪ جنهن يوناني شاعريءَ تي لازوال اثر ڇڏيا آهن. ايليڊ (Iliad) ٽراءِ جي جنگ جي واقعن بابت لکيل نظم آهي ۽ 'اوڊيسي' ۾ 'يولائيسز' جي ڪهاڻي بيان ڪيل آهي. هڪ هنڌ 'ايليڊ' جي ارڙهين باب ۾ هومر هيفيسٽس طرفان ڍال تي ناهيل هڪ سونهري نقش لاءِ لکيو آهي:

هر جي پويان
زمين جو رنگ ڪارا ڻ مائل هئو
۽ هر هليل زمين جهڙو هئو
حالانڪ هيءَ سون جو ڪم هئو
۽ اهو هن جي فن جو معجزو هئو.

اوڊيسيءَ (Odyssey) ۾ هن لکيو آهي:

هن مقدس ڳائڻي ڊيموڊوڪس کي سڏيو
جو تہ خدا جيڪا ڳائڻ جي صلاحيت هن کي ڏني آهي
تهڙي ڪنهن کي بہ نہ ڏني اٿس
ان لاءِ تہ هو جيئن ڪيپس تيئن ڳائي
۽ ماڻهن جي دل خوش ڪري.

ڪنفيوشس 551 ق.م ۾ چين جو هڪڙو عظيم فلاسافر ٿي گذريو آهي: هن پنهنجن ڪافي ڪتابن سان گڏ هڪڙو چيني 'نغمن جو ڪتاب' بہ گڏ ڪيو هو جنهن جو هڪڙو نظم انهن سپاهين جو گيت آهي جيڪي پنهنجن گهرن کان ڪافي پري آهن ۽ ظالم بادشاهہ جي جنگ وڙهي رهيا آهن:

پرن وارا ٻگهہ ڪيڏا نہ آزاد آهن
جيڪي وڻن تي آرام ڪندا رهن ٿا
پر اسين بادشاهہ جا نہ ٿڪجندڙ خادم
پنهنجي جوئر ۽ دال پوکڻ کان بہ قاصر آهيون.
آهي ڪو پڻ جيڪو پيلو نہ ٿيو هجي
۽ آهي ڪو مرد جيڪو پنهنجيءَ زال کان پري نہ هجي؟
هاڻ تہ اسان سپاهين تي رحم ڪر!
آخر اسين بہ انسان آهيون.
هڪڙو سپاهي جواب ڏئي ٿو:
صبح جي عظمت منهنجي مٿي تي تاج جيان آهي.
اچا، ڳاڙها، نيرا ۽ جمون رنگ گل زرد ٿي ويا آهن
مان بيقرار آهيان.
هتي سرءَ ۾ ڪومايل چبر ۾ ڪا شيءِ چُري
مون سمجهيو تہ هن جي پيرن جي آهٽ آهي
پر اهو گاهہ جو تڏو هئوا
مان چوڏهينءَ جي چنڊ جي رات پهاڙيءَ تي چڙهيس
مون هن کي ڏاکڻين رستي کان ايندي ڏٺو
تہ جڻ منهنجي دل جو ڪجهہ بار هلڪو ٿي ويو.

705ع ۾ هڪڙي شاعر 'لِي' يعني آلوچو (Plum) ڪنفيوشس جا سڀ ڪتاب ڏهن سالن جي عمر ۾ ياد ڪري ڇڏيا ۽ شاعري ڪرڻ لڳو:

انگور جو شراب
سون جو جام
۽ وُوُ جي دلڪش ۽ حسين دوشيزه.
هوءَ خچر تي سوار ٿي اچي ٿي
هن جي عمر پندرهن سال آهي
پنهنجا ڀرون نيري رنگ سان رڱيا اٿس
پيرن ۾ گلابي ڪيمخواب جو جوتو پاتل اٿس
۽ هوءَ غضب جي سُر ۾ ڳائي ٿي.
مهمانيءَ جي ميز تي
جتي ڪچُن جي خولن ۾ ڪاڏا پيل هئا
هوءَ منهنجي ٻانهُن ۾ مدهوش ٿي ويئي
چا تہ سوسن جي گلن واري پردي جي پليان
چُمر - چُمان ٿي!

لي شادي ڪئي پر هن جي آمدني ايتري ٿورڙي هئي جو سندس زال ٻار ڪي وٺي هلي ويئي ۽ هو پوءِ مختلف هنڌن تي آواراگردي ڪندو رهيو. هن جو ٻيو نظم آهي:

'وُوُ' جي سرزمين تي شهتوت جا وڻ سرسبز آهن
۽ منجهن ريشم جا ڪيئان ٽي - ٻيرا ننڊ ڪن ٿا.
ايرندي 'وُوُ' ۾ منهنجي گهر وارا الائجي ڪٿي رهن ٿا؟
نہ ڄاڻ اسان جن کيتن ۾ ڪير ٻيو هر هلائي ۽ فصل پوکي،
مان 'جشنِ بهاران' جي سمي پنهنجي گهر نٿو وڃي سگهان.
چو تہ دريا جي ڪناري سفر ڪرڻ کان لاچار آهيان!
ڏاکڻيءَ هوا جي هير مون پرديسيءَ جي روح کي اُڏاريندي ٿي وٺي،
۽ ان کي اسان جي قهوه خاني اڳيان پهچايو ڇڏي
اتي مان پنهنجي گهر جي اڱڻ ۾ آڙوءَ جو وڻ ڏسان ٿو
جنهن جا ٽلها پن ۽ شاخون نيرڙيءَ ڏنڌ ۾ لڏي رهيا آهن.
اهو وڻ مون پنهنجي گهر مان اچڻ کان بہ ٽي سال ٻهرين پوکيو هو.
آڙوءَ جو وڻ هاڻ وڌو ٿي قهوه خاني جي ڇت تائين پهچي ويو آهي.
جڏهن تہ مان اڪيلو هتي ڀٽڪي رهيو آهيان ۽ واپس گهر نٿو وڃي سگهان!

'ليءَ' جو هڪڙو ٻيو خوبصورت نظم آهي:

منهنجي ٻيڙي خوشبودار ڪاٺيءَ مان ٺهيل آهي،
۽ ان جي ٻنهي ڪنارن تي راڳي ويٺا آهن.

بانسريون ۽ سونيون ٿالهيون کڻيو
مِئي شراب جي هڪ شاهي پيپي سان ڪيڏي نہ مسرت آهي.
۽ ڪچ ۾ ڳائڻ واريون ڪُماريون.
بيڙي لهرن سان پئي ڇاڇولجي،
مان هوائي پريءَ کان وڌيڪ خوش آهيان.
جيڪا پنهنجي پيلي ٻگهہ تي سواري ڪندي آهي.
۽ جل پريءَ جيان آزاد جيڪا ائين ئي ٻگهن جو پيڇو ڪندي آهي.

'امراءُ القيس' عرب جو عظيم شاعر آهي جنهن هڪڙي قرآني آيت: 'اِنا اعطيناڪ الڪوثر فصلِ الربڪ وَانحر.اِن شانئڪ هُوالابتر' لاءِ چيو هو تہ: 'خدا جو قسم ان آيت کان وڌيڪ ڀي عظيم شاعري نٿي ٿي سگهي. امراءُ القيس کي حضور ﷺ جن بہ شاعرن جو امام سڏيو آهي.

اسلام کان پهرين عرب قبيلا پنهنجن شاعرن جو مقابلو ڪرائيندا هئا. عرب بدوئن کي گهوڙن، عورتن ۽ شراب کان پوءِ سڀ کان وڌو شوق شاعريءَ جو هوندو هو. اڻ پڙهيل عرب بدو هر سال 'عڪاظ' جي ميلي ۾ شاعريءَ جو زبردست مقابلو ڪندا هئا ۽ انعام مليل شعر کي 'سونهري گيت' جو نالو ڏيئي ان کي مصري ريشم تي سونهري حرفن ۾ لکي خانہ ڪعبہ جي پٿين تي ٽنگي ڇڏيندا هئا.

امراءُ القيس جو هڪڙو قصيدو آهي:

تضانيڪ مِن ذڪري حبيب و منزل
بسقط النوي بين الدخول فحو مل
فتوضح فالمقراه لم يحف رسمها
لما نسجتُها من جنوب و شمال!

(اي ساٿيو! گهڙي کن ترسو تہ اُسهيل يار جي ياد ۾ انهن وٿاڻن ۽ ماڳن مٿان آءُ ڳوڙها ڳاڙي وٺان. دوستو! ڪجهہ دير ترسو تہ مان دخول، حومل، توضع ۽ مقرات جي وارياسي کي پنهنجي اکين جي آب سان ريجي وٺان. ڏکڻ ۽ اتر جي هوائن انهن ماڳن ۽ مڪانن جا انگ ۽ آثار اجان ڪونہ ميٽيا آهن ۽ وقت جي وِٿيءَ اجان منهنجيءَ دل مان انهن جو ڪاڏو ڪڍي ڪانہ سگهي آهي.)

امراؤ القيس جو هڪڙو ٻيو قصيدو هن ريت آهي:

"تمام گهڻيون حسين دوشيزائون آهن جيڪي پرده نشين آهن، جن جي رهڻ وارن خيمن جي آس پاس سخت نگرانيءَ سبب ڪو وجڻ جي همت بہ نٿو ڪري سگهي پر مان بنان خوف جي انهن وٽ پهچي لطف اندوز ٿيان ٿو. انهن سان ڪلاڪن جا ڪلاڪ پيو دل لڳي ڪريان. هن جو پيٽ لسو چيلهہ سنهڙي، رنگ ڳورو ۽ جسم لچڪيلو ۽ چست آهي ڇاتيون پٿر جهڙيون سخت ۽ آرسيءَ جان چمڪن ٿيون! اهڙيءَ دلبر حسينا کي ڏسڻ لاءِ عقل مند ۽ پرهيزگار ماڻهو بہ مجبور ٿي پوندا آهن. ۽ انهن لاءِ پنهنجي اجهل جذبن کي سنڀالڻ مشڪل ٿيو پوي ۽ جي اها چوليءَ ۾ ملبوس هجي تہ پوءِ تہ زاهدن جا دماغ ۽ دليون بہ عشق سان ٽمٽار ٿيو پون."

عرب شاعر 'لبيدٰ' جو هڪڙو قصيدو آهي:

همت ڪريو همت، عورتن جا رکوالا
پنهنجين ترارن جي ڏار کي تيز ڪريو.
اسين صبح رنگ ڪنواريون آهيون،
اسين مخمل جي قالينن تي گهمون ٿيون
اسان جون ڳچيون موتين جي هارن سان سجيل آهن،
اسان جون پوشاڪون خوشبوئن سان معطر آهن.
اسين دشمن جو مقابلو ڪرڻ وارن سورمن کي،
پنهنجي ڇاتيءَ سان لڳائينديونسين.
پر ڊڄي هٽي وڃڻ وارن کي پنهنجي پيرن پر اچلائينديونسين.
اسان جون ٻانهون انهن لاءِ ناهن!

موپاسان هڪ هنڌ لکيو هو: 'حقيقي محبت ۾ روح جسم کي پنهنجين ٻانهن جو ٻاڪر پائيندو آهي' پراڻي عهدنامي ۾ ڪافي خوبصورت شاعري ملي ٿي. ان ۾ 'سليمان جو گيت' 'Song of the Songs' تمام گهڻو مشهور آهي جنهن جو هڪ حصو هيٺئين ريت آهي:

[1]"منهنجو محبوب منهنجي لاءِ* مُرَ جو هٽيو آهي جيڪو ساري رات منهنجي ڇاتين جي وچ ۾ پيو رهندو آهي. [2]منهنجو محبوب منهنجي لاءِ جديءَ جي انگورستان مان آندل مينديءَ جي گلن جو ڇُڳو آهي. [3]ڏس! تون خوبرو آهين اي منهنجي پياري! [4]ڏس! تون خوبصورت آهين ۽ تنهنجيون اکيون ڄڻ ڪبوتر آهن. [5]ڏس! تون ئي خوبصورت آهين ۽ مون کي وڻندڙ [6]مان ستارن جي چمڪ ۽ وادين ۾ ڪڙيل سوسن آهيان، [7]جيئن سوسن ٻوٽن ۾ تهڙي منهنجي محبوبا ڪنوارين جي ميڙ ۾، [8]جهڙو صوف جو وڻ بن ۾ اهڙو ئي منهنجو محبوب نوجوانن ۾ آهي، [9]مان تمام گهڻي مزي ۽ سرور ۾ ان جي ڇانوَ ۾ ويٺس ۽ هن جو ڦر منهنجي منهن ۾ مٺو لڳو. [10]مان توکي ميدانن ۾ ڊوڙندڙ روجهن جو قسم ٿي ڏيان، ته تون منهنجي مِٺي کي نه - جاڳائجان، نه اٿارجان جيستائين هو ٻاڻ نه اٿي. [11] منهنجو محبوب صرف منهنجو آهي ۽ مان هن جي آهيان، [12]جيستائين ڏينهن اُلهي ۽ ڇانوَ ٿئي. ته پوءِ اچجانءِ تون

* مُرُ: قديم مقدس ۽ خوشبودار مادو. حضرت عيسيٰ جي جمڻ تي ڪجهه ريڍارن مُرَ ۽ لوبان جي پيٽا ڏني هئي.

منهنجا محبوب. جوان هرڻن جيان ٽپا ڏيندو جيڪي باتر جي ٽڪرن تي آهن. [13]اي منهنجا محبوب! هل ته هلي کيتن ۾ پسار ڪريون ۽ ڳوٺ ۾ رات رهون. [14]پوءِ صبح سان انگورستان ۾ هلون ۽ هلي ڏسون ته باغ سائو ٿيو آهي، ان ۾ گل ٽڙيا آهن ۽ ڏاڙهونءَ جون مکڙيون ڪُليون آهن يا نه؟
[15]اتي مان توکي پنهنجيءَ محبت سان وهنجاريندس!"



# زندگيءَ جو تبديل نہ ٿيندڙ قانون!

Eric Arthur Blair (George Orwell) 1903ع ۾ هندوستان ۾ پيدا ٿيو. جتي هن جو والد سول سرونٽ هئو. هن جو ڪٽنب 1907ع ۾ واپس انگلينڊ ويو ۽ 1917ع ۾ آرويل ايٽن پهتو جتي هن لکڻ شروع ڪيو. 1922ع کان 1927ع تائين هن برما جي شاهي پوليس ۾ ملازمت ڪئي. جتي جي تجربي هن کان سندس پهريون ناول 'برما جا ڏينهن' 'Burmese Days' لکرايو جيڪو 1934ع ۾ ڇپيو. ان بعد ڪافي سال هن غربت ۾ گذاريا ۽ انگلينڊ واپس وَرڻ کان پهرين ٻہ سال پيرس ۾ رهيو جتي ماستري ڪيائين. ٻارن کي ٽيوشن ڏنائين، هڪ ڪتابن جي دوڪان ۾ هيلپر جي نوڪري بہ ڪيائين ۽ ان سان گڏوگڏ ڪافي رسالن ۾ مضمون بہ لکيائين.

هن جو ڪتاب 'Down and Out in Paris and London' 1933ع ۾ ڇپيو. 1936ع ۾ 'Victor Gollancz' هن کي يارڪ شائر ۽ لنڪاشائر جي دوري تي موڪليو جتي ماڻهو بيروزگاريءَ ۾ مبتلا هئا جيڪا صورتحال ڏسي هن 'The Road to Wigan Pier' لکيو جيڪو 1937ع ۾ ڇپيو. هن ڪتاب ۾ هن غربت ۽ افلاس جي زندگيءَ کي تمام سهڻي نموني چٽيو آهي. 1936ع جي آخر ۾ هو اسپين ويو جتي هن جمهوريت جي حق ۾ ويڙهہ ۾ حصو ورتو جنهن ۾ هو زخمي ٿي پيو. ان تجربي جو ذڪر هن سندس ڪتاب 'Homage to Catalania' ۾ ڪيو آهي جنهن ۾ هن ان گهرو ويڙهہ جو نقشو چٽيو آهي. 1938ع ۾ هو هڪ سينيٽوريم ۾ داخل ٿيو جتي علاج کان پوءِ بہ هو مڪمل طرح صحتياب نہ ٿي سگهيو. بعد ۾ هن 6 مهينا 'موراڪو' ۾ گذاريا ۽ اتي 'Coming up for Air' لکيو.

ٻي مهاڀاري جنگ ۾ هن 'هوم گارڊ' ۾ نوڪري ڪئي ۽ 'بي بي سي ايسٽرن سروس' ۾ پڻ ڪم ڪيائين. ان بعد اخبارن 'Tribune'، 'Observer' ۽ 'Manchester Evening News' جي سياسي ۽ ادبي صُفحن ۾ ڪم ڪندو رهيو.

1945ع ۾ هن جو تمام اهم ناول ڇپيو جنهن هن کي مشرق ۽ مغرب ۾ مشهور ڪيو سو ناول هئو: 'Animal Farm' ـ هيءَ هڪڙو تمثيلي ناول هئو جنهن کي 1995ع ۾ ڊبليو ايڇ سمٿ ۽ پينگوئن پبلشرز وارن پوري صديءَ ۾ تمام گهڻو پڙهيو ويندڙ ناول جو ايوارڊ ڏنو. آرويل جي 1949ع ۾ ڇپيل ناول 'Nineteen Eighty Four' بہ گهڻي شهرت ماڻي.

جارج آرويل 1950ع ۾ گذاري ويو. 'Animal Farm' 'ڏورن جو واڙو' ناول دراصل ڪميونزم ۽ سوشلزم جي خلاف بلڪ سوويت يونين جي نئين نظام جي خلاف لکيل ناول هئو جنهن ۾ ڏور پنهنجي مالڪ مسٽر جونز (زار روس) کي اينيمل فارم مان ڪڍي قبضو ڪن ٿا ۽ انسانن کان پنهنجي لاءِ آزادي وٺن ٿا. جنهن کي هو انقلاب چون ٿا. فارم ۾ گهوڙا سخت محنت ڪن ٿا, ڏڳيون, مينهون ۽ رڍون کير ڏين ٿيون جيڪو سڀ سوئر پيئو وڃن ۽ باغ ۾ صوف پيدا ٿين ٿا. اهي بہ سوئرن جي خوراڪ ۾ شامل ڪيا وڃن ٿا. سوئر سڄي فارم تي حڪومت ڪن ٿا ۽ ماسٽر مائيند سڏائڻ ڪري سڄو انتظام سندن هٿ وس آهي. بدڪون, ترڪيون ۽ ڪڪڙيون جيڪي بيضا ڏين ٿيون سي وڪيا وڃن ٿا. بيوقوف پر طاقتور گهوڙي (باڪسر) کي هڪ محنتي مزدور جيان ڏيکاريو ويو آهي. جنهن کي محنت ڪري ڪري بيمار ٿي پوڻ ڪري فارم جو مالڪ سوئر مسٽر نپولين (استالن) گهوڙن جي ڪاسائيءَ کي وڪرو ڪري ٿو ڇڏي ان کان پهريائين سوئر نپولين ٻئي اهم سوئر 'سنو بال' کي فارم مان ڪڍي ٿو ڇڏي ۽ حڪومت تي پاڻ قبضو ٿو ڪري

جانور جيڪو منشور ناهين ٿا ان ۾ ست مقدس اصول هيٺان هوندا آهن:

1. ڪهڙي بہ حالت هجي ٻن پيرن وارو اسان جو دشمن آهي.
2. ڪهڙي بہ حالت هجي چئن پيرن وارا يا کنڀن وارا اسان جا دوست آهن.
3. ڪو بہ جانور ڪپڙا نہ پائيندو.
4. ڪو بہ جانور بستري تي نہ سمهندو.
5. ڪو بہ جانور شراب نہ پيئندو.
6. ڪو بہ جانور ٻئي جانور کي نہ ماريندو.
7. سڀ جانور برابر آهن.

وقت گذرڻ سان چالاڪ سوئر 'اينيمل فارم' تي قبضو ڪري مٿيان سڀ اصل توڙين ٿا. 'سنو بال' (ٽراٽسڪائي) سوئر کي پهرين تہ فارم نيڪالي ڏني تي وڃي. بعد ۾ ان کي سزاءِ موت جو حقدار قرار ڏنو ٿو وڃي. نپولين مال خاني مان مسٽر جونز جا ٿو- پيس ڪڍي پائي ٿو. سوئر پنهنجي لاءِ نرم بسترا

وچائي انهن تي سمهن ٿا. مال خاني ۾ پيل شراب ملين ٿو تہ اهو پيئن ٿا. نيپولين فارم خلاف سازش ڪرڻ تي ڪافي جانورن کي ڪُتن (پنهنجن ايجنٽن) هٿان مارائي ٿو ۽ قتل عام ٿو ڪرائي.

سيني جانورن کي ڳائڻ لاءِ هڪ ترانو ڏنو ٿو وڃي. سائي رنگ جو ڪپڙو هٿ ڪري ان تي سِڱَ ۽ کُرَ جو نشان ٺاهي جهنڊو قرار ڏنو ٿو وڃي ۽ خاص ڏينهن تي مسٽر جونز (زار روس) جي بندوق مان فائر ڪيا ٿا وڃن. ميجر نالي هڪ پوڙهو سوئر سيني اڳيان تقرير ٿو ڪري:

'And remember comrades, your resolution must never falter. No argument must lead you astray. Never listen when they tell you that Man and the Animals have a Common interest, that the prosperity of one is the prosperity of others. It is all lies'.

'۽ ياد رکو ڪامريڊو! توهين پنهنجي هن فيصلي تي عمل ڪرڻ وقت ڪڏهن بہ غلطي نہ ڪجو. ڪنهن بہ قسم جي وضاحت متان توهان کي ورغلائي ۽ توهان انهن ماڻهن جون ڳالهيون ڪڏهن بہ نہ ٻڌجو جيڪي هيئن ٿا چون تہ: جانورن ۽ انسانن جا مفاد گڏيل آهن ۽ هيءَ تہ هڪڙي جي ترقي ٻئي جي بہ ترقي ۽ سک آهي. اهو سڀ ڪوڙ آهي!'

جانورن جي انقلاب جو ترانو هيٺيون هئو:

Beasts of England, beasts of Ireland,
Beasts of Every land and clime,
Hearken to my joyful tidings,
Of the Golden future time.

انگلستان جا شيطانئو آئرلينڊ جا حيوانئو
هر طرف جا وحشيو
منهنجي مسرت ۽ شادمانيءَ سان ڀريل ڳالهہ ٻڌو:
سونهري مستقبل جي ڳالهہ

Soon or later the day is coming,
Tyrant Man shall be over thrown,
And the fruitful fields of England,
Shall be trod by beasts alone.

جلد يا دير سان اهو وقت اچڻ وارو آهي
ظالم 'ماڻهوءَ' کي نيڪالي ڏني ويندي
۽ انگلستان جي ڦلن ڦولن سان ڀريل سر زمين
وحشي درندن سميت اٿلائي پٿلائي وڃهبي.

Rings shall vanish from our noses,
And the harness from our back,
Bit and Spur shall rust forever,
Cruel whips no more shall crack.

اسان جي نڪن ۾ پيل ناڪيليون ڪڍي اُڇلايون وينديون
اسان جي پٺين تي لڏيل بار لهي ويندو
لغام ۽ مهميز هميشه لاءِ ختم ٿي ويندا.
چهبڪ هڻڻ وارا ظالم هٿ پيچي ڇڏيا ويندا.
امير دولت مندن کي سوچڻ کپي ته:
هاڻ ڪڻڪ، جَوَ ۽ سڪل گاهه،
چارو داليون ۽ بيا سڀ ڪاڏا،
سڀ اسان جا ٿي ويندا. وغيره وغيره.

سمورا جانور ظالم انسانن تي جک کائين ٿا ۽ هڪ پيري ليڊر سوئر کين چوي ٿو:

'The only good human being is a dead one'.

هڪڙو سُٺو انسان صرف مُئل ماٺهوئي هوندو آهي'. سمجهَيَو.

'The truest happiness, lay in working hard and living frugally.'

ٿلهو نپولين (سوئر) جيڪو مسٽر جونز جي پٺنٽ پائي ۽ پائيپ وات ۾ وجهي ٿهڪ ڏيندو وتندو هو. هڪ پيري سيني کي صلاح ڏيئي رهيو هو:
"حقيقي خوشي هيءَ آهي ته سخت محنت ڪجي ۽ سادگيءَ سان زندگي گذارجي!' پوڙهي باندر جا هي لفظ سڄي ناول جي جان آهن يا وري ڪلائيميڪس آهن:

'Hunger, hardship and disappointment being, the unalterable Law of life'.

'بک، سختي ۽ مايوسيون، زندگيءَ جو تبديل نه ٿيندڙ قانون آهي!'
'Animal Farm' 17 _ آگسٽ 1945ع تي ڇپيو. اميريڪا ۾ ان ڪتاب جي ڇپجڻ کان اڳ آرويل جا نَوَ ڪتاب ٻنهي ملڪن ۾ ڇپجي چُڪا هئا. آرويل جي 1950ع ۾ مرڻ کان اڳ ئي هن ناول جا دنيا جي مختلف زبانن ۾ ڪافي ترجما ٿي چُڪا هئا. فارسي، تلگو يوڪريني ۽ آئس لينڊڪ بولين ۾ به. يورپ جي تقريباً سمورين زبانن ۾ هيءُ ڪتاب ڇپيو.
1945ع ۾ ئي آرويل کي جوزف زاپسڪي (Joseph Czapski) مليو جيڪو روسي ڪيمپ مان پڇي نڪتو هو جنهن باوجود روسي حڪمرانن جي مخالفت جي آرويل کي ٻڌايو ته هيءَ استالن جي عظمت هئي جنهن

روس کي جرمن توسيع پسنديءَ کان محفوظ رکيو. جوزف ان وقت ماسڪو ۾ هئو. جڏهن جرمنيءَ تقريباً ماسڪو تي قبضو ڪري ورتو هئو ۽ اها اسٽالن جي همت هئي، جنهن روس کي اهڙي خراب صورتحال کان بچايو ۽ حالانڪ 'Animal Farm' تاريخي طرح روسي انقلاب سان ميچ نٿو ڪائي پر تہ بہ نپولين کي اسٽالن جو نعم البدل قرار ڏنو ويو. زاپسڪيءَ سان ملاقات کان پوءِ آرويل پنهنجي پبلشر کي خط لکي ناول جو مسودو واپس گهرايو ۽ اٺين باب ۾ ترميم ڪئي. 'سمورا جانور زمين تي ڪِري پيا. سواءِ نپولين جي' هن تبديليءَ متعلق هو لکي ٿو تہ هيءَ اسٽالن جي شايانِ شان ٿيو ڇو تہ جرمنيءَ جي حملي وقت اسٽالن ماسڪو ۾ موجود هئو.

1946ع ۾ آرويل هن ناول کي BBC جي هڪ پروگرام مطابق لکيو. 2_ ڊسمبر 46ع ۾ ميڪڊونالڊ جيڪو هڪ اميريڪي جرنل Politics جو ايڊيٽر ۽ آرويل جو دوست هئو ان لکيو تہ هن Animal Farm پڙهيو تہ هو ڏاڍو محظوظ ٿيو ۽ ان ناول کي روسي تناظر ۾ ڏسي سگهجي ٿو. پر آرويل روس جي انقلابي فلسفي جو ڪو بہ ذڪر نہ ڪيو آهي. (سواءِ جهنڊي جي جنهن تي هٿوڙي ۽ ڏاٽي جو نشان هئو) مٿئينءَ ڳالهہ جي جواب ۾ آرويل لکيو تہ: 'Animal Farm' بنيادي طرح روسي انقلاب تي هڪڙي طنزيہ لکڻي آهي پر ان جو وڏي پئماني تي بہ اطلاق ڪري سگهجي ٿو. 'هن وڌيڪ لکيو تہ: 'پُرتشدد ۽ سازش تي ٻڌل انقلاب، جنهن جي قيادت اقتدار جا بکيا ماڻهو ڪري رهيا هجن، ان عمل سان رڳو آقائن جي تبديلي ئي ممڪن هوندي آهي. مان سمجهان ٿو تہ انقلاب صرف انتهاپسنديءَ کي جنم ڏئي ٿو. عوام سياڻو هوندو آهي ۽ جيئن ئي ڏسي ٿو تہ انهن جي ليڊر پنهنجو ڪم ختم ڪري ڇڏيو آهي. هو انهن جو خاتمو ڪري ٿا ڇڏين.' آرويل نيول فورس جي ان بغاوت جو ذڪر ڪيو جيڪا 1921ع ۾ (Kronstadt) ۾ ٿي. جڏهن بحري فوج لينن گراڊ جي هڙتالين جو ساٿ ڏنو هو جيڪي روسي حڪمرانن جي خلاف هڙتال ڪري رهيا هئا.

آرويل جو اهو ناول دنيا جي انهن چند ڪتابن جي زمري ۾ اچي ٿو جن کي پڙهڻ بعد اُئين ڀلائي نٿو سگهجي، جيئن سروانٽس جو ڊان ڪئگزٽ (Don Quixote) وڪٽر هيوگو جو (Notre Dame De Paris) بالزاڪ جو (Old Gorio) يا فلابير جو ميڊم بواري (Madame Bovary) ۽ پائلو ڪوئلو جو 'الڪيمسٽ' وغيره وغيره.

•

# ڪوئزي، نوبل انعام ۽
# سورهين صديءَ جو گرو نواب

جان ميڪسويل ڪوئزي (John Maxwell Coetzee) 1940ع ۾ ڪيپ ٽائون، ڏکڻ افريقا ۾ ڄائو هڪڙي انگريزي اسڪول ۾ پڙهيو. 1960ع ۾ هو انگلينڊ ويو جتي هن ڪمپيوٽر پروگرامر جي نوڪري ڪئي. اڄڪلهه هو شڪاگو يونيورسٽيءَ ۾ پروفيسر آهي.

1974ع کان هن فڪشن لکڻ شروع ڪيو 1980ع ۾ هن جو ناول 'وحشين جو انتظار' 'Waiting for the Barbarians' ـ ڇپجڻ بعد هن کي 'بکر پرائيز' مليو. جنهن ڪري هو ڪافي مشهور ٿي ويو.

ڪوئزي جا موضوع اڪثر چڱي ۽ بري ۾ فرق معلوم ڪرڻ بابت هجن ٿا. هن جي لکڻين ۾ ملمعي ۾ ويڙهيل مغربي تهذيب لاءِ سخت تنقيد پڻ ملي ٿي. ڪوئزي ڪڏهن ڪڏهن ته بنهه گهڻو حيران ٿي وڃي ٿو ته: 'آخر سچ ۽ ڪوڙ سڃاڻڻ ۾ به دنيا ائين منڌل ڇو آهي؟' ڪوئزي پنهنجين لکڻين ۾ نه رڳو ماڻهن جي حقن لاءِ بلڪ جانورن جي حقن لاءِ به وڙهي ٿو. ڪوئزي جي تازي ناول 'ايلزبيٿ ڪاسٽيلو' 'Elizabeth Costello' ۾ ته هن بابن جا عنوان به هن طرح ڏنا آهن:

- جانورن جي زندگي
- فلاسافر ۽ جانور
- شاعر ۽ جانور

2003ع جي ادب جو نوبل انعام ڏيڻ وقت جيڪو پريس ريليز جاري ڪيو ويو هو تنهن ۾ ڪوئزي لاءِ چيو ويو هو ته 'هو پنهنجين لکڻين ذريعي جيڪا تصوير ناهي ٿو ان ۾ پڙهندڙ گم ٿِي ٿو وڃي!' 'Waiting for the Barbarians' ناول کي Political Thirller چوڻ وڌيڪ مناسب ٿيندو جنهن کي هُن 'جوزف ڪونارڊ' واري اسٽائيل ۾ لکيو آهي: 'Life & times of Michael

'K. ۾ ڪوئزي جڻ ڪافڪا ۽ بيڪيٽ جيان لکي ٿو مٿيان بيئي ليکڪ 'Inner Consciousness' يا 'علامتي حقيقت نگاري' يا 'داخليتي حقيقت نگاري' تحت لکندا هئا ۽ جيڪا Style ٻي عالمگير جنگ کان پوءِ وڏيڪ سگهاري ٿي. 'The Master of Petersburg' ۾ هن دوستو وسڪي جي حياتيءَ ۽ لکڻين بابت ذڪر ڪيو آهي.

روس 20_ صديءَ ۾ رڳو چيخوف ۽ دوستو وسڪي پيدا ڪيا! جن جون لکڻيون دنيا جي ڪلاسڪس ۾ ڳڻائي سگهجن ٿيون.* 2002ع ۾ 'ناروي جي نوبيل انسٽيٽيوٽ' هڪ مقابلي يا راءِ شماريءَ جو اهتمام ڪيو جنهن ۾ دنيا جي هڪ سئو وڏن اديبن کان پڇيو ويو ته دنيا ۾ اڄ تائين ڇپيل سمورن ناولن مان ڪهڙا ناول وڌيڪ اهم آهن؟ ته انهن ليکڪن سترهين صديءَ ۾ ڇپيل ناول 'ڊان ڪيهوٽي' کي گهڻي کان گهڻا ووٽ ڏنا. بلڪ ان ناول کي فڪشن جو عظيم ترين ڪارنامو قرار ڏنو ۽ ان بعد هنن دوستو وسڪيءَ کي ساراهيو. پيبلو نرودا وري لکيو ته 'ڊان ڪيهوٽي کان پوءِ گارشيا مارڪيز جو ناول 'اڪيلائيءَ جا هڪ سئو سال' (One Hundred years of Solitude) جيڪو پڻ اسپينش زبان ۾ ئي لکيو ويو آهي هڪ عظيم الهام واري حيثيت ڌاري ٿو.

'Don Quixote' 'ڊان ڪيهوٽي' سروانٽس جو لکيل ناول آهي. جنهن کي مغرب ۾ 'اسپينش انجيل' قرار ڏنو ويو آهي ۽ هن ڪتاب لاءِ مشهور مصنف ۽ آرٽسٽ 'سلوا ڊور ڊالي' پنهنجا چٽر پڻ ٺاهيا آهن.

'ڊوستو وسڪيءَ' هن ناول کي 'هڪڙو اداس ڪتاب' جو لقب ڏنو 'ميلان ڪنڊيرا' به هن ناول کي ساراهيو آهي. اميريڪي تنقيد نگار 'لايونيل ٽريلنگ' هڪ پيري لکيو هو:

'All prose fiction is a variation of the theme of Don Quixote........... the problem of appearance and reality.'

لئٽن اميريڪا جي مشهور ليکڪ 'ڪارلوس فونتيئس' ڊان ڪيهوٽي جي ليکڪ 'سروانٽس' 'Cervantes' لاءِ لکيو ته هيءُ ليکڪ نه رڳو جديد پر گهڻو قديم بلڪ 'ابدي' آهي. نئينءَ دنيا جي شروعات هن ناول سان ٿئي ٿي!

---

* طارق علي پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي: 'Protocols of the Elders of Sodom & other Essays'

مائيڪل ڊي سروانٽس (Miguel de Cervantes) 9_ آڪٽوبر 1747ع ۾ پيدا ٿيو. هن جو پيءُ هڪڙو غريب طبيب هئو. سروانٽس هميشہ قرضن ۾ وڪوڙيل رهيو. 1771ع ۾ هن روم ۾ (Lepanto) ليپانٽو جي جنگ ۾ حصو ورتو پر زخمي ٿي پيو ۽ هڪ پاٽيءَ واري جهاز ۾ واپس اسپين اچي رهيو هو تہ هن کي ساموندي ڌاڙيلن اغوا ڪيو ۽ هن کي الجيريا ڪٺي ويا! جتان هن ڪيترائي ڀيرا ڀڄڻ جي ڪوشش ڪئي پر هو پڪڙجي پيو. نيٺ هن جي گهر وارن ڀَنگ جي رقم ادا ڪري هن کي ڇڏايو 1780ع ۾ هو واپس اسپين آيو. پر هن جي غربت ختم ڪانہ ٿي. هن ڪافي شاعري بہ ڪئي، ڊراما پڻ لکيا ۽ مختصر ڪهاڻيون بہ لکيون. پر هن جو ناول ڊان ڪيهوٽي (Don Quixote) سيني لکڻين کي مات ڏيئي ويو. جنهن ۾ هن هڪڙي جڙتو نواب جو قصو لکيو آهي:

تا یک ورق از عشق تو حال کردم، سي صد ورق از علم فراموشم شد!
(مولانا روم)

(تنهنجي عشق جو رڳو هڪڙو پنو پڙهيمَ تہ عِلم جا سوين دفتر وسري ويم!)



## هو مانجھی رے اپنا کنارہ ندیا کی دھارا ہے

مان هڪڙو اڳ ئي لکيل ڪوٽيشن ورجايان ٿو يورپ ۾ هيءَ تاثر عام آهي ته:

'If you are going to be old, you are going to be better!'

'توهان جيترو پراڻا يا وڏا ٿيندا پيا وڃو اوترو ئي خوبصورت ۽ چڱا ٿيندا پيا وڃو!'

هيءَ دنيا چاليهن سالن کان مٿي جي مردن ۽ عورتن ناهي آهي. رسول اڪرم ﷺ جن کي نبوت جي بشارت چاليهن سالن کان پوءِ ملي، حضرت ابراهيم عليه السلام جيڪو دنيا ۾ ٽن اهم مذهبن جي بانين جي به بانيءَ کي، ڇهاسي سالن بعد پٽ حضرت اسماعيل عليه السلام پيدا ٿيو ۽ هن نبي سڳوري نوانوي سالن ۾ پنهنجو ظهر ڪيو! دنيا ۾ جيڪي به ٻه مهاڀاري جنگيون لڳيون، سي چاليهن سالن کان مٿي وارن ماڻهن لڳايون. پر اهي چاليهن سالن کان گهٽ عمر وارن ماڻهن وڙهيون. انهن جنگين جي تباهيءَ ۽ نابوديءَ جي به ٽيهن سالن بعد، جڏهن مان ننڍي الهيار جي راهب پاڙي جي هڪڙي ڪچي گهر ۾ ڄائس ته مون ڏٺو: منهنجي گهر جي اَڱڻ ۾ ڍڳين ۽ مينهُن جو وٿاڻ هئو جتي ڳابيون، ڳابا، پاڏيون ۽ پاڏا رسو ڪلڻ سان ٽاڏيون ڏيئي وڃي ڪير ڏائيندا هئا. سليٽي ڏاڙهيءَ وارو وَڙُو ڏنار جنهن کي اسين 'ڪاڪو وَڙُو' چوندا هئاسين، نه رڳو انهن ڍورن کي چاريندو هو پر انهن مان صبح شام ڪير به ڏهي ڏيندو هو ان ڪري ننڍي هوندي ڪَير جام پيتاسون ۽ مکڻ کاڌاسون. سيارن ۾ اڪثر اسين ٻار ٻُسري يا ٻاجهر جي مانيءَ ۾ مکڻ ۽ کنڊ ملائي ناهيل ڳُٽي کائي ۽ وري اونهارن ۾ رات وارا رڌل چانور ۽ ڪير کائي ڪپڙي جو ٺهيل ٿيلهو ڪلهي ۾ لٽڪائي اسڪول ويندا هئاسون.

بنهہ ننڍي عمر ۾ ئي مون محسوس ڪيو تہ: ’ماڻهو بنهہ اڪيلو آهي، هر ماڻهوءَ جي قسمت الڳ آهي اڪيلو جيئي ٿو ۽ اڪيلو ئي مري ٿو!‘

مون کي پنهنجي وجود جو ڪوبہ خاص جواز ڏسڻ ۾ نہ آيو بلڪ هن دنيا ۽ ڪائنات جي وجود جو جواز بہ منهنجي ننڍڙي ذهن ۾ سمائجي نہ سگهيو. ايستائين جو اڄ بہ اها ڳالهہ منهنجي ذهن ۾ ڪنڊي وانگر اٽڪيل آهي!

شهر جي سنهين گهٽين ۾ هلندي مون ڏٺو: اميرن جي گهرن اڳيان اڇليل گند بہ اميراڻو هوندو هئو. ان گند ۾ اڇلايل انبن جا ڪوئلا ۽ ڪلون، بيضن جا Shells ۽ ٻارن جا ڀڳل رانديڪا هئا ۽ غريبن جي اڇلايل گندَ ۾ مٽي ۽ ڪک ڪانا هئا. غريبن جو گند بہ غريباڻو هئو!

هڪ ماڻهوءَ جي زندگي هن ڪائنات جي سمنڊ ۾ ڪا خاص معنيٰ نٿي رکي! پر ماڻهوءَ ان زندگيءَ کي تمام اهم بنائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي، جنهن عمل سان بہ اها خاص يا اهم نٿي بڻجي. ايستائين جو ملڪ، انهن جا نقشا، تاريخون، جاگرافيون، ٻوليون ۽ ثقافتون ۽ ملڪن جون سرحدون بہ ڪا خاص معنيٰ نٿيون رکن! ڇو تہ سڀ ڪجهہ بدلجندڙ هر لحظي ۽ لمحي تبديل ٿيندڙ آهي! ۽ ڪجهہ بہ باقي نہ رهندڙ آهي، نہ موسمون، نہ گل، نہ پوپٽ، نہ خوشبوئون، نہ نظارا ۽ Land Scape، نہ باغ ۽ نہ باغيچا! نہ ڦل نہ فروٽ سڀ ڪجهہ فنا ٿيندڙ ۽ وري وجود ۾ ايندڙ آهي! خدا مادي جي قسمت ڏاڍي ناقص ناهي آهي، جو اهو هر لمحي پنهنجي هر صورت بدلائيندڙ آهي. مون ننڍي هوندي پنهنجي چاچي جي ڪتابن مان هڪ ڪتاب ۾ ’گل گامش‘ جو قصو پڙهيو هو.

’گل گامش‘ هڪ ملڪ جو شهزادو هو جنهن کي موت جي خبر ئي ڪانہ هئي: (يعني هن کي زندگيءَ جي باري ۾ ڪا خبر ڪانہ هئي!) هڪ ڀيري هن جو هڪڙو دل وارو دوست گذاري ويو! گل گامش کي جڏهن پتو پيو تہ موت بہ ڪا شيءِ ٿيندي آهي تہ پهرين تہ ڪافي ڏينهن ٽائين هو دوست جو لاش سامهون رکي روئيندو رهيو. نيٺ هن ڪنهن ڏاهي کان موت بابت پڇيو تہ آيا ان جو ڪو حل آهي جو: ’ماڻهو سدائين جوان ۽ جيئرو رهي؟‘

”اي شهزادا! هتان کان تمام گهڻو ڏور ڪوهہ قاف جي علائقي ۾ (اهو علائقو روس ۾ آهي ۽ ان کي ڪاڪيشيس جبل ڪري چوندا آهن. جنهن علائقي سان ديون ۽ پرين جون ڪئين ڪهاڻيون منسوب آهن.) هڪڙي غار آهي جنهن جي پيٽ اندر هڪڙو پاڻيءَ جو تالاب آهي ۽ ان پاڻيءَ ۾ هڪ ڪنول جو گل ٽڙيل آهي

جيڪو ڪڏهن بہ نٿو ڪومائجي! جيڪڏهن تو اهو ڪنول هٿ ڪيو ۽
کاڌئي تہ تون امر ٿي ويندين. ڪڏهن بہ نہ پوڙهو ٿيندين ۽ نہ مرندين! جي
موت کي مات ڏيڻي اٿيئي تہ اهو ڪنول هٿ ڪر ۽ کاءُ! پر ان جاءِ تي پهچڻ
ڪا مذاق ڪانهي ڪئين ڪشالا ڪڍڻا پوندءِ!"

ڪافي سوچ ويچار کان پوءِ نيٺ 'گل گامش' فيصلو ڪيو تہ ڪوهہ
ڪاف جبل ڏانهن وڃڻو آهي ۽ ابدي زندگيءَ جو اهو ڪنول هٿ ڪرڻو
آهي! هن سفر جو پڪو ڪري تياري ڪئي ۽ پنهنجي اٿالي سان پنڌ
پيو: قصو مختصر گل گامش نيٺ هٽي وڃي هنڌ ڪيو ۽ ڪاڪيشيس
جبلن جي سلسلي مان ان جبل کي ڳولي هٿ ڪيائين ۽ ان ۾ اندر هڪ غار
۾ لٿو ۽ ان تلاءَ تائين پهتو جنهن جي وچ ۾ زندگيءَ ۽ جوانيءَ جو ڪنول
پنهنجي ڏکهي ڳچي ۽ خوبصورت چهرو ڪڍي مسڪرائي رهيو هو! گل
گامش جي خوشيءَ جي ڪا حد نہ رهي. هن تلاءَ ۾ ٽپ ڏنو ۽ وڃي نيل ڪمل
تائين پهتو اهو ست ڏيئي پٽيائين ۽ چاهيائين تہ کائي تہ هيو خيال آيس.
گهٽ ڏينهن جو ٿڪل آهيان. وهنجي سهنجي تازو توانو ٿيان تہ پوءِ ٿو
ڪنول کي کاوان. هن پٽيل ڪنول ڪناري تي رکيو ۽ ٽبي هڻي تلاءَ ۾
ترڻ لڳو.

ڪجهہ ئي لمحن ۾ هن هڪڙو عجيب منظر ڏٺو: 'هن جو پٽيل ڪنول
زندگيءَ ۽ جوانيءَ جي تلاوَ جي ڪناري تي هڪڙو ارڙ نانگ ڳڙڪائي رهيو
هو. اک ڇنڀ ۾ ارڙ نانگ ڪنول رڙڪي ڇڏيو. ان ئي دم هن ڏٺو ارڙ پنهنجي
بت کي وراڪو ڏنو تہ هن جي بت تان کلي لهي ويئي ۽ نانگ نئون سنئون
ٿي سَري هليو ويو.

هن ڪهاڻيءَ مان جيڪو سبق ملي ٿو اهو هيءُ آهي تہ. 'امر زندگيءَ
جو ڪنول ڦول. ڪنهن کي ڪيتري بہ ڪوشش جي باوجود ڪڏهن بہ نہ
ملڻو آهي!' سڀ ڪجهہ 'جر تي ڦوٽو جيئن. تون پڻ آهين تيئن' سمان آهي!
سڀ ڪجهہ نظر جو ڏوکو سڀ ڪجهہ بي بقا. سڀ ڪجهہ For the time
being آهي! سڀ ڪجهہ ڪجهہ بہ ڪونهي! ربِ ڪائنات هن دنيا جا
جيڪي بہ مَتا متعين ڪيا آهن سي ناقص آهن.

ان بعد مان Class Struggle ڪرڻ لڳس پر.مون جڏهن ڏٺو تہ دنيا ۾
ناانصافيءَ جو ڪو بہ ڇيهہ يا ڪو انت نہ هو ان ڪري مان Anti-
Establishment ٿي ويس. مان دنيا ۽ ڪائنات جي ڪنارن کي ڳولي رهيو

هئس. جڏهن ته مون کي پنهنجي ڪناري جي به خبر ڪانه هئي. مون ڏٺو ته دنيا ۾ چور آزاد ٿي رهيو هو ۽ ساڌ کي هٿڪڙين سان جيل پٺي موڪليو ويو. قاتل، ججن جي 'عظيم' فيصلن سان آزاد ٿي رهيا هئا ۽ بي ڏوهي ڦاسين تي چڙهي رهيا هُئا!' اها (Wealth, Beauty & Power) خوبصورتيءَ دولت ۽ طاقت جي اڻڏٺي قوت ۽ مظهر هئو. جيڪا چڪلي جي چاڙهين کان وٺي پارليامينٽ جي ايوان تائين پنهنجو ظالماڻو ۽ وحشي ناچ نچي رهي هئي! مان جيئن ته هڪڙي غريب گهر ۾ پيدا ٿيو هئس. ان ڪري منهنجو Class conscious ٿيڻ يا Anti Establishment سوچ ڌارڻ ڪو عجوبو نه هئو. مون کي بي انت طاقت ۽ دولت جي زور سان ٻين کي جهڪائڻ، بيوقوف بنائڻ ۽ بليڪ ميل ڪرڻ واري عمل کان سخت نفرت هئي. ان ڪري وَس پُڄندي مان ڪروڙ پتي ماڻهن جا طاقتور ۽ ويلدي ڏند (پنهنجي ڪيريئر ۾ بنا) پيچڻ ۾ دير نه ڪندو هئس! جيڪي پئسي ۽ اقتدار جي انڌ جا پردا پنهنجين اکين تي چاڙهيو هلن. اهي ماڻهو جن جا واسطا ۽ تعلقات عظيم عهديدارن (Higher Incumbants) سان هوندا هئا. انهن پنهنجن ذاتي مفادن خاطر جهڪائڻ جي ڪوشش ڪئي ته مون ٽني پوڻ وڏيڪ پسند ڪيو آهي ۽ تمام گهڻا دفعا ٽنو به آهيان! اهڙي عمل سان نقصان ٿي پرايو اٿم پر مون سمجهيو آهي، ته اهڙي عمل ۾ ماڻهوءَ جي عظمت ۽ Prestige ضرور آهي. هن دنيا ۾ دولت گڏ ڪري عظيم ٿيڻ جو تصور بلڪل ڪونهي. سمورا عظيم ماڻهو ڪکاون گهرن، جهوپڙين ۽ خيمن ۾ پيدا ٿيا هئا. حضرت عيسيٰ عليه السلام کي پيدا ٿيڻ بعد آهوري ۾ لڪايو ويو هو ۽ ان کي 33 سالن جي عمر ۾ ٻن چورن سان گڏ Crucified ڪيو ويو هو. ماڻهوءَ وٽ گهڻي دولت جو هجڻ ڪا خاص معنيٰ نٿو رکي، پر ماڻهوءَ وٽ ڪنهن به خصلت جو نه هجڻ ڪافي پريشانيءَ جهڙي ڳالهه آهي! حضور اڪرم ﷺ جن 63 سالن جي عمر ۾ دنيا کي بدلائي ڇڏيو سي پاڻ سڳورا پنهنجن ڪپڙن ۾ چتيون هڻندا هئا.

پئسي ۽ طاقت جي اچڻ سان اڪثر ماڻهن ۾ ترڙائپ اچي ٿي. چاپلوسي ڪرڻ واري ماڻهوءَ ۽ پُڇ لوڏيندڙ ڪُتي ۾ ڪو به فرق محسوس نه ٿيندو!

دنيا جي اهڙيءَ چيڙائڻ واري حالت کي محسوس ڪرڻ بعد منهنجي باغيانا ذهن چاهيو ته انهن قانونن ۽ قائدن جا آنڊا ڪڍي اڇلائي ڇڏيان! گهڻا ئي پئسي وارا ماڻهو ڏاڍا سلجهيل ۽ فضيلت ۾ به ٿين ٿا. سنڌيءَ ۾ پهاڪو آهي ته: 'ڏهه جهلي هڪڙي مينهن ٻيو پاڙو!'

سڀ کان گهڻي چڙ دنيا جي فطري ۽ غير فطري قانونن سان به هئي. دنيا ۾ ماڻهو جانورَ وڻ ۽ وَليون تقريباً سڀ تخليق جي هڪجهڙي عمل مان گذرن ٿا ۽ سڀ De-generation موت جي عمل مان گذرن ٿا. سڀني کي هوا، پاڻي ۽ کاڌي جي ضرورت پوي ٿي. سڀني جو گذارو هڪ فوڊ چين- (Food Chain) تي ٿئي ٿو. هر جيوُ ٻئي جيوَ کي پيو کائي ۽ رڙڪي! رات ۽ ڏينهن ٿئي ٿو. سج چنڊ، تارا ڪتيون پيا اُڀرن ۽ اُلهن. موسمون پيون اچن ۽ وڃن. پر سڀ کان اهم ڳالهه ته سڀ ڪجهه هڪ مخصوص زمان ۽ مڪان Time & Space ۾ پيو ٿئي!

مون سمورن کان پڇيو: 'هن ڌرتيءَ جو ڇيهه / ڪنارو ڪٿي آهي؟'

'سمونڊ تي!'

'۽ سمونڊ ڪٿي ٿو ختم ٿئي؟'

'سمونڊ تي!'

'۽ هيءَ ڌرتي ڇا آهي؟'

'سج جي چٽيل ڇاڻ مٽيءَ جو شاهي روڙو جيڪو ايترو ته تيز گهمي رهيو آهي جو محسوس ئي نٿو ٿئي!'

يا خدا! مون سوچيو اها مٽي ڦيرائڻ واري ڳالهه نه هئي؟

'۽ ڌرتيءَ جي هيٺان ڇا آهي؟'

'پاڻي.'

'۽ ان پاڻيءَ جي ڪهڙي حد آهي؟'

'پاتال!'

'۽ پاتالن جي ڪهڙي حد ۽ ڪنارو يا ڇيهه آهي؟'

'ڪوبه نه!'

'۽ آسمان ڪٿي ٿو ختم ٿئي؟'

'اها نظر جي حد آهي، ان بعد خلائون آهن!'

'۽ خلائن جو ڪنارو ڪهڙو آهي؟'

'خبر ڪانهي!'

'۽ تارا ڇا آهن؟'

'ٻرندڙ جسم!'

'۽ روح ڇا آهي؟'

'۽ بليڪ هولز ڇا آهن؟'

'۽ مادو ڇا آهي؟'

'ڇا اسين مادي جو چوٿون فارم ٿا ڳولي سگهون؟' منهنجو دماغ ڦيراتيون پائڻ لڳندو هو ۽ منهنجو روح روئڻ لڳندو هو: 'ڪهڙيءَ دنيا ۾ ڦاسايا ويا آهيون؟ جنهن ۾ ڪجهه به اسان جي مرضيءَ جو ڪونهي!؟

۽ مان روسي سائنسدان جو ڪتاب پڙهڻ لڳس، جنهن ۾ مادي جي چوٿين صورت جو ذڪر هئو.

پلازما! - ’۽ پلازما ڇا آهي؟‘

مون کي خبر پيئي تہ: آئن - اسٽائن Theory of Relativity ڳولڻ بعد ڪجهہ بيءَ طرح (صوفين جيان) سوچڻ لڳو هو ۽ ڊاڪٽر قدير جنهن ٿيوريءَ کي پُرووُ (Prove) ڪيو تنهن جو مطلب هئو:

’اول الله عليم اعليٰ عالم جو ڌڻي،
قادر پنهنجي قدرت سين قائم آهي قديم!‘

21 جولاءِ 1969ع تي اپولو-2 ۾ ايڊون (Edwin) ۽ نيل آرمسٽرانگ (Neil Armstrong) چنڊ تي جڏهن قدم رکيو تہ ڇا هنن بانگ ڏني هئي؟

منهنجي شهر ٽنڊي الهيار جو هڪڙو ماڻهو اهو ڏي چريو ٿي ويو. هُو گهران نڪتو ۽ مارڪيٽ جي وچ ۾ بيهي رڙيون ڪري ’نيل آرم اسٽرانگ‘ کي گاريون ڏيڻ لڳو هو. ان وقت مون کي محسوس ٿيو تہ هو جڻ مون کي گاريون ڏيئي رهيو هو: ’اڙي بابا! تهر تہ ڏسو: ڪافرن خدا جي ڪُجهہ ۾ هٿ وڌو آهي. هاڻ تہ پڪ سان تباهہ ٿي ويندا. قيامت ۾ باقي ڪي ڏينهن بچيا آهن. بلڪ هيءَ قيامت ناهي تہ ڇاهي؟ چون ٿا تہ چنڊ تي ماڻهو پيا گهمن! بابا قيامت اچي ويئي!“ هن جي منهن مان ٿُڪون اُڏامي رهيون هيون.

ننڍي هوندي کان وني ماڻٽن کان پئي ٻڌوسون تہ چوڏهين صديءَ ختم ٿيڻ ۾ باقي ڪجهہ سال آهن ۽ ان بعد دنيا ختم ٿي ويندي، 15هين صدي ٿيڻي ئي ڪانهي! پر نيٺ پندرهين صدي بہ اچي ويئي ۽ خيرن سان هلي پئي.

ماڻهوءَ جي جسم اندر ڪئين ڪينئان، فنگس، بيڪٽيريا ۽ وائرس پيا پلجن ۽ وڌن ويجهن ۽ بعد ۾ پيا ڪافي Cronic (پيچيده) بيمارين جو سبب بڻجن، پر ماڻهوءَ کي خبر ئي ڪانهي!

هن زمان ۽ مڪان (Time & Space) جي دنيا ۾ نہ ڏسڻ ۾ ايندڙ لهرون، روشنيون، الٽرا وائليٽ ڪرڻا، الفا، بيٽا، گاما ۽ الائجي ڪيترا نہ معلوم ٿيل ڪِرڻا ۽ لهرون ماڻهوءَ جي هڏن ۽ گوشت مان پار ٿي ڪيس Decay پيا ڪن، پوڙهو پيا ناهين. ماڻهوءَ جي جسم مان اهي نہ ڏسجڻ ۾ ايندڙ Waves تيرن جيان پار پيون ٿين ۽ ماڻهوءَ کي خبر ئي ڪانهي! ماڻهو جڻ مائيڪرو ويو

اوون ۾ پيل ڪو ٻوٽ. جيڪو پيو رَجهي ۽ ڪجهہ ماڻهو چوَن ٿا تہ: 'مَرڻ کان پوءِ بہ دنيا ۾ بہ ائين ئي سَڙڻو ۽ رَجهڻو پوندو؟' ايٽم بم جهڙي باهہ جي شاهي مَچ ۾ اُڇلائي دوزخ جا داروغا. ڏٿا ۽ گُرزَ ڪٽي هيٺن جو ماڻهو کي هڻندا تہ اُهو پرزا پُرزا ٿي ويندو! الحفيظ والامان! ۽ وري اُهي پکڙيل پرزا واپس گڏ ٿي اُهو ماڻهو ٺهندو (Re-shape ٿيندو) ۽ وري گُرز لڳندو ۽ ماڻهو اُهر جيڏا داڻا ٿي ويندو! ماڻهوءَ جي قسمت اهڙي ڇو ٿي آهي؟ جڏهن تہ مذهبن جي دعوي آهي تہ اُهي ماڻهن لاءِ پيدا ٿيا آهن ۽ پوءِ ماڻهوءَ آخر ڏوهہ ڪهڙو ڪيو آهي. جو ان کي امتحان ۾ وڌو ويو آهي؟

مون کي مُون پرينءَ هَڏي وڌو ٻار ۾
اُيا اِئين چون تہ مچڻ پاند پُسائيين!
(شاهہ)

ماڻهوءَ سان اهڙيءَ جُٽ جو ذڪر جڏهن مون انين درجي ۾ عربي پڙهائيندڙ استاد جي واتان ٻڌو، تہ منهنجو سڄو وجود لرزي ويو. مون کي ڏاڍي ڪاوڙ بہ آئي ۽ منهنجو سڀ ڪجهہ تان ايمان کڄي ويو! مرڻ کان پوءِ بہ ملائڪ اوهان جي سيراندي ۽ پيراندي اچي پڇاڻو ڪندا! ۽ مان ڏڪڻ لڳس! مونجهہ ٿيڻ لڳي ۽ اوهان جي ڪلهن تي بہ _ ملائڪ سگورا توهان جا عيبَ، ثوابَ لکڻ لاءِ هَڪيا حاضر آهن! تہ مون کي پنهنجن ڪلهن تي ڪو اڻ _ ڏٺو بار محسوس ٿيڻ لڳو.

مون سوچيو: 'هن دنيا ۾ ماڻهوءَ کي ٻُڪ، بيماريون ۽ ٻيا بہ ڪئين روڳ تہ هونئن ئي لڳل آهن ۽ باقي مرڻ کان پوءِ وري اهڙو قبر جو قيد ۽ دوزخ جا دڙڪا ۽ تاندبن ۽ گُرزن جا احوالَ ۽ باهين جا مَچ ڀاري ماڻهوءَ کي بار بي- ڳيو ئي ڪرڻو آهي تہ پوءِ اسان اهڙي دُنيا ۽ اهڙي جيئڻ کان ئي بس ڪئي. بلڪ اهڙي مرڻ کان بہ بس ڪئي ۽ مان خدا بابت سوچڻ لڳس. جيڪو مون کي قديم مصر جي ظالم فرعونن جيان پٿر جي هڪڙي آسمان تائين نهيل شاهي ڪرسيءَ تي ويٺل هڪڙي ڪرخت چهري وارو اهڙو وجود نظر آيو. جنهن جا مونکي رڳو پير پئي ڏسڻ ۾ آيا ۽ هو هيٺ هلندڙ سيني ماڻهن تي ازل کان ابد تائين ڪاوڙيل هئو! ۽ اهڙيءَ دنيا ۽ سڄي منڊل جو ڪهڙو جواز هئو؟ مون پنهنجن ڪلهن تي ملائڪن جو بار ڪجهہ وڌيڪ ئي محسوس ڪيو: هر ماڻهوءَ تي بہ ملائڪ! ڇا خدا ايڏو ظالم هئو؟ منهنجي خيال ۾ بلڪل نہ!

دنيا ريمبرانٽ (Rembrandt's) جي رکيل، ساهيڙيءَ (Whore) جھڙي هئي. لڪل/ اُگھاڙي/ خوبصورت ۽ پنھنجي مزاج ۾ پوائتي!

دنيا ڄڻ ڪو ٻُڪيو ڊائناسار هئو جيڪو ماڻھوءَ کي رُنبڻ ۽ رڙڪڻ لاءِ اچي رهيو هو. دنيا ڄڻ هٽلر جي ڪنسنٽريشن ڪيمپ هئي. دنيا ڄڻ گئس چيمبر هئي. دنيا ڄڻ باربيڊ وائرس وارو واڙو هئي ۽ اسين ان ۾ رهندڙ سڀ ڄڻ گرفتار ٿيل ۽ سزا يافته يھودي هئاسون! ۽ مرڻ کان پھرين ۽ مرڻ کان پوءِ بہ اوهان جي فرار جو ڪوبہ رستو ڪونھي. ڪابہ وٿي ڪانھي ۽ هتي اوهان کي مڪمل طرح ڪنھن ٻئي جي مرضيءَ سان هلڻو آهي. ڪنھن ٻئي جي 'Assignment' پوري ڪرڻي آهي. پلا آهي ڪا ٻي دنيا جتي جا قانون ۽ قائدا ڪي ٻيا هجن؟ ۽ ماڻھو ڪٿي اوڏانھن هليو وڃي؟! ڪا گنجائش ڪانھي: دنيا ڄڻ پاتال هئو جتي عشتار ديوي پنھنجا عتاب سَنيا (سزا يافته) ماڻھو رکندي هئي!

ماڻھوءَ کي پاتالن جي سزا هئي. ان وقت مون ڏاڍو عجيب محسوس ڪيو جڏهن مون ڏٺو تہ: 'منھنجي چوڌاري منھنجي ڳالھہ ٻڌڻ لاءِ ڪوبہ ماڻھو ڪونہ هئو. مون کي ٻڌڻ ۽ سمجھڻ وارو ڪوبہ نہ هئو. سڀ اڇلايل هڏن جي پويان ڊوڙي رهيا هئا ۽ پُڇ لوڏي رهيا هئا! مون پھرين تہ اڪيلائيءَ جو عذاب ڀوڳيو پر پوءِ هڪ دوست ملي ويم! جنھن ۾ پُڇ لوڏڻ جي صلاحيت نہ هئي. (بلڪ ان ۾ اها خصوصيت نہ هئي) ۽ مون ڏٺو هن دنيا اڳيان آڻ نہ مڃي، پڇي پُري پيو. هن ۾ ٽُٽي جُڙڻ جي صلاحيت بہ نہ هئي. جيڪا ڪڏهن ڪڏهن اوهان نشي جو سهارو وٺي بہ حاصل ڪري سگھو ٿا. دوستو وسڪيءَ بجي 'اوور ڪوٽ' جي ڪردار جيان پنھنجيءَ دل ۾ يا پنھنجي مُنھن تہ ٻين کي گاريون ڏيئي، پنھنجي اندر جي آنڊ-مانڊ ٿڏي ڪري سگھجي ٿي. پر هن شخص ۾ Compromise ڪرڻ واري رڳ ئي ڪانہ هئي. هن نہ رڳو پنھنجي ڀوهہ جوانيءَ ۾ خودڪشي ڪري ڇڏي، پر ان سان گڏ هن هڪڙو ٻيو ڪم بہ ڪيو. مون کي اڪيلو اواڪ ڪري ويو.

فرانس ۽ جرمنيءَ ۾ خودڪشيءَ ڪرڻ وارو ٽريند وڌيڪ هئو اُن جو سبب ماڻھوءَ جي حساسيت ۽ دنيا تي ٻي عالمگير جنگ جا اثر هُئا. ايٽم جي تباهيءَ جي ڪري انسان چيٿيون چيٿيون ٿي ويا! بلڪ اٺو ۽ چار ٿي ويا. جيڪي بچيا تن جي حالت ڏسي دنيا ڏهلجي ويئي. ڄڻ ڪي ايلين (Aliens) هجن ۽ ماڻھو Existentialism بابت سنجيده ٿي ويا. مون بہ هڪ

ڏينهن سوچيو تہ آپگهات ڪرڻ ۾ ئي عافيت آهي. اسڪول ۾ پڙهڻ ۽ ماستر جا موچڙا کائڻ کان تہ بهتر آهي، اوهان درياءَ ۾ ٻيڙي هلايو مڇي ماريو کائو ۽ رات جو سمهي پئو. نہ امتحان ڏيڻا پون نہ سمجهہ ۽ شعور اچي، نہ باريڪ بينيءَ سان سوچ جو موقعو ملي. نيٺ ڪئين راتين جي اوجاڳي بعد مون هڪڙو فيصلو ڪيو ۽ مان پنهنجي ان دوست جي نقشِ قدم تي هلڻ لاءِ تيار ٿي ويس:

مان گهران نڪتس ۽ هلندي هلندي درياءَ جي ڪناري تي اچي پُهتس تہ مون ڏٺو ٻڙ جي هڪڙي اجگر وڻ هيٺان ننڍي چوٽيءَ سان هڪڙو ساڌو پنهنجيون اکيون بند ڪري يوگا جي ڪنول آسڻ ۾ محو هو. هن کي بافتي جو پهراڻ، بافتي جي ئي ڌوتل پوتل گوڏ ٻڌل هئي، هن جي مٿي تي گيڙوءَ رنگ ڪپڙي جو ٽڪرو ٻڌل هئو ۽ هو هڪ ننڍي تڏيءَ تي ويٺو هو. هن جي پرسان سادي چمڙي جو هڪڙو تيل لڳل سپاٽو پيل هئو. ٻڙ جي وڻ مان ڪنهن پوڙهيءَ گدليءَ عورت جي چيڙهہ وارن جهڙيون چوٽيون لٽڪي زمين تائين پهچي رهيون هيون. لڳو ٿي ٻڙ جي وڻ تي ڪا ڏائڻ پنهنجا وار کوليو ويٺي هئي! ۽ سمورو رستو چٽيل ۽ سڪل پنن سان سٽيو پيو هو. منهنجي هلڻ سان سُڪل پنن جي ڪڙڪي تي ساڌوءَ پنهنجيون اکيون کوليون ۽ مون کي سڏ ڪيو:

"نوجوان!". هو جڻ منهنجي اچڻ جي انتظار ۾ هو. هو مون ڏانهن پنهنجين مهربان اکين سان نهاري رهيو هو.

چکر کے بیچ میں کنول ات پھولیا،
تاس کا سکھ کوئی سنت جانے،
شُبد کی گھور چھون اور تھان ہوت ہے،
آسیم سمند کے سکھ مانے،
کہیں کبیر یوں ڈوب سک سندھ میں
جنم اور مرن کا بھرم بھانے۔

(ڪائنات جي چڪر جي دل ۾ ڪيڏو نہ حسين ڪنول ڪڙيل آهي، ان جو لُطف ڪجهہ سنت ئي وٺي سگهن ٿا (جن جا روح پاڪ آهن نغمن (شبُد= لفظ) جون گهٽائون ڇڻني پاسي ڇانيل آهن ۽ دل هڪڙي ٻي۔ ڪران سمنڊ جي مُسرت ۾ ٻڏل آهي. ڪبير چوي ٿو تہ ان سک ساگر ۾ اهڙيءَ طرح ٻڏي وڃ، جو زندگيءَ ۽ موت جو سنڌو باقي نہ رهي!)

"سچ جي ڳولا ۾ نڪتو آهين نوجوان؟" هن جڻ منهنجين اوجاڳيل اکين ۾ ويراڳ جا صحرا ڏسي ورتا هئا. هن جڻ منهنجي اکين ۾ رُڃن کي

رنيندو محسوس ڪيو هو: مان هن جي ويجهو ويس ۽ هن ۾ گهوري نهاريم: هن جي اکين جو رنگ گلابي هئو ۽ انهن ۾ عقل ۽ علم جا ڏيئا ٻري رهيا هئا. هن جي چهري تي گوتم جهڙو گيان هئو.

'ماءُ منهنجو جندڙو ڪتي ۽ ڪوري!' منهنجين اکين ڳالهايو.

'نوجوان! لڳي ٿو موت کان ڊڄي ويو آهين!؟ ان ڪري آپگهات ڪرڻ نڪتو آهين!' هن ڪي منهنجي دل جي راز جو پرو پئجي ويو هو. مان ڪي قدر حيران ٿيس، مون هن جي پويان ڏٺو: درياءَ جي ڪنڌ جي ٻريان بيٺل ڪجهه ٻُنڊ وڻن مٿان چانهه پکي لامارا ڏيئي ۽ ٻولي رهيا هئا. آسمان اڇن ۽ نيرن ڪڪرن جي پانڪ سان ڀريل هئو.

جنم مرن بيچ ديکهه انتر نهين،
رَچ اور بام يون ايک آهين،
ڪهين 'ڪبيريا' سين گونگا تئين،
ويد ڪتب ڪي گم ناهين.

[زندگيءَ ۽ موت جي وچ ۾ ڪوبه فرق ڪونهي. ساڄو ۽ کٻو هٿ هڪ ئي آهي، ڪبير چوي ٿو ته هتي محرم راز گونگو ٿي وڃي ٿو ۽ هيءُ اُها صداقت آهي جيڪا ويدن ۽ ڪتابن ۾ نٿي ملي (صرف محسوس ڪري سگهجي ٿي)]

"ساڌو! مان موت کان نه بلڪ زندگيءَ کان ڊڄي ويو آهيان." مون وضاحت ڪئي.... 'سامي! زندگيءَ جو زهريلو نانگ ڦڻ ڪڍي ڦوڪاري ۽ ڏنگي رهيو آهي. زندگيءَ جو نانگ منهنجي گلابي ڪنول ڪي گل گامش جي هٿ ڪيل ڪنول جيان چٻاڙي/ رڙڪي رهيو آهي ساڌو!.... هاڻ مان زندگيءَ جو بار وڌيڪ وقت نٿو کڻي سگهان، حساسيت مون کي جيئڻ نٿي ڏئي. مان زندگيءَ ۽ وجود جي وزن کان عاجز اچي چڪو آهيان! مان هاڻ آپگهات ڪندس، مان هاڻ گوتم جيان چولي مٿائي گيڙوءَ رتي ڪفني اوڍي- او ڏور صحرائن ۾ جبلن ۽ ٻيلن ۾ وڃي واسو ڪندس! شايد موت ۾ نرواڻ آهي.... مان نرواڻ چاهيان ٿو. مون کي هاڻ نرواڻ کپي! ساڌو! منهنجو روح رتوڇاڻ آهي. مان ڄڻ يسوع جيان Crucified ٿي ويو آهيان.'

'منهنجو ڪچاڙو پينر هن پنيور ۾!'

منهجيون اکيون ڳوڙهن سان تر ٿي ويون هيون ۽ چپ سُڪي ٺوٺ ٿي ويا هئا. 'ڇا ماڻهوءَ جي قسمت ۾ نرواڻ آهي؟' مون سوچيو.

"ساڌو! مون کي ڪا خبر ڪانهي ته زندگيءَ جو ڪنارو ڪهڙو آهي، ابتدا ڪهڙي ۽ انت ڪهڙو ۽ مونکي اها به خبر ڪانهي ته هن ٻڙ جي، ديوتا

جهڙي چوٽيون وَڻيل وَڻ جو ڪنارو ڪهڙو آهي، ۽ هن چوليون هڻندڙ درياءَ جو ڪنارو ڪهڙو آهي ۽ هن لامارا هڻندڙ چانهه پڪيءَ جو ڪنارو ڪهڙو آهي ۽ سامهون آسمان تي هنن ڪنگرين وارن ڪڪرن جو ڪنارو ڪهڙو آهي؟ ۽.... ۽.... ۽" مان چپ ٿي ويس.

'انتظار ڪر نوجوان!' ساڌوءَ منهنجي ڳالهه ڪٽي ڇڏي، 'ڏيان ۽ گيان اچڻ جو انتظار..... چاليهن سالن تائين انتظار!' هن دور آڪاش ڏانهن نهاريندي ڳالهايو: 'چاليهن سالن جي عمر ماڻهوءَ جي سمجهه واري عمر آهي. هن دنيا ۾ ان جي ڪاروهنوار کي سمجهڻو اٿيئي تہ ان حد کي اچڻ ڏي، جڏهن ماڻهوءَ کي ٻُڌي* پيدا ٿئي ٿي.' هن اهو ڳالهائي مسڪرايو تہ مون کي محسوس ٿيو دنيا شايد ماکيءَ جي ماناري جهڙي هُئي! ساڌوءَ جي مُرڪڻ ۾ **رشين جهڙي خوبصورتي، ڌيرج ۽ مٺاڻ هئو. مون ڏٺو هن جي اکين مان نُور نڪري رهيو هو.

'هو چوليون هڻندڙ درياءُ ڏسين ٿو؟' هن وهندڙ درياءَ ڏانهن اشارو ڪيو. مون ڏٺو مست درياءَ چوليون هڻي رهيو هو. 'جيڪو ان جو ڪنارو ۽ انت آهي، اهو تنهنجو بہ ڪنارو آهي!' هن پنهنجيون اکيون بند ڪري ڇڏيون.

هن جڏهن پنهنجو فيصلو ٻڌايو ان بعد اسان ٻنهي ٻڙ جي صديون پراڻي ديوَ جهڙي شاهي ۽ گهاٽي درخت هيٺان ويهي، اُها شامَ ڍُڪ ڍُڪ ڪري پيتي، ۽ رات پنهنجي وجود ۾ ذرو ذرو ڪري لاٿي تہ منهنجي اندر مان زندگيءَ جو سراپ ختم ٿي ويو. اهو پاسي هن مون کي اپديش ڏيڻ بند ڪري ڇڏيو ۽ پيهر يوگا جي ڪنول آسڻ ۾ مشغول ٿي ويو!



---

* ٻُڌي: عقل.
* رَشي: پهتل شخص.

# مولانا روم، ڪيٽ واڪ ۽ نائن اليون
# ڪان پوءِ جي آمريڪا!

13- صدي عيسويءَ جي شروع جو هڪڙو زبردست شاعر ۽ عظيم عاشق مولانا روم، جنهن جي 'معنوي مثنوي' ۽ 'ديوان شمس تبريز' شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جي گودڙيءَ ۾ هميشه رهندا هئا ۽ اقبال جو 'جاويد نامو' جڻ روميءَ جي شاعريءَ جو اولڙو آهي، بلڪ ائين چوڻ وڌيڪ بهتر ٿيندو ته شاعريءَ ۾ رومي اقبال جو رهبر رهيو آهي. تنهن روميءَ جي شاعري اڄڪلهه مغرب جي نه رڳو اديبن ۽ اڪابرن کي ڀوڙي ڇڏيو آهي، بلڪ مغربي عوام کي به چريو ڪري ڇڏيو آهي ۽ خاص طرح اميريڪي نائن- اليون کي وساري روميءَ کي پڙهي ۽ نچي رهيا آهن! اها ڳالهه آهي ته:

اميريڪي اشاعتي اداري 'Harper' طرفان 'The Essential Rumi' جي نالي سان ڇپيل، مولانا روم جي شاعري بعد اميريڪي جڻ ننڊ مان جاڳي پيا آهن. ان ڪتاب جون پنج لک ڪاپيون 'گرم ڪيڪ' جيان وڪرو ٿي ويون ۽ رومي اميريڪا ۾ بيسٽ سيلر ٿي ويو.

آپکی یاد آتی رہے رات بھر، چشم نم مسکراتی رہی رات بھر!
کوئی دیوانہ گلیوں میں پھرتا رہا، کوئی آواز آتی رہی رات بھر!
درد کے چاند دل میں اترتے رہے، چاندنی جگمگاتی رہی رات بھر!

مولانا روم پنهنجي ڀرپور عشق، 'شمس تبريز' سان ملڻ کان پوءِ ڪجهه مٿئين شعر مصداق گذارڻ لڳو. شمس کي ڏسڻ کان پهرين مولانا هڪ مدرسي ۾ اسلامي تعليم ڏيندو هو ۽ زبردست زاهد هئو. هن جون راتيون ۽ ڏينهن عبادت الاهيءَ ۾ گذرندا هئا. بعد ۾ هن شمس تبريز جي چوڻ ۾ اچي پنهنجي والد (اولياءَ حضرت بهاءُ الدين) جا ڪتاب پڙهڻ بند ڪري ڇڏيا، جنهن جي گاديءَ تي هو نشين هو ۽ شمس جي رغبت ڏيارڻ تي هن

راڳ رنگ (سماع) جون محفلون پڻ منعقد ڪري ڇڏيون. جيڪي ان کان اڳ هن لاءِ منع هيون. مولانا. شمس جي عشق ۾ 'ديوان شمس تبريز' مرتب ڪري شمس کي امربڻائي ڇڏيو ۽ دنيا اڳيان 'فلاطوني' عشق جو مثالي اظهار ڪيو جيڪو بعد جي ڪافي صوفين جو بہ 'طُرھ امتياز' بڻيو.

'شمس تبريز' پاڻ بہ هڪڙو ڀهتل شخص هئو. هو نهايت ئي سهڻو ڇوڪرو هئو ان ڪري هن جي پيءُ هن کي ننڍي هوندي ئي تبريز موڪلي ڇڏيو. هن کي ماڻهن جي نظر بد کان بچائڻ لاءِ عورتن جي وچ ۾ رکيو ويو جتي هن اڳٺ اُٿڻ سکيا. جوان ٿيڻ بعد 'شمس تبريز' ڪارو چوغو پائيندو هو ۽ اڪثر پنهنجو چهرو ڍڪيل رکندو هو. پنهنجيءَ فطرت ۾ هو نهايت ئي سخت طبيعت ماڻهو هئو.

زاهد بودم، ترانا گويم ڪردي، سر فتنءِ بزم و باده جُويم ڪردي
سجاده نشين با وقاري بودم، بازيچءِ ڪودڪان ڪويم ڪردي!
(رومي)

(وقت جو زاهد عابد هئس مون کي راڳيندڙ ڪري ڇڏيئي. سڄي ملڪ ۾ رُسوا ڪيئي ۽ شراب نوش ڪري ڇڏيئي. چڱي خاندان جو عزت دار ۽ سجادا نشين هئس. ڇڻ گهٽيءَ ۾ کيڏندڙ ٻار ڪري ڇڏيئي!)

اهڙيءَ حالت کان پوءِ 'مولانا' جي شاگردن ۽ 'مولانا' جي ڪچهريءَ ۾ ويهندڙن ڇوڙ شروع ڪيو تہ 'مولانا' جيڪو شريعت جو سخت پابند هئو سو هاڻ هڪڙي بنان نسب ۽ نالي واري ماڻهوءَ جي عشق ۾ ايترو محو ٿي ويو آهي، جو دوستن کي سندس شڪل ڏسڻ بہ نصيب نٿي ٿئي. ماڻهو شمس جا دشمن ٿي ويا تہ هڪ ڏينهن شمس ماٺ ميٺ ۾ 'قونيہ' مان گم ٿي ويو. جنهن تي 'مولانا' جي حالت انتهائي مخدوش ٿي ويئي ۽ هن شمس جي مخالفن سان ڳالهائڻ ٻولهائڻ بند ڪري ڇڏيو.

مولانا جي شاعري 'شمس تبريز' سان ملاقات ۽ عاشقيءَ بعد شروع ٿي. ڪافي ڏينهن بعد اوچتو دمشق مان 'شمس تبريز' جو هڪڙو خط پهتو تہ ان سَرهائيءَ ۾ 'مولانا' جي حالت ڪجهہ بدلي ۽ هن 'شمس' جي شوق ۽ عشق ۾ نہ رڳو ٻيهر سماع (راڳ رنگ) منعقد ڪيو پر غزل بہ چوڻ لڳو.

'شمس تبريز' مولانا جي مثنويءَ جو موجب بڻيو ۽ مولانا جي آخري عشق 'حسام الدين' طرفان ان کي سهيڙڻ ۽ لکڻ جي ڪري مشرق جي اها عظيم شاعري دنيا کي ورثي ۾ ملي، جنهن ستن صدين کان مُلڪن ۽ تهذيبن جون سرحدون ٽوڙيون، مشرقي ٽوڙيو مغربي عشق (بلڪ مرد سان عشق) کي

دوام بخشيو. نـ رڳو صوفين بلڪ ڪافي فلاسافرن بہ چوڪري (مذڪر) ۾ نہ رڳو خدا جي خدائي ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي پر عشق جي تاريخ کي پڻ نوان موڙ ڏنا! دراصل مثنوي مولانا جي عمر جي آخري چوڏهن سالن جي عرصي دوران لکي ويئي جيڪي هن شمس جي هجر ۾ گذاريا!

مولانا جي زندگيءَ ۾ هيو موڙ تڏهن آيو. جڏهن 'شمس تبريز' پيهر گم ٿي ويو يا مخالفن کيس ماري ڇڏيو يا وري زخمي ڪري ڇڏيو؟ جنهن جي پڪي خبر ڪنهن کي بہ ڪانهي! بهرحال مولانا روم صبح جو جڏهن مدرسي ۾ پهتو ۽ کيس خبر پيئي تہ 'شمس تبريز' گم ٿي ويو آهي، تہ هو پنهنجي والد جي درگاھ تي ويو ۽ اتي وڃي رڙيون ڪرڻ لڳو: "بهاء الدين چہ خفتہ' برخيزو طلب شخيت کن ڪہ بازمشامِ جا ترا از فوائح لطف او خالي مي يابيم" (بهاء الدين چو ستو آهين؟ اٿي ۽ منهنجي دوست کي ڳول ڇو تہ پيهر پنهنجي جان لطف کان خالي آهي!)

'شيخ گشت از فراق اُو مجنون! بي سروپاز عشق چُون ذُلنون رح'

(مون کي هن جي فراق ۾ مجنون ڪري ڇڏيئہ جڻ ذالنون مصريءَ جيان عشق ۾ بي سرو سامان ڪري ڇڏيئہ)

ان بعد سڄي عمر مولانا، شمس جي عشق ۾ پريشان رهيو ۽ ڪو ماڻهو کيس رڳو اهو چوندو هو تہ 'مون شمس تبريز کي فلاڻي هنڌ ڏٺو آهي تہ مولانا پنهنجو لباس لاهي ان کي بخشش ڪري ڇڏيندو هو ۽ وري ڪو کيس چوندو هوُ تہ، 'قبلہ هن شخص شمس کي نہ ڏٺو آهي، مڙيو ئي غلط خبر ڏني اٿس'. تہ چوندو هو: 'جيڪڏهن خبر صحيح هجي ها تہ مان لباس جي بجاءِ پنهنجي جان نہ نذرانو ڪري ڇڏيان ها؟!'

عاشقي شد طريق و مذهب شان غير عشق است پيش شان هذيان
ڪفرو اسلام نيست در رهہ شان، شمس تبريز شد شهنشہ شان
ڪارشان مستيست وبي خويشي، ملت عشق هست بي ڪيشي!
(رباب نامہ)

'هاڻ عاشقي اسان جو مذهب ٿي ويو ۽ بنان عشق جي سڀ ڪجهہ بي سود آهي. ڪفر ۽ اسلام هن رستي ۾ ڪا معنيٰ نٿو رکي، شمس تبريز اسان جو شهنشاھ آهي. عاشقن جو ڪم مستي ۽ بي خودي آهي، عشق جي جهان جو ڪو آئين ۽ اصول نٿو هجي.'

'هارپر' طرفان ڇپيل ڪتاب 'The Essential Rumi' جو ترجمو 'ڪول مين بارڪس' ڪيو آهي جيڪو صاحب اميريڪا جي جارجيا يونيورسٽيءَ ۾ شاعريءَ جو پروفيسر آهي.

’روميءَ‘ جي ’مثنوي‘ ۽ ’رباب نامي‘ جا چاليھہ/ پنجاھہ کن نسخا ڇپيل آھن ۽ مغرب ۾ ’آربري نڪلسن‘ ۽ جرمن صوفي عورت ’اين ميري شمل‘ جنھن وصيت ڪئي ھئي تہ: ’مران تہ مون کي مڪليءَ جي قبرستان ۾ دفن ڪجو!‘ پڻ روميءَ جي شاعريءَ جا ترجما ڪيا آھن. پر ’ڪول مين بارڪس‘ سڀني کان گوءِ کڻي ويو آھي.

ان کان علاوه ھالي ووڊ جي ھاءِ ڪلاس پروڊيوسر Omar kaczmarczyk جيڪو اڪثر ’سپرمين‘ تي فلمون ٺاھيندو رھيو آھي سو روميءَ بابت ھڪ فلم ٺاھڻ جو ارادو رکي ٿو. جنھن ۾ ھن جو خيال آھي تہ ھو صاحب ’رومي‘ ۽ ’شمس تبريز‘ جي عشق Intense relationship يا Strong Emotional relationship کي بہ واضح ڪندو. جيڪو تعلق ڪن ماڻھن جي خيال ۾ اصل ۾ Gay تعلق آھي! ڇو تہ مولانا جو مسلڪ ۽ قول ھيءُ ھئو تہ ’محبت جو سبب جنسيت ھوندي آھي!‘

انڊيا جي ديپڪ چوپڙا وري ھڪڙي C.D ٺاھي آھي، جنھن ۾ ھن ’ميڊونا‘ ۽ ’ڊيمي مور‘ جھڙن زبردست اسٽارز کان اھي ترجما پڙھايا آھن. C.D جو نالو آھي ’A gift Of Love.‘ ’ڊونا ڪارن‘ ھڪڙي فيشن شو جي پس منظر ۾ ’روميءَ‘ جي شاعريءَ جو ترجمو پڙھايو ۽ دنيا جي سڀ کان وڌيڪ مھانگن سپر ماڊلز ريمپ تي ڪيٽ واڪ ڪيو.

اھڙيءَ طرح مغرب، ھاڻ مشرق جي ھڪ اولياءَ، درويش، عاشق ۽ شاعر ’رومي‘ کي نئين انداز ۾ Invent ڪري رھي آھي.

# ڪڇونءَ جي پٺيءَ تي رکيل دنيا!

زندگي جي اها خوبصورت ترين موسم هئي جڏهن ٽرن، برن جا پنڌ جهاڳڻ معمول هئو. زندگي رڻ ۾ ٻوڙندڙ روجهه جان اتاڳي هئي. ان دور ۾ زندگي اهڙي حسين ۽ اڪثر محبوبا جيان هئي، جيڪا پل ۾ نهي (راضي) ۽ پل ۾ ڀڄي (ڪاوڙجي) سوچن جا سمونڊ هئا. چنڊ رات جو ڇو ٿو اُڀري؟ چانڊوڪيءَ ۾ ڪنهن ٽنيهر جي اوچتي رڙ ۾ ايترو درد ۽ جدائي ڇو آهي؟' 'چانڊوڪي ڪنهن جادوگرياڻيءَ جيان ڇو آهي؟ جو ققنس ان جي چاهه ۾ پاڻ کي زخمي ڪندو ٿو رهي؟' ۽ 'سمنڊ جون هرڻ جي چالن جيان ٻوڙندڙ بيتاب لهريون اڇلجي اڇلجي چنڊ ڏانهن ڇو ٿيون واجهائيندڙيون رهن؟'

مان اڪثر راتيون جاڳي جاڳي اهو سڀ ڪجهه سوچيندو رهندو هئس، 'خدا ڇو ماڻهن کان ايترو پري ستين آسمان تي ويٺو آهي؟' 'ڇا خدا مسجدن ۽ مندرن ۾ رهي ٿو؟' 'پاڪ ڪليسائين جي شاهي ڇتين اندر رهي ٿو؟' 'ماڻهو ڇو اجنتا ۽ ايلورا جي غارن ۾ سالن تائين واڙجي نقش نگار اڪيريندا رهندا هئا؟' 'مائيڪل اينجلو روم جي معبدن ۾ ڀتين ۽ ڇتين تي ڇو سالن جا سال ڇيلهه ڇپي ڪري ڪنواري مريم، يسوع ۽ ان جي چيلن جا مجسما ٺاهيندو رهيو؟' 'راڳي راڳ ڇو ٿا ڳائين؟' 'وڻن ۽ ولين ۾ گل ڦل ڇو ٿا لڳن؟' 'سج ڇو ٿو اُڀري ۽ اُلهي؟' ان دؤر ۾ منهنجي حالت ميران ٻائي جي هن شعر جهڙي هئي:

سکي ميري نيند نساني هوءِ
پيو ڪي پنتهه نهارت سگري رين وهاني هوءِ
سڀ سکهين مل سيکهه دئي، مين ايک نہ ماني هوءِ
بن ديکهي گل نهين پرت، جيا ايسي ٺاني هوءِ
انڪ ڇهين وياڪل پئي، مکهه پيو پيو باني هوءِ
انتر ويدن ورهه ڪي وه پير نہ جاني هوءِ
جيون چاتڪ گهن کو رٽي مڇهري جمي پاني هوءِ
ميرا وياڪل ورهه ني، سُڌ ـ ٻڌ بسراني هوءِ

(اي ساهڙيءَ مون کان ننڍ اُڏامي ويئي آهي. مون سڄي رات پنهنجي پرينءَ جي راهه نهاريندي گذاري آهي. سمورين ساهيڙين مڙي مون کي سمجهايو پر مون سندن هڪ به نه مڃي (ساڄن) بنان ڏني سک نٿو اچيم ۽ هاڻ ته ڪجهه ڪرڻ لاءِ جيءُ ڀڄي اچي ٿو. منهنجو سرير سڪي ويو آهي، بي چيني وڌي ويئي آهي ۽ چپن تي صرف پنهنجي محبوب جو نالو آهي. مان اندر ئي اندر هجر جي آڳ ۾ جلان پيئي ۽ هن کي منهنجي خبر ئي ڪانهي! جيئن چنڊ آوارا ڪڪرن کي پيو ڏسندو آهي جيئن پاڻيءَ لاءِ مڇي تي تڙپي، اهڙي طرح مان هجر جي ماريل ميران ڏکي آهيان، سموري سڌ ٻڌ کوئجي ويئي اٿم.)

منهنجي اهڙي حالت جو صحيح اندازو هڪ مندر ۾ ويٺل منگهي مالهيءَ لڳايو. ان ئي دؤر ۾ مون کي پنهنجي شهر ۾ ٻه ٻيا ماڻهو به نظر آيا، جن 'پريان سندي ڳالهڙي' ٻڌي هئي يا وري: 'ني مائين مين ڪنون آکان، درد وڇوڙي دا حال ني' واري ڪيفيت مان گذريا هئا. جن ۾ هڪڙو هئو فضل احمد بچاڻي ۽ ٻيو ڊاڪٽر غلام قادر نظاماڻي، (مير علي احمد ٽالپر جو نائي ۽ قيصر نظاماڻيءَ جو پيءُ) منهنجي گهاٽن دوستن ۾ اُهي ٻه ماڻهو ئي شامل هئا. حيدرآباد ۾ وري ڊاڪٽر نجم عباسي ۽ مراد علي مرزا منهنجا گهاٽا يار هئا. انهن سمورن يارن تي ٻئي موقعي تي لکبو جيڪي سڀ منهنجي لاءِ 'ٻڙ جي ڇانو اڳي ڪان گهاٽي' جيان هئا. انهن يارن سان وقت گذرڻ سان نينهن جا ناتا وڌندا ئي رهيا، گهٽيا ڪڏهن به ڪين. نجم عباسي ته نه رڳو منهنجو دوست هئو بلڪ ويج به هئو. هو اڪثر اسٽيٿوسڪوپ کڻي منهنجيءَ ويڳاڻي دل جي Palpitation جاچيندو ۽ مون کي صلاحون ڏيندو رهندو هو.

فضل احمد بچاڻيءَ جي اکين ۾ شروع کان وٺي مون کي واريا سين ميدانن ۽ ريگستان جهڙي اُداسي ۽ وحشت پاسندي هئي. زندگي هن کي به شايد مون وانگر ڏيچاري ڇڏيو هئو زندگي هن کي سارتر جي وجوديت جا ڏنگ هڻي هڻي پاڻ وهيڻو بڻائي وڌو هيو پر هو مون کي نمازون نه پڙهندي به مذهبي ماڻهو لڳندو هو هن جي دل جي مسجد ۾ تڏو ۽ ٽئونري وڇايل هوندي هئي، مڊل ڪلاس سان تعلق هوندي به هو اشتراڪي لڳندو هو ۽ اشتراڪي هوندي به مون کي سامراجي سوچون رکندڙ لڳندو هو.

فضل احمد بچاڻي جو اتاڳو ۽ اڪيلو روح به منهنجي سوچن جيان ڪڏهن به هڪ هنڌ ڪٽيا اڏي نه ويٺو. هن جو روح ٻڌ ڀڪشوئن وانگي گيڙو جٽيو پائي، ملڪان مُلڪ گهمندو رهيو ۽ هن جون بيتاب اکيون جن ۾ صدين جون وياڪلتائون ڏانئڻن جيان ڊوڙنديون رهنديون هيون انهن اکين کي ڪنهن به آخر تائين نه سمجهيو.

1977ع کان وٺي 1986ع تائين جي ڏهن سالن جي ان سڄي عرصي ۾ مون فضل احمد بچاڻيءَ کي هڪڙي اهڙي سچئيشن ۾ ڏٺو جنهن لاءِ 18 صدي جي آخري سالن کان وٺي ويهين صديءَ جي آخري سالن تائين (200 سالن) جا پيدا ٿيل وجودي فلاسافر، اديب رڙندا، رنيندا آيا هئا. 'We are in a situation such was not created by us and nor by our fore-fathers!' اسين سيسفس جيان سزا ۾ آهيون!' وجودي فلاسافر مسلسل رودالي‌ءَ جيان ڪارا ڪپڙا ڪري روئي رهيا هئا. وات ۾ ڪپڙو وجهي رانيات تي ڪيائون. پنهنجي ڇاتي پٽي پٽيائون. هاءِ هاءِ زندگي تون ڇا آهين؟ زندگي تون اسان وٽ هوندي به قلعي ۾ قيد ٿيل محبوبا جيان ڇو آهين؟ زندگي تون ايتري بيوفا ڇو آهين؟ زندگي تون جنهن وٽ به آهين ان کي ڇو ٿي cheat ڪرين؟ زندگي، تون هوندي به ڇو نه آهين؟ مان ۽ فضل احمد بچاڻي به ائين ئي زندگيءَ جي ان بي وفائيءَ ۽ اکڙ محبوبا واري ڪيفيت (جنهن ۾ محبوبا رات وَرَ سان گڏ گذارڻ جي باوجود محبوب کي چوي ٿي: تون ڪوڙو آهين ۽ محبوب چاڻندي به ته هوءَ ڪوڙ پيئي ڳالهائي هن سان گڏ گذارڻ لاءِ مجبور آهي) تي خائف ۽ ڊنل هئاسين.

هن سموري ڪائنات ۾ جتي سج، چنڊ، ٻيا گرهه، اپگرهه، تارا، ڪهڪشائون، بليڪ هولز ۽ بيبي يونيورسز (Baby Universes) آهن، اسٽيفن هاڪنگ (Stephen Hawking) ڪائنات جي تصوير واضح ڪندي هڪڙو لطيفو ٻڌائي ٿو ته: 'هڪڙي ڀيري مشهور اديب برٽرينڊ رسل ستارن جي علم (Astronomy) تي ليڪچر ڏيندي چيو ته: 'ڌرتي سج جي پويان ڦري ٿي، سج تارن جي هڪڙي شاهي ميڙ جي پويان پيو ڦري، جنهن کي اسين ڪهڪشان ٿا چئون' ته ليڪچر جي آخر ۾ هڪڙي پوڙهي اُٿي بيٺي ۽ پڇيائين: "تون اسان کي الاجي ڇا ڇا پيو ٻڌائين. جڏهن ته دنيا ته اصل ۾ هڪڙي چپٽري پليٽ جهڙي آهي ۽ اها هڪڙي شاهي ڪڇونءَ جي پٺيءَ تي رکي آهي."

برٽرينڊ رسل کليو ۽ پوڙهيءَ کان پڇيائين: "ته پوءِ اهو ڪڇون ڇاتي بيٺل آهي؟"

"تون ڏاڍي هوشياري پيو ڏيکارين نوجوان". پوڙهيءَ سختيءَ سان ڳالهايو: "توکي خبر آهي ته اهو ڪڇون ٻئي ڪڇونءَ مٿان بيٺو آهي." پوڙهيءَ ٺهه ٺهه وراڻيو.

دنيا ڪهڙي طرح ٺهي؟ اها ڪيئن ختم ٿيندي؟ زمان ۽ مڪان (Time & Space) ڇا آهن؟ ان لاءِ اسين سڀ اڻ ڄاڻ آهيون Aristotle (ارسطو) هڪڙو

اندازو هنيو تہ دنيا هڪڙي پاسي ڪان ٻئي پاسي يا ڇيڙي تائين چار لک Stadia آهي ۽ هڪڙو Stadia اٽڪل 200 والن جو آهي. ساڳئي فلسفي پنهنجي ڪتاب 'On the heavens' 340 بي. سي ۾ لکيو آهي: 'ڌرتي گول آهي' پر جيئن تہ دنيا ۾ انفارميشن ماڻهن تائين پهچڻ جي هميشہ کوٽ رهي آهي، ان ڪري ماڻهن ۾ سمجهہ جو گهڻو فقدان آهي. دنيا ۾ ٽي حصا پاڻي آهي ۽ موجوده کنڊ بہ اڳ ۾ گڏ هوندا هئا ۽ هاڻ ڌار ڌار ٿي ويا آهن. ساڳيو اميريڪي جڏو سائنسدان اسٽيفن هاڪنگ سندس ڪتاب 'A Brief History of time' ۾ لکي ٿو: 'Black Holes' سج کان هڪ ڪروڙ ڀيرا وڏا آهن. جڏهن تہ سج ڌرتيءَ کان ڪئين ڀيرا وڏو.' ڇا فزڪس جي ماهرن وارو_Big Bang 'ڪن فيڪون' آهي؟ اهڙا ڪئين سوال ذهن جي ٻيٺاري تي ٻگهہ پکين جيان ران ران ڪندا اُڏامندا رهندا هئا.

پاڪستان کان پهريائين جڏهن مهاتما گانڌي ٺنڊي الهيار آيو تہ فضل احمد ٻار جي حيثيت ۾ گانڌيءَ کي گلدستو پيش ڪيو هو گانڌي ويهين صديءَ جي عظيم شخصيتن مان هڪ هئو دنيا ۾ سندس حيثيت مقدم آهي.

اڪثر شامن جو جڏهن اسان گڏ هوندا هئاسين تہ هو مونکي سندس زندگيءَ بابت ڪافي Off the record يادگيريون ٻڌائيندو هو جن مان گهڻيون پوءِ هن سندس يادگيرين جي ڪتاب 'اڳي ائين هياس' ۾ پڻ لکيون. جيئن 'جين پال سارتر' جي خيال ۾ هڪڙي ڇهنب واري زهريلي مڇي اڇي ڪيس ڇڪ هيٺ زخمي ڪرڻ چاهيندي هئي، تيئن فضل احمد ٻچاڻي کي هڪ اڻ ڏٺي شيءِ اڪثر وهم ۾ مبتلا ڪندي رهندي هئي. سندس نوجوانيءَ واري دؤر کان وٺي جڏهن اچا هن کي مڇن جي ريکهہ بہ ڪانہ آئي هئي حيدرآباد جي اسٽيشن روڊ واري جاگيردار هوٽل جي هڪ ڪمري تائين اڪثر سندس ترجمو ڪيل رائڊر هيگرڊ جي ڪتاب 'She' جي ڪردار جهڙي قداور ڪاري ميڪسي پاتل ۽ نقاب اوڍيل حسينا هن جون پچائون ڪندي رهندي هئي، جيڪا بقول سندس هن جي ڪمري ۾ بہ آئي ۽ هن جي بيڊ تي اچي ويٺي ۽ هن سان ڪجهہ ڳالهائي وري هلي ويئي.

اڪثر اُداس شامن ۽ ويران راتين جو هو دير تائين مون سان ڳالهائڻ جي خواهش رکندو هو ۽ سندس گانڌي چونڪ واري اوطاق جي آڳر ۾ جڏهن چانڊوڪي جادوئي سحر جيان پرجي ويندي هئي تہ هو سندس هڪ بند ٿيل بيڊروم بابت ٻڌائيندو هو تہ ڪيئن نہ سندس ان بند پيل بيڊ روم

جي فرنيچر جي سيٽنگ اڪثر چينج ٿيل هوندي آهي. هو ٻڌائيندو هو تہ: 'سندس ڏڪڻ طرف پيل بيڊ اتر واريءَ پٽ سان پيل هو ۽ صوفا وري سامهون واري پاسي. ايستائين جو سائيڊ ٽيبل ۽ سندس ايزي چيئر بہ ساڳي جاءِ تي نہ هوندي هئي.' حالانڪ هو نوڪر کان پاڻ ڀاري ڏيارائي فرنيچر جي setting ڪرائي ڪمرو بند ڪري چاٻي پاڻ وٽ رکندو هو.

ان ئي ايزي چيئر تي ويٺي ويٺي ۽ ڳالهيون ڪندي ڪندي اوچتو هو مون کي مخاطب ٿيندو هو: "ادا توهان مون واري ڪرسيءَ تي اچي ويهو." ۽ مان پنهنجي ڪرسيءَ تان اٿي اچي اوطاق جي وچ ۾ پيل سندس خاص ايزي چيئر تي ويهندو هئس ۽ هو وري اٿي اچي مون واري ڪرسيءَ تي ويهندو هو. مان اهو سڀ ڪجهہ ڪيس محسوس بہ نہ ٿيڻ ڏيندو هئس تہ اهو اوهان ڇا ڪيو. اها هن جي دوستيءَ جي هڪڙي ادا هئي. هڪڙي ڀيري منهنجي هڪ عام دوست اهو ڏٺو تہ ٻاهر نڪري چيائين "اهو جيڪو تنهنجو دوست آهي نہ اهو ڏاڍو وهمي آهي- مان آئينده ان وٽ نہ هلندس." ماڻهو شايد فضل سان ملندي بور ٿيندا هئا. پر مونکي ڪائي بوريت نہ ٿيندي هئي فضل سان جنهن بہ ماڻهوءَ جو بہ واسطو پيو ڪيس وهمي شخص جي نالي سان پڪاريندو هئو. مونکي تہ عبدالقادر جوڻيجو بہ ان دؤر ۾ بنهہ نارمل لڳو جڏهن هن کي ڊاڪٽرن جي چوڻ موجب Gillian Bery Syndrome (G.B.S) جي بيماري لڳي چڪي هئي. جيڪا ناول 'Catch 22' جي ليکڪ کي بہ لڳي هئي.

عبدالقادر جوڻيجي جي بيماريءَ جو ٻڌي مان ڪيس پڇڻ ويس تہ هو گهر ۾ موجود نہ هئو. ٻاجائيءَ کان پڇيم تہ اکين ۾ پاڻي مڙي آيس ۽ حيرانيءَ سان ٻڌايائين: "ادا آفيس ويو آهي." مان سندس آفيس پهتس تہ اتي سنڌالاجي ۾ سمورا آفيسر توڙي پيا ماڻهو ڪيس ٻڌي رهيا هئا. هو پنهنجي آڱرين ۽ هٿن کي بار بار کولي بند ڪري رهيو ۽ مسلسل ڳالهائي رهيو هئو. عبدالقادر اتي ڪجهہ اهڙيون ڳالهيون ڪري رهيو هو جو ٻڌڻ وارن جون اکيون ۽ وات ڦاٽل هئا. مونکي اتي موجود ڏسي هن چيو: "اچ يار هلي ٿا پنهنجي ڪمري ۾ ويهون هي مونکي ڪونہ سمجهندا." ان بعد مان ڪجهہ دير تائين سندس ڪمري ۾ سندس ڳالهيون ٻڌندو رهيس ۽ هو مونکي اهو سڀ ڪجهہ ٻڌائيندو رهيو جيڪو هن کي اٿن- ڏهن ڏينهن جي بيماريءَ ۾ ذاتي تجربو ٿيو هئو.

# مون کي ماءُ مجاز جا اکين ۾ انبور!

انهن ڏينهن، پرولتاري سوچ رکندڙ طبقي جا ماڻهو حج وڃڻ بجاءِ برف وسندڙ ماسڪو جون گهٽيون پراگ، مشرقي جرمني جا رستا، چيڪوسلاويڪيا، رومانيا ۽ ڪيوبا وغيره جي عظيم انقلابي شهرن ۾ گهمڻ لاءِ سڪندا هئا. انهن شهرن جي فوٽ پاٿن ۽ گهٽين ۾ مزدورن جي هٿن جهڙا ويڪرا چنارن جا پن رُلندا رهندا هئا ۽ شهرن جا قهوي خانا، پبس ۽ بارس گرميءَ، ماڻهن جي ٽهڪن ۽ ڳالهين سان آباد هوندا هئا.

فيض احمد فيض بيروت جي بوند بوند مينهن، رت ۽ ماڪ وسندڙ شهر ۾ فلسطينين جي ڪاز لاءِ نڪرندڙ هڪڙي رسالي جي ادارت سان گڏ ٽه ماهي 'Tulip' رسالو بہ ڪيندو هو. 'Tulip' افرو_ايشيائي ادب ۽ آرٽ جو هڪڙو بهترين نمونو هوندو هيو. ڪافي سالن کان اهو رسالو مون پاڪستان جي ڪنهن بہ بڪ هائوس تي نہ ڏٺو آهي.

ماسڪو پراگ، سيئول ۽ ٻين تمام گهڻن سوشلزم جي سائيءَ ورتل ملڪن جي سرد شهرن ۾ اديب، فلاسافر، راڳي، (Musicians) چترڪار ۽ اداڪار ڪيفي ڪارنرز تي راتين جو دير تائين ويهي ڪافي ۽ اسڪاچ جي گلاسن تي Red Revolution جي فائدن تي وڏا وڏا بحث ڪندا رهندا هئا. ماديت 'Materialism' ۽ روحانيت 'Spritualism' تاريخي ماديت 'Historical Materialism' جدلياتي ماديت 'Dialectical Materialism' ۽ ٻين سياسي توڙي سماجي موضوعن تي بحث ايترا تہ اڻ کٽ ٿي ويندا هئا، جيترا 8_9 صدي هجريءَ جي مينديءَ رنگيل ڏاڙهين رکيل، اکين ۾ سُرما پيل چربيءَ سان ڀريل جسمن تي چوغا/ لبادا پاتل عياش مولوين ۽ مُلن جا، جيڪي بغداد، يمن ۽ حجاز کان وٺي، فارس، سربيا ۽ وچ اوڀر جي ٻين ملڪن جي مسلمانن تائين پکڙيل هوندا هئا.

ساڳيا بحث مباحثا 12_13 صدي عيسويءَ ۾ يورپ جي ڪليسائن ۾ اطلس جا جُبا ۽ اوورڪوٽ پاتل شاطر پادري ۽ انهن جا حواري سڄي يورپ

جي ڪئٿولڪ ڪليسائن ۾ ڪندا رهندا هئا تہ: ’اُٺ وڏو يا سُئيءَ جو ناڪو وڏو؟‘ اهي ملان جن کي فزڪس جي ’ف‘ بہ ڪانہ ايندي هئي ’زمان ۽ مڪان‘ جي حدن لاحدن تي، منطقي دليل ڏيندي ٿڪندا ئي ڪونہ هُئا.

ڪميونسٽ، مارڪسي فنڪار، دانشور، اديب ۽ آرٽسٽ سڀ ان ڳالهہ تي متفق هئا تہ هر عمل جو رستو عظيم سوشلسٽ انقلاب جي شاهراهہ ڏانهن وڃڻ کپي، انهن ئي سرد شهرن جي قهوي خانن ۽ بارس ۾ ’فرائڊ‘ جي ’Theory of Evolution‘ مذهب جو رستو روڪيندي رهندي هئي. مارڪس جو سرمايہ ’Capital‘ ڪافي جلدن تي مشتمل آهي ۽ چون ٿا: ’اڄ تائين اهي سڀ جلد چڱيءَ طرح ڪنهن بہ نہ پڙهيا آهن. اهو ڪتاب ’سوشلسٽ صحيفو‘ ۽ ’ڪميونسٽ ميني فيسٽو‘ سوشلسٽن جي حديثن جا درجا رکندا هئا. علامہ اقبال بہ پاڪستان کان اڳ مارڪس کان متاثر ٿي ان لاءِ لکيو: ’صاحبِ سرمايہ آن اِبنِ خليل!‘ مارڪس کي هن ’صاحب سرمايہ‘ ۽ حضرت ابراهيم جو اولاد سڏيو. ’پرولتاري‘ ۽ ’بورجوازي‘ جا اصطلاح تہ 19 صديءَ کان سڄي دنيا جي ترقي پسند ادب ۾ رائج هئا. 60-70 وارن ڏهاڪن ۾ نوجوانن جا هيرا ’چي گويرا‘، ’وليد جنبلاٽ‘، ’لينن‘، ’مائو‘، ’هوچي منهہ‘، ’ڪم ال سنگ‘، ’مارشل ٽيٽو‘، ’ياسر عرفات‘، ’ليليٰ خالد‘، ’جمال عبدالناصر‘، ’فيڊرل ڪاسترو‘، ’نيلسن منڊيلا‘ وغيره هوندا هئا. ڀٽي کان سوشلسٽ سخت چڙيل هئا ڇو تہ ڀٽي سرمائيدار ۽ پورهيت طبقي جا سخت، اٽٽر تضاد ۽ اختلاف ٽڏا ڪري ڇڏيا هئا! ذوالفقار علي ڀٽو سوشل ڊيموڪريٽ هئو ان ڪري 77ع ۾ ڀٽي خلاف مولوين جي رجعت پرست تحريڪ PNA ۾ ڪميونسٽ پارٽيءَ بہ ڪلهوڪلهي سان ملائي ڀٽي جي حڪومت کي ڊاهڻ لاءِ ساٿ نباهيو ۽ سُرهو ڪيو!

اسين نوجوان انقلابي ان دؤر ۾ ڪراچيءَ جي گهميل ساموندي هوائن ۾ ايلفي، ڪلفٽن، بوٽ بيسن، منهوڙي تي گهمندا ڦرندا ۽ زيب النساءِ اسٽريٽ صدر ۾ ’Standard Book depot‘ تي چڪر هڻندا رستن توڙي ايراني هوٽلن ۾ ’بالشويڪن‘ جي ڪامياب جدوجهد ۽ ’مينشويڪن‘ جي نالائقي، ٽراٽسڪائيٽن جي سموريءَ دنيا ۾ انقلاب ۽ مائوءَ جي ثقافتي انقلاب جي ڪاميابين تي روشني وجهندا رهندا هئاسون. مغربي دنيا ان وقت سوشلسٽ ملڪن اندر ٿيندڙ انساني حقن جي خلاف ورزين ۽ سندن سينسرشپ جي پاليسيءَ کي ’Iron Curtain‘ جو نالو ڏيندي هئي. حقيقت بہ

اها هئي تہ انهن ملڪن اندر مانداڻ متو پيو هوندو هو. پر سينسر ۽ انساني حقن تي پابندين جي ڪري ڪابہ ڳالهہ ٻاهر نہ نڪرندي هئي.

پارٽيءَ ۾ تنقيد ۽ خود تنقيدي تي عمل ڪرڻ لاءِ چيو ويندو هو. پارٽي ميمبرن لاءِ فلمون ڏسڻ، اوچا سگريٽ پيئڻ، پرفيوم هڻڻ، اُوچا ڪپڙا ۽ بوٽ پائڻ ۽ فيشن ڪرڻ تي سخت تنقيد ٿيندي هئي ۽ جيڪڏهن ڪو نوجوان ائين ڪندو هو تہ ان کي بورجوازي لاڙا رکندڙ سمجهيو ويندو هو.

سوويت يونين جي صدر برزنيف وٽ 22 آميريڪن ۽ يورپي گاڏيون ذاتي استعمال لاءِ هيون. ساڳئي ملڪ جا حڪمران 'ووڊڪا' بجاءِ اسڪاچ پيئڻ پسند ڪندا هئا. انهن جا وزير ۽ بيورو ڪريسي بہ گهٽ نہ هئي، برزنيف جوناٿي فرادن ۾ ڦڪڙيو ويو. سويتلانا پنهنجي پيءَ استالن جي طرز حڪومت ۽ آمرانا Style تي تنقيد ڪندي وڃي آمريڪا پُهتي، جتي هن ٽئين شادي ڪئي، پر سوويت يونين جي عام ماڻهوءَ لاءِ 'بيف برگر' ۽ 'ڪوڪ' منع ٿيل فودز هئا ۽ هاڻ وري مسلمانن زم زم ناهيو آهي، ڪوڪ بجاءِ 'آب زم زم' ماڻهن ڪاڏن کي بہ رنگ ڏئي ڇڏيا آهن. ان ڪري دنيا مان برهمڻ ۽ شودر جو تصور اڃا ختم نہ ٿيو آهي.

اسان جهڙن ملڪن ۾ هزارين لکين پارٽي ڪارڪنن بورجوازي اقتدار جي ايوانن ۾ ڏار وجهڻ لاءِ رات ڏينهن جدوجهد ڪئي، لکين ڇوڪرن سندن مُوريي* جهڙين جوانين کي انقلاب جي عشق لاءِ اربڻ ڪري ڇڏيو هئو.

حالانڪ فرانز ڪافڪا 1883ع ۾ پراگ ۾ ڄائو ۽ مختصر ترين زندگي گذاري 1924ع ۾ ٽي بيءَ ۾ گذاري ويو. انهن 42 سالن جي عرصي ۾ هو برلن ۾ فيلسي Felice نالي ڇوڪريءَ سان مليو ان بعد ٽي بي ٿيڻ کان پوءِ هو 1920ع ۾ مِلينا Milena سان مليو ۽ سندس عشق ۾ وڃي ويو. 1923ع ۾ هو ڊورا Dora سان مليو ۽ ان سان گڏ برلن ۾ رهيو ۽ سال کان پوءِ گذاري ويو. 'The Trail' ، 'The Castle' ، 'America' ۽ 'The Great wall of China' هن جي گهري دوست 'Max brod' (ڪافڪا جي ان وصيت جي باوجود تہ سندس مرڻ کان پوءِ سندس اڻ ڇپيل تخليقون تباهہ ڪيون وڃن) اهي ڪتاب ڇپرايا. ڪافڪا جي خطن جو مجموعو 'Letters to Milena' پڻ ڇاپيو ويو.

1905ع ۾ ويهين صدي جي هڪ وڏي فلاسفر جو جنم پيرس ۾ ٿيو جيڪو بنيادي طرح مارڪسي هئو پر هن کي پنهنجي سفر

---

* مُوريو: ڪچو سنگ

دوران 'برلن' ۾ 'هسرل' Husserl، 'هيڊيگر' Heidegger ۽ 'ڪيرڪگرد' Kierkagard مليا. جيڪي پاڻ تمام وڏا فلاسافر هئا. نوجوان 'جين پال سارتر' جيڪو ٻي عالمي جنگ ۾ پنهنجي ملڪ لاءِ وڙهي ۽ جنگي قيدي بہ رهي چڪو هو تنهن جا خيال انهن سان ملڻ کان پوءِ بدلجي ويا ۽ هن انسان جي اڪيلائيءَ 'آئے بھی اکیلا اور جائے بھی اکیلا' ۽ ڀڳت ڪبيرجي 'جس تن لاگے سو تن جانے ہور نہ جانے کوء' واريءَ خطرناڪ انساني صورتحال بابت لکيو. سارتر جا ڪافي ڪتاب In Camera، Altona، The Flies، The words، Nausea، Iron in the Soul، Situations ۽ The Age of Reasion وغيره.
سوشلسٽن لاءِ ڇڻ پويون ڏينهن هوندا هئا انڪري انهن ٻنهي اديبن (ڪافڪا ۽ سارتر) کي سوشلسٽ دنيا پسند نہ ڪندي هئي. انهن سمورن بين اديبن جن ۾ گهڻائي آميريڪنس جي هئي. 'هيمنگوي' جنهن بيمار ٿيڻ کان پوءِ پاڻ کي گولي هڻي ماريو. 'سلويا پلاٿ' خوبصورت شاعره. جنهن پنهنجن ٻارڙن لاءِ ڊائننگ ٽيبل تي ناشتو رکي پاڻ کي ڪچن ۾ بند ڪري گئس کولي ڇڏي ۽ اُتان مُئل لڌي وئي. پولش ليکڪ (Jerzy Kosinski) 'جرزي ڪوسنڪي' جنهن 'Being there' جهڙو شاهڪار ناول لکيو ۽ نوبل پرائيز لاءِ نامزد ٿيو خودڪشي ڪري ڇڏيائين ۽ اهڙا ٻيا گهڻا دانشور ۽ ليکڪ هئا جيڪي: 'مون کي ماءُ مجاز جا اکين ۾ انبورا' واريءَ ڪيفيت مان گذري رهيا هئا ۽ سوچي رهيا هئا تہ ڇا مارڪس جي Theory of Surpus Value ۽ بندري لينن جو بالشويڪ انقلاب انسان جي اندر ۾ سلهاڙيل سپنن جو سندر روپ آهي يا ڪُروپ؟ يا اها انقلابي صورتحال انسان جي وسيع عريض اندر جي ايوانن جا روشندان کولي ٿي يا بند ڪري ٿي؟ پوءِ خبر پئي تہ واقعي ظالم بورجوازيءَ پرولتاريا جي اقتصادي بدحالي وڌائڻ ۾ وڏو ڪردار تہ ادا ڪري ٿي پر دنيا (هڪ پاسائين) Uni-dimentional تہ ڪانهي. اها گهڻ پاسائين Multi-dimensional آهي! رٻڙ جي پٽي کي اوهين ڇڪي وڏو تہ ڪري سگهو ٿا پر گڏوگڏ اها سنهي بہ ٿي ويندي! دنيا هڪ - گري ۽ ايتري سڌي بہ ڪانهي جو Capital جي ڪمري ۾ بند ڪري سگهجي! دنيا انسان سان آهي. انسان هڪڙو ڇُرندڙ - پُرندڙ جُيو آهي. انسانُ جيڪڏهن 18 ڪلاڪن جي سرمايہ داري نظام مان خوش ناهي تہ اهو 6 ڪلاڪن جي سوشلسٽ سسٽم تحت ڪم ڪرڻ بعد ڪجهہ روبل، ووڊڪا، گيس جي پراٽي چُلهي، هڪڙي ٻاڙهي ٻُلن واري ڇوڪريءَ مان بہ خوش نہ هئو.

# Writings on the Wall

اڄان، جڏهن اسان جي ٿهيءَ جا گهڻا ماڻهو اڄان ڄاوا بہ ڪونہ هئا ۽ گهڻائي ماڻهو اڄان مائرن جي هنج ۾ ٿڃ پي رهيا هئا تہ ان کان پهريائين دنيا ۾ ٻہ عالمي جنگيون لڳي چُڪيون هيون ٻنهي مهاڀاري جنگين ۾ اٽڪل ست ڪروڙ انسان جنگ جو ٻارڻ بنجي ويا، لکين اپاهج ٿي ويا. لکين عورتون بيواهہ بڻجي ويون ۽ ڪروڙين ٻار يتيم ٿي ويا. لکين ڪٽنب بي گهر بڻجي ويا ۽ اربين ماڻهو بيروزگار بڻجي ويا. دنيا ۾ ڏيوالي جي وبا ڦهلجي ويئي، انسانن جو جيئڻ مهانگو بڻجي ويو! جنگ ۾ شريڪ سمورين قومن کي چاليهہ ارب ڊالرن جو مالي نقصان پيو.

دنيا ۾ اهي جنگيون سرمائيداري ۽ غلامائي نظام کي جاري رکڻ لاءِ يورپ ۽ امريڪا لڳايون. خاص ڪري ٻي مهاڀاري جنگ 'داس ڪيپيٽال' جي خالق مارڪس جي نظريي تحت روس ۾ جيڪو 1917ع ۾ آڪٽوبر انقلاب آيو ان انقلاب کي ختم ڪرائڻ جي امريڪي ۽ برطانوي سازش هئي. جيڪا هنن ان صورت ۾ ڪئي تہ هنن جرمنيءَ ۾ آيل انقلابي اثرن کي روڪڻ لاءِ يعني سوشلزم اچڻ جي ڊپ کان، هنن جرمنيءَ ۾ 1924ع کان وٺي 1929ع تائين رڳو ڇهن سالن ۾ (امريڪا ۽ برطانيا) ايڪويهہ ارب مارڪ جي سيڙپ ڪئي ۽ ان بعد 1930ع ۾ اها رقم 27 ارب مارڪ تائين پهچي ويئي. ان صورتحال جرمني ۾ 1923ع ۾ آيل ڏيوالو ختم ڪري ڇڏيو ۽ جرمني پنهنجا ڏند ۽ چنبا تکا ڪري هڪڙي رڙڪيندڙ ڊائنوسار ۽ ميمٿ جيان اٿي کڙي ٿي ۽ اکين ۾ وات مان باهہ جا اُلا ڪيڻ لڳي! جرمني ان بعد پنهنجي اندر ۾ دکندڙ آريائي انا کي تسڪين بخشڻ لاءِ تيار ٿي ۽ هن هالينڊ پنجن ڏينهن ۾، بيلجيئم اوڻويهين ڏينهن ۾، پولينڊ 35 ڏينهن ۾، فرانس 44 ڏينهن ۾، ناروي 63 ڏينهن ۾ ۽ ڊينمارڪ فقط هڪ ڏينهن ۾ فتح ڪيو. هٽلر آريا نسل کي دنيا جو بهترين رت قرار ڏنو. 'آريہ' سنسڪرت

ٻوليءَ جو لفظ آهي. آرين جو ڏاڏو ’منوجي‘ آهي، جنهن جو پُٽ ’يشتا‘ ۽ ان جي اولاد مان ايوڌيا جي ’سورج-ونسي‘ خاندان جو راجا دسرٿ ۽ دسرٿ جي چئن زالن مان هڪ جو پٽ ’رام چندر‘ جيڪو والميڪيءَ جي لکيل ڪتاب ’رامائڻ‘ جو هيرو آهي. آريا ان ئي خاندان جو اولاد آهن. جيڪي جرمنيءَ ۽ ايران ۾ رهن ٿا؟ پر اصل ۾ جرمني ۽ آسٽريليا مان اهي هندستان آيا ۽ هتي جي دراوڙ نسل تي پنهنجي برتري قائم ڪيائون.

ننڍي کنڊ ۾ اسلام هڪڙو انقلابي مذهب بڻجي آيو ۽ هندو ازم کي زبردست ڪاپاري ڌڪ هنيائين: اهو ڌڪ جيڪو ’گوتم ٻڌ‘ ۽ ’جين مت‘ جو ’مهاوير‘ هندو ازم کي نه هڻي سگهيا سو اسلام پهچايو. ننڍي کنڊ ۾ پوءِ 11 صدي عيسويءَ ۾ افغانستان مان آيل بابر بادشاهه اچي جنهن حڪومت جو بنياد رکيو سا ست سئو سال هلي. ان حڪومت هندو مت کي جيڪا نفسياتي ڪمزوري ڏني ۽ جيڪو ’شاڪ‘ پهچايو ان مان هندو دانشور اڄان تائين نڪري نه سگهيو آهي! دراصل اڄ جي هندو سياست مغلن جي ست سئو ساله دؤر حڪومت ۾ آيل گهاون تي ڇڪي پٽها ٻڌڻ ۽ رکڻ واري سياست آهي! راشٽريه سيوڪ سنگهه ۽ بي جي پي ٽائيپ پارٽيون دراصل رام واري ان ايوڌيا کي واپس موٽائڻ جي ڪوشش ۾ آهن جيڪا ايوڌيا اڄ کان گهٽ ۾ گهٽ اڍائي هزار سال پهريائين هُئي.

هٽلر، جرمنيءَ جي ماڻهن جي تڪليفن ۽ اهنجن جو ذميوار يهودين کي سمجهيو ۽ هن يهودين کي مارڻ شروع ڪيو. يهودين کي هٽلر جي ماڻهن (Concentration Camps) ۾ واڙي انسانيت سوز ظلم ڪيا. انهن جون ملڪيتون ضبط ڪيون ۽ ملڪ مان ٻاهر ڌڪي ڇڏيو انهن کي (Auschwitz) لوڙهن ۾ قيد ڪيو. جتي هو موت جو انتظار ڪندا هئا. يهودي سائنسدان ’آئن اسٽائن‘ به امريڪا ڀڄي جان ڇڏائي ۽ اتي هن هٽلر جي ڊپ کان اميريڪي صدر روز ويلٽ کي خط لکي آگاهه ڪيو ته نازي ٿي سگهي ٿو ته ائٽم بم ٺاهين جنهن ڪري روزويلٽ مين هٽن پروجيڪٽ شروع ڪيو ۽ ائٽم بم ٺهڻ کان پوءِ اهو جڏهن هيروشيما تي آزمايو ويو ته آئن اسٽائن چيو: "مون کي جي خبر هجي ها ته جرمنيءَ وارا ائٽم بم ٺاهڻ ۾ ڪامياب نه ٿيندا، ته مان ڪجهه به نه ڪريان ها!" هن اهڙو اظهار هڪڙي جپاني سائنسدان اڳيان ڪيو.

دنيا ۾ ايڏي وڏي تباهيءَ وجوديت (Existentialism) لاءِ ميدان هموار ڪيو. فطرت جي اصولن ۽ ماڻهوءَ جو ڪنورپٽو ٻنهي ملي ترقي ڪيل ملڪن جي ماڻهن ۾ هڪڙو ڌهڪاءُ پيدا ڪيو. انهن جي ڪلچر به انهن کي اجازت ڏني ته هو وجوديت کي پسند ڪن! نه رڳو يورپ ڪنڊ بلڪ لئٽن اميريڪا ۽ ايشيا/ آسٽريليا جي ماڻهن کي به اها ڏنيپ رهي هئي. ٻي عالمگير جنگ جي تباهيءَ سنجيدهه ماڻهن کي سوچڻ تي مجبور ڪيو. دنيا هنن کي هڪڙي مست هاٿيءَ جيان لتاڙي ۽ چنگهاڙي رهي هئي.

گهڻو اڳ مارٽن هيڊيگر (Martin Heidegger) جيڪو اوڻويهين صديءَ جي آخر ڌاري 1889ع ۾ جرمنيءَ ۾ ڄائو ۽ يونيورسٽيءَ ۾ پڙهڻ دوران هو هسرل (Edmund Husserl) جو شاگرد رهيو. هڪڙو نقيرتن فلاسافر هئو جنهن وجوديت جي فلسفي جا بُڻ بنياد رکيا. 1927ع ۾ هن پنهنجي زندگيءَ جو اهم ڪتاب (Being & Time) لکيو. هن جو خيال هئو ته: ماڻهو ڪائنات جو مرڪز آهي. ماڻهوءَ کان سواءِ دنيا کي ڪا معنيٰ ڪانهي ۽ ماڻهو دنيا ۾ هر شيءِ ٻين سان Share ڪري ٿو پر هن کي هر تجربو ذاتي طرح (اڪيلي سر) ڪرڻو ٿو پوي، انڪري هو ڄڻ هن دنيا ۾ اڪيلو آهي!

ماڻهو دنيا ۾ شيءِ يا(Utensil) ٿانوَ جيان ٿي استعمال ٿئي ٿو. ماڻهو کي سندس مرضيءَ بغير پيدا ڪري موڪليو وڃي ٿو. ڇا ماڻهوءَ کان ڪنهن پڇيو آهي ته توکي اسين اهڙي دنيا ۾ موڪلي رهيا آهيون، جنهن ۾ بيماريون، ڏک، تڪليفون، عذاب، وبائون ۽ جراثيم پريا پيا آهن؟ ڇا تون اُن خاندان ۾ وڃڻ پسند ڪندين جيڪو يهودي/ عيسائي/ مسلمان يا هندو آهي؟ ماڻهو جي مرضي بغير ملڪ، قوم، مذهب ۽ ايستائين جو هن کي پنهنجي نالي رکڻ جي به سِڪت ڪانهي ۽ بعد ۾ ڪيس پنهنجي فيوچر بابت ۽ موت بابت به ڪا خبر ڪانهَي! ماڻهوءَ کي سندس مرضيءَ جي بغير ڪن مخصوص حالتن (situations) ۾ ڦاسايو ۽ (Involve) ڪيو ويو آهي! اهو ئي فلسفو بعد ۾ ڪيرڪ گرد (Kierkagard) هڪڙي بندري ۽ ڪُبڙي فلسفي، کان ٿيندو سارتر (Jean Paul Sartre) تائين پُهتو سارتر 1905ع ۾ پئرس ۾ ڄائو فلاسافيءَ ۾ ڊاڪٽريٽ ڪيائين. ٻي مهاياري جنگ ۾ هن حصو ورتو ۽ 9 مهينن لاءِ 'جنگي قيدي' بڻجي ويو. هن کي 1964ع ۾ نوبل پرائز ڏيڻ لاءِ چونڊيو ويو پر هن اهو وٺڻ کان انڪار ڪيو. ان دور ۾ هو ڪاٻي ڌر سان گڏ هئو پر پوءِ هن ڪميونسٽن سان تعلق ختم ڪري ڇڏيو.

سارتر کي Atheistic Existentialism جو باني مڃيو ويو. ڇو ته هن خدا جي وجود کان انڪار ڪيو هو ۽ ماڻهوءَ کي پنهنجي خود اعتمادي ۽ اخلاقي مدد لاءِ تيار ڪرڻ تي چاهيائين. وجوديت ماڻهوءَ کي پاڻ تي ڀاڙڻ لاءِ چيو ۽ انهن سمورين روحاني ٿيوريز کي رد ڪيائين. جيڪي ٻي دنيا بابت يقين رکن ٿيون. سارتر سندس اهم ڪتاب (Being & Nothing ness) 1943ع ۾ لکيو ۽ چيو ته: 'آزادي انسان جي فطرت آهي. پيار ۽ محبت ٻين جي آزاديءَ ۾ رخنو پيدا ڪرڻ برابر آهي. ماڻهو بنيادي طرح اِها خواهش رکي ٿو ته هو خدا بڻجي، پر هو ناڪام ٿئي ٿو!' سارتر ٻن عالمي جنگين جا اثر ڏٺا ۽ هن جي وجوديت ٻن مهاڀاري جنگين جو پوکيل ٻج هئو ڇو ته انهن جنگين ماڻهن ۾ يقين پيدا ڪيو ته Might is Right واري قانون تي دنيا جو پروسو آهي. انهن ظالم جنگين جيئن ته ملڪن جا ملڪ تباهه ڪيا ۽ ٽوڙيا. امن ۽ انسانيت جو جنازو براس بينڊ وڄائي پٽي ڪنيو. ٻين جي ملڪن ۽ مال تي ڌاڙا هڻڻ جو حوس ۾ لشڪر ڪشيون. جنگين ۾ رت ۽ بارود سان گڏ. ماڻهن جي سڙيل ماس جي بدبوءِ سمورن ڪنڊن ۾ وڀائون ۽ قدرتي آفتن بعد ڏڪار واري صورتحال ماڻهوءَ جي خدا تان يقين ۾ ڦاٽ وڌا ۽ اهڙين حالتن وجوديت کي وڌڻ ويجهڻ ۾ مدد ڪئي.

امريڪا جي صدر هيري ايس ٽرومين انتهائي بي حسي جو مظاهرو ڪندي جڏهن جپان تيَ ايٽم بم ٽيسٽ ڪيو ته ٻه شهر رک جي جبل ۾ تبديل ٿي ويا! جڏهن بم پنهنجو ڪم ڪري چُڪا ته امريڪا ۾ ان هنڌ. جتي 9 سيپٽمبر 2001ع ۾ ٻن عظيم ٽاورن کي ڌوڙ ۾ بدلايو ويو ۽ گرائونڊ زيرو ڪيو ويو بلڪل اتي، مين هٽن ۾ 4 آگسٽ 1945ع ۾ جپان تي ايٽم بم ڪيرائڻ جي خوشي ۾ جشن ملهايو ويو. ٺيڪ ڇاونجاهه سالن کان پوءِ انهي ساڳي هنڌ مين هٽن نيويارڪ جي دل ۾ هزارين امريڪن عورتن ۽ ٻارن لڙڪ وهائيندي پنهنجن پيارن لاءِ اڇي گل ۽ ميڻ بتيون رکيون!

سارتر هڪ هنڌ لکيو:

"When the Rich make war. It's the poor that Die!"

سارتر خدا جو انڪاري هئو پر هن چيو: 'وجوديت ۽ عيسائيت گڏ هلي سگهن ٿيون. سارتر ۽ ان سان گڏ يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندڙ ڇوڪري 'سائمن دي بوائر' سڄي عمر هڪڙي گهر ۾ گذاريو پر هنن شادي نه

ڪئي هو هڪبئي جي مرضيءَ بغير ٻارن ڄڻڻ جا بہ مخالف هئا. هو شاديءَ جي ٻنڌڻن جي بہ خلاف هئا.

سارتر ويهين صديءَ جو وڏو فلاسافر ليکڪ هئو. هڪ پيري هن کي گرفتار ڪرڻ جو مسئلو پيش ٿيو تہ ڊيگال چيو "مان سارتر کي گرفتار ڪيان؟ سارتر تہ فرانس آهي!"

اهو دور ڪجهہ هن طرح جو نظارو بہ پيش ڪري رهيو هو:

ايشيا، افريقا ۽ لئٽن اميريڪا ۾ قيامت متل هئي. اميريڪا دنيا خلاف ساڳين اڇوڪي جهڙين جنگين ۾ رُڌل هو ۽ ويتنام ۾ پاڻ کي رتو رت ڪري رهيو هو بلڪ هن لکين ويتنامي ماري محسوس پئي ڪرايو تہ ايشين، افريقن ۽ هند چيني جا پيلا، ڪارا ۽ نڪ کان منا ماڻهو هن اڳيان نالِيءَ جي ڪينئين کان وڌيڪ حيثيت نٿا رکن!

پيبلو نرودا چِليءَ جو عظيم شاعر مزاحمتي شعر لکي رهيو هئو. پڪاسو پنهنجا مزاحمتي فن- پارا ٺاهي رهيو هئو چي گويرا دنيا جي محڪوم قومن کي آزادي ڏيارڻ لاءِ وڙهي رهيو هئو بولويا، ڪيوبا، لبنان، فلسطين، ويتنام، ڏکڻ افريقا، هر هنڌ، صرف يورپ کان سواءِ دنيا جي هر آزادي پسند ملڪ ۾ ماڻهن جي عزم ۽ استقلال جون شمعون روشن هيون. حوَس جي افلاس ۾ ورتل دنيا جا امير ملڪ جنگ، موت ۽ دهشت جو ناچ نچڻ ۾ مصروف هئا ۽ مارڪس جو سوشلزم انهن کي اڳتي وڌڻ لاءِ اوج ڏيئي رهيو هئو پر وجوديت وري انهن سيني کي پوئتي ڌِڪي رهي هئي.



**ديوار برلن:**

ٻي مهاڀاري جنگ کانپوءِ جرمني بہ اڌ تي ويئي ۽ اها مغربي ۽ مشرقي جرمنيءَ ۾ ورهائجي ويئي! ۽ اميريڪا، مغربي جرمنيءَ کي سوشلسٽ مشرقي جرمنيءَ ۾ مداخلت ڪرڻ لاءِ مسلسل اُڀاري رهيو هو. انڪري ماسڪو ۾ 5 آگسٽ 1961ع تي ڪميونسٽ پارٽيءَ جي اڳواڻن فيصلو ڪيو تہ مشرقي جرمنيءَ ۾ سوشلزم کي محفوظ ڪرڻ لاءِ ٻنهي ملڪن جي بارڊرن کي (Concrete Curtain) پٽ ٺاهي بند ڪيو وڃي اها پٽ دراصل هُنن، ماڻهن جي ان ريلي کي روڪڻ لاءِ ٺاهي هئي جيڪي بارڊر ڪراس ڪري مغربي جرمنيءَ ڏانهن ڀڄي رهيا هئا. مهاتما گانڌيءَ هڪ هنڌ لکيو آهي:

'The only devils in this world are those running around in our own hearts and that is where all our battles be fought.'

'دنيا ۾ شيطان جو تصور حقيقت ۾ هيءُ آهي، تہ اهو اسان جي پنهنجي ئي دلين ۾ اندر پيو لٽڪي ۽ وٺ ڪائي ۽ دل ئي اها جڳهہ آهي جتي سڀ لڙايون لڙيون وڃن ٿيون!'

ڪميونزم کي اميريڪا خطري ۾ وجهي ڇڏيو هو. انڪري جلدئي اٽڪل چاليهہ ڪلو ميٽر ڊگهي پٽ ٺاهي نہ رڳو سرحدون پر دلين جا دروازا بہ بند ڪيا ويا! هيءَ انساني تاريخ جي ٻي وڏي پٽ هئي، جنهن جي ٻنهي پاسي روج راڙو ۽ وٺ پڪڙ متل هئي. هن اسٽيل ۽ ڪانڪريٽ جي پٽ جي مٿان مورچن ۾ 50 هزار پهريدار سپاهي ويهاريا ويا تہ جيئن ماڻهن جي آچ وڃ بند ڪري سگهجي. پر 1961ع کان وٺي 1966ع تائين بہ هزار سپاهي بہ مشرقي جرمنيءَ مان ڀڄي وڃي مغربي جرمني پهتا. 1961ع کان وٺي 1966ع تائين اٽڪل ٽي ملين (ٽيهہ لک) ماڻهو سوشلزم واري مشرقي جرمنيءَ مان ڀڄي، مغربي جرمني فرار ٿي هليا ويا ۽ سٺ هزار ماڻهو فرار ٿيندي گرفتار ڪيا ويا ۽ فرار ٿيڻ جي ڪوشش ۾ 120 ماڻهو گولين جو ٻک بہ بڻيا.

مشرقي جرمني جڻ پاڳل خانو هئو جتان هر ٻار ٻڍي ۽ جوان نڪرڻ ۽ کُليءَ هوا ۾ پهچڻ ٿي چاهيو.

هر سال پٽ جي مرمت ۽ سار سنڀال لاءِ سٺ لک ڊالر خرچ ڪيا ويندا هئا. اها لوهہ ۽ سيمينٽ جي پٽ، اصل ۾ هڪ ئي قوم جي وچ ۾ هڪڙو غير فطري سنڌو هئو. جنهن ڪري خاندان ۽ سڱاوتيون ورهائجي ويا! ديوار تي هزارين چريا ماڻهو اچي رنگن ۽ برش سان چتر ڪاري ڪندا هئا. (Spray Paint) سان سلوگنز/ نعرا لکندا هئا. يا وري ڪڏهن ڪڏهن تہ اهي ڏاڍا ڪي دلچسپ فقرا شعر ۽ ڪي فلسفيانا خيال بہ لکندا هئا. جهڙوڪ: 'Build Doors, not walls!' 'Love is thicker than Concrete!' ماڻهو پٽ جي پورن ۾ پيار ۽ امن جي اظهار لاءِ گل ۽ مُڪڙيون اچي رکندا هئا. ميڻ بتيون ٻاريندا هئا يا وري گٽار کڻي اچي گيت ڳائيندا هئا! يا دعائون لکندا هئا. يا وري ڇيڻي ۽ هٿوڙو کڻي ديوار ۾ ڏار وجهڻ لاءِ پيا جتن ڪندا هئا.

دنيا جا سمورا قانون ماڻهن ٺاهيا آهن ۽ جڏهن بہ ڪو قانون حاڪمن عوام مٿان ٿاڦيو آهي تہ عوام ان قانون کي پلاسٽڪ جي رانديڪي جيان ڀڃي ڇڏيو آهي!

"Any one who chooses to live their life, in loving, can change the world." (John Roger)

هڪڙي پئي هنڌ هڪڙي ديواني لکيو:

'Walls are not ever lasting'

اها ديوار جنهن کي 'ديوار برلن' سڏيو ويندو هو سا ڄڻ هڪڙي ئي قوم جي وچ ۾ ڪو اجگر ديو ٿي بيٺل هو جيڪو ويجهو ايندڙن کي چنبا هڻي مٿي کٽي رڙڪيندو پئي رهيو.

نيٺ 28 سالن کانپوءِ 9 نومبر 1989ع تي پت تان پهريدار هٽايا ويا هٽلر واري سُڃي خونخوار هاٿي تي پيل جرمني، پيهر Re- Unite ٿي ويئي. جرمنيءَ کي ٻه اڌ ڏسڻ ۾ ۽ ڪرڻ ۾ ٻنهي ڏرين، سوشلسٽن توڙي ڪيپٽلسٽن پنهنجي وسان ڪونه گهٽايو. اميريڪا ۽ يورپ کي گڏيل جرمنيءَ مان گهڻو ڊپ هُئو ته اها پيهر طاقتور بنجي انهن لاءِ عذاب نه بنجي.

سويت يونين جو صدر ميخائل گوربا چوف، جنهن سويت يونين ۽ دنيا کي "پرسترائڪا" جو تصور ڏنو ۽ اڄڪلهه جرمني ۾ اخباري ڪالم نگار آهي. 1989ع ۾ چيو:

'We not longer think we are always right we have now decided, firmly and un-equivocally, to base our policy on the principle of freedom of choice.'

پت جي پُرڻ سان ٻنهي ملڪن جا ماڻهو هڪٻئي کي ڀاڪر پائي چُميون ڏيڻ لڳا. آتشبازي ٿي، جشن ملهايا ويا ۽ ماڻهن جون دليون مليون ويون. ديوار برلن جي ڪرڻ کان پوءِ اها ڳالهه وڌيڪ آسانيءَ سان سمجهه ۾ اچڻ لڳي، ته دنيا جو ڪو به ڪتاب، آئين ۽ قانون ماڻهن جي جذبن کان وڌيڪ اهم ڪونهي.

•

## When God Needs A Gun!

9 ڊسمبر جي شام جو مون افغان عورتن جي تنظيم 'روا' جيُ هڪ اهم ميمبر ۽ ڪنهن NGO ۾ ڪم ڪندڙ 'عمارا' کي فون ڪيو تہ هن ٻڌايو تہ 10 ڊسمبر 'انساني حقن جو عالمي ڏينهن' آهي ان ڪري سياڻ شهر ۾ هنن طرفان هڪڙي مظاهري جو بندوبست ڪيو ويو آهي! حالانڪ افغانستان مان 'طالبان' حڪومت ختم ٿي ويئي آهي پر 'پوسٽ طالبان ايرا' ۾ پڻ عورتن جي حالت ڪا بهتر نہ ٿي آهي ۽ اُهي اڃان تائين ساڳين سُورن ۾ آهن' ۽ مسلسل عورتون ان دهشت جي ڏہڻ ۾ ڦاٿل آهن. جيڪا طالبان دور ۾ هئي. تازو ڪافي ڇوڪرين جي اسڪولن تي حملا ٿيا آهن ۽ انهن کي اسڪول ۾ پڙهڻ تي زخمي بہ ڪيو ويو آهي.

روا 'The Revolutionary Association of the Woman of Afghanistan (RAWA) نالي عورتن جي حقن جي تنظيم ڪافي سالن کان اتي انقلابي ڪمَ ڪري رهي آهي. 'روا' جي روح روان 'مينا' هئي، جنهن کي ڪجھ سال اڳ چون ٿا تہ گلبدين حڪمت يار جي ماڻهن پشاور ۾ گوليون هڻي ماري ڇڏيو. 'مينا' هڪڙي انقلابي عورت هئي ۽ هن افغاني عورتن ۾ ڪافي جاڳرتا پيدا ڪئي.

ڊسمبر جي سرد شام جو ڪمري ۾ هيٽر جي گرمي ۽ 'سوپ' جو مگ مليو تہ ڇا بات آهي مون اُٿي دريءَ مان ٻاهر ڏٺو. رستي تي معمولي ٽرئفڪ هئي. ماڻهو گهرن ۾ لڪي ويا هُئا ڇو تہ ٽيون ڏينهن کان شهر ۾ مسلسل برسات ۽ سِنوفال ٿي رهي هئي! ۽ نہ رڳو شهر ۾ پَر پري پري تائين جي علائقن ۾ 'سِنوفال' جو دور دؤرو هئو. اڄ منجهند جو 'سر ڪڙهہ'، 'سپيرا راغا'، 'زيارت' ۽ ڏڪيءَ وارن علائقن مان لنگهندي مون اهي نظارا ڏٺا هئا. وڻن جا پنن کان خالي ٽُنڊ، جهوپڙين جهڙن گهرن جون ڇتيون ۽ جبلن جون چوٽيون سِنوفال سان ڍَڪيل هيون، هڪڙي گهر جي ڇت تان برف جون لاڙون لڙي زمين تائين ٽَنڊَن جي صورت ۾ برف جا قلم ۽ پٽيون ٺهي ويا هئا' ڪافي خوبصورت نظارو هو. ڏور نيڻ نهار تائين. اَڃ ئي اَڃ هئي! اسان ان قيامت خيز سمي ۾ بادام ۽ پستا کاڌا ۽ ڪافي Snaps ڪڍيا.

'عمارا' دائود واري افغان حڪومت جي هڪ اهم وزير جي ڌيءَ هُئي ۽ هاڻ 'روا' جي هڪڙي اهم ڪارڪن. نور محمد تره ڪي جي اڳواڻيءَ ۾ آيل Revolution (ثور انقلاب) وقت هوءَ صرف ٻن سالن جي هُئي جڏهن روسي ٽينڪون، جيگوار ۽ مِگ، افغانستان جي زمينن ۽ فضائن ۾ 'ثور انقلاب' جي صورت ۾ ڪاهي آيا هُئا! تہ ويڪرن چهرن وارا قبائلي افغاني جيڪي ان ڪان اڳ پنهنجين ڇوڪرين کي رڍن جيان ڪابل جي مارڪيٽ ۾ وڪڻڻ ايندا هئا، سندن ٻنان حساب جي وڏيل ڏاڙهيون، جن ۾ صوفن/ آڙن جو رس ۽ شوراوڪ جي** گدرن جا ٻج چنبڙيل ۽ اٽڪيل هوندا هئا سي حيران ٿي ويا! وڻ وڻ ڪاڻي افغان، جيڪي قبائلي تعصبن ۽ جنگين ۾ قاتل هئا، عام بازار ۾ سلوارين ۾ پتر وجهي اڳٽ ڏندن ۾ جهلي وَٽ، ڇيڻيندي نظر ايندا هئا. (جن لاءِ وي.ايس نايپال رستي ويندي Musterbition ڪندڙ ماڻهو لکيو هو.) انهن انقلاب کي بند شيشي مان نڪتل اهڙو ديو سمجهيو جيڪو سُتت ئي هنن جي سمورين روايتن ۽ ٻارن ٻچن کي رڙڪڻ وارو هئو ان ڪري ملڪ ۾ انارڪي ڦهلجي ويئي.

سوويت يونين برزنيف جي ان دؤر ۾ هڪڙي*** ميمٿ يا برفاني گينڊي جيان هئو جيڪو هلي ڪٿي بيهي رهيو تہ سندس ناسن مان رڳو نظريي جي ٻاڦ نڪرندي رهندي هئي! نظريو جنهن جي لاءِ 'ڏاس ڪيپيٽال' جي خالق پنهنجن پيارن ٻارن ۽ زال جي قرباني ڏني هئي.

ٻئي ڏينهن مظاهري دؤران 'عمارا'، جنهنجي جسم جي مهڪ ۾ صنوبر جي خوشبو رچيل هئي، ۽ بُت ڪيسوڦل جيان مهڪيل هئو مون کي ٻڌايو تہ ڪرزئي حڪومت ۾ بہ 'Northern Alliance' جي پراڻن پاپين افغان عورت جي عذاب ۾ ڪا ڪمي ڪانهي ڪئي، هي پڻ طالبان جيان عورتن کي ڇهبڪن سان ڳُتين سٽين ٿا! هنن پڻ افغان عورتن کي جسماني ۽ جنسي تشدد جو نشانو ناهيو آهي ۽ اڄ بہ ناهين پيا!

ساڳئي ڏينهن جرمنيءَ جي شهر برسلز ۾ رهندڙ ايراني شهرين هڪڙو Street Theatre پيش ڪيو جنهن ۾ ايران اندر مردن ۽ عورتن کي سنگسار ڪرڻ واريءَ سزا جي مخالفت بابت منظرنامو پيش ڪيو ويو.

•

---

* ثور: ڳاڙهو

**. شوراڪ: افغان علائقو

***. ميمٿ: هاٿيءَ کان ڇٽوٽو وڏو قديم جانور جنهن جو نسل ختم ٿي ويو.

# ٿامي جهڙيون ڇوڪريون!

مئي جي مهيني ۾ به سرد هوا جو سبب گذريل جنوري، فيبروري ۽ مارچ ۾ هتي پرسان ٿي سُپيرا راغا/ ڳان مهتر زئي ۽ زيارت ۾ سِنو فال جو ٿيڻ آهي. پنجن سالن کان هتي ۽ افغانستان ۾ ملا عمر جي حڪومت سنڀالڻ کان وٺي برسات جي بوند به نه وٺي هئي. سوڪهڙي جي ڪري هتي جي ماڻهن جي روزگار جو ذريعو بادامن/ آڙن ۽ صوفن جا باغ، سُڪِيَ سَڙي پڙيانگ ٿي ويا ۽ ماڻهن اُهي وڍي ٻاري ڇڏيا!

هتي مهيني کن کان پنجاب جي ويجهن شهرن ڏانهن سرديءَ ۾ ڪُوچ ڪري ويل لاڏُو Gipsy ماڻهو سائيبيرين پکين جيان مُندَ مُڙڻ تي واپس پهاڙين ڏانهن اچي رهيا آهن. جبلن جي وچ ۾ وَرَ- وَڪڙ ڏامر جي رَستي تي اُنهن خانه- بدوش ماڻهن جا ٽريڪٽر ڊوڙندا، 'قلعه سيف الله' ۽ 'زوب' وارن پهاڙن ڏانهن ويندا ٿا رهن. جتي هنن کي سال جا ڪجهه مهينا گذارڻا آهن. ٽريڪٽرن جي ٽرالين ۾ پاڻيءَ جا دِلا مٽ، ڪتون، ٽين جون پيتيون، رڍون، ڪڪڙ، ٻار ۽ عورتون، سڀ ڪجهه ڦُسيلَ هوندو آهي. ڇوڪريون/ عورتون رَتي سان ڍڪيل مُنهن مان هڪڙي اک ڪڍي ڏسي رهيون هونديون آهن. ڇون ٿا ته انهن خانه بدوشن ۾ ڪئين قلوپطرائون نظر ايندون آهن!

ڊسمبر ۽ جنوريءَ جا مهينا، هتي وڻن جا پَن ڇاڻي اُنهن کي اُگهاڙو ڪري ڇڏيندا آهن، پر اپريل کان وٺي بادامن ۽ صوفن جي وڻن ۾ پهرين اڇا ۽ واڱڻائي گُل تارن جيان ٽانڪجي ويندا آهن ۽ پوءِ ڇهچ پنن سان وَڻ ڳُتجي، بهار جو سمو پيدا ڪري ڇڏيندا آهن. اهڙو نظارو ڪوئيٽا کان زوب ڏانهن ويندڙ هڪڙي رستي جي ٻنهي ڪنارن سان هڪڙي ڳوٺ 'ڪان مهتر زئي' ۾ خاص طرح ڏسڻ ۾ ايندو آهي. جيڪو اعليٰ قسم جي صوفن ڪالا ڳولا لاءِ مشهور آهي.

ميجر خورشيد ڪئين سالَ اڳ مون کي ٻڌايو تہ: هُن جرمنيءَ ۾ گهمندي ڦرندي اهڙا ڪئين جپسي لَڏا ڏٺا آهن، جن جي Origin سنڌ مان آهي. اُهي سخت جان ۽ ويڙهو ماڻهو آهن ۽ انهن جي ڪلچر ۾ سنڌ ۾ رهندڙ جپسي لَڏن، ٻڙن، گُرگلن ۽ جَنڊاوڙن جهڙي هڪجهڙائي آهي! جرمنيءَ جا ٻڙا ۽ گُرگلا وڏن وڏن Containers ۽ ٽرالرن ۾ هتان کان هُت Movement ڪندا ۽ ميلن ملاکڙن ۾ پنهنجو سامان کپائيندا رهندا آهن.

ڪجهہ ڏينهن اڳ مان قلعہ سيف الله جي پرسان پهاڙي علائقي 'گڙنگ' وچي رهيو هئس. 'گڙنگ' پشتو ۾ 'متاهون' يا 'شاهي' جي معنيٰ ۾ استعمال ٿيندو آهي. ان جابلو علائقي ۾ ڪي ڪي منظر تہ بنهہ انگريزي فلم Clif Hanger جهڙا آهن! پهاڙ کان مٿي رستي تان بيهي هيٺ ڏسڻ سان هيانءُ ٿو ڄُهري! پر هاڻ مسلسل هڪ سال کان انهن شاهي متانهن موڙن واري رستي تان ڊرائيونگ ڪندي جابلو موڙ مُڙندي، لهندي، چڙهندي ڪجهہ بہ عجيب نٿو لڳي.

ان ڏينهن هڪڙو شاهي پهاڙي موڙ مُڙيس تہ جبل جي پيڪَ ۾ ڏهہ پندرهن خانہ بدوش ڄُوانڙيون جن جا رنگ اٽليءَ جي رهاڪن جهڙا ڳاڙها ٽامي رنگ ۽ اکيون نيريون/ سايون هُيون، ويٺيون هُيون. اسان کي ڏسي هنن سمورين پهاڙي دوشيزائن ڪٽي سندن مُنهن لِڪايا. هتي عام طرح ڪنهن بہ عورت يا ڇوڪريءَ تي نظر پوڻ مشڪل آهي. برطانوي صحافڻ ڪرسٽينا ليمب، جنهن افغانستان تي 'The sewing circles of Heart' نالي ڪتاب لکيو آهي، ۾ هن عام طرح پٺاڻ معاشري ۾ عورت کي "طورسري" يعني 'Black headed' 'طور' معنيٰ ڪارو: 'ڪاري مٿي واري' لکيو آهي ۽ اُن کي تيستائين مردن جي وچ ۾ يا ٻنان پردي ناهي اچڻو جيستائين اُن جو مٿو اڇو نٿو ٿئي! ۽اِها تعليم اٽڪ واري پُل کان وٺي افغانستان جي ايران سان مليل صوبن تائين، ڪُچلاڪ کان وٺي چمن ۽ قنڌار کان وٺي هلمند ۽ هرات تائين ڦهليل آهي. هر پٺاڻ ڇوڪرو ۽ مرد اِها ڳالهہ ڪري ٿو تہ: 'ڪاري مٿي واري عورت کي گهٽيءَ ۾ يا بازار ۾ ناهي وڃڻو!'

هتي ڳوٺن جي وروڪڙ ۽ ليڪ جهڙن رستن تان لنگهندي ڪنارن پرسان پوکيل ٽوٽن ۽ ڏاڙهن جي وڻن سان بيٺل ٻارن جو ڪو مُڇو اسان کي ڏسي ڊپ ۾ وَٺي گهرن ڏانهن ڊوڙندو آهي. جڏهن اسين کين ڪٽي ويندا سون.

هتي ڪا چوڪري ڏسڻ مشڪل آهي اُها رچ جيان آهي يا 'Camouflage' نظر جو ڏوڪو آهي!

هن موسم ۾ رستن پرسان بيٺل وڻن ۾ ماڪيءَ جهڙا مِٺا شهتوت ٿيا آهن. جيڪي ايندي ويندي مسافر ۽ ٻار ٻچا چاٽي کائيندا ٿا رهن. بادام اجان وڻن ۾ ڪچا آهن. زيارت ۽ ڏکي واري علائقي ۾ چيريءَ جا فصل لٿا آهن.



**لانڊي:**

گذريل ڊسمبر کان وٺي فيبروريءَ تائين ٽن مهينن ۾ وقفي وقفي سان زيارت ۽ ان سان مِليل علائقن ۾ برفباري 'Snow fall' ٿيندي رهي آهي. جبلن جي چوٽين کان وٺي پيرن تائين برف جا ٿهه ڪپهه جي ڍِڪن جيان نظر ايندا آهن! اڪثر ڪُوڻن جا ٻار اها برف کائيندي نظر ايندا آهن.

جنوريءَ جي آخري هفتي ۾ 'سِنو فال' ٿي رهي هئي. نيڻ نهار تائين برفباري هئي ۽ ماحول تي پارو چانيل هئو. جبلن کان هيٺ، ماٽرين ۾ بيٺل صوفن/ آلوچن ۽ بادامن جا انگن اُگهاڙا وَڻ، موسم جو خوب مزو لُٽي رهيا هئا. ڳالهائڻ سان وات مان ۽ ساهه کڻڻ سان نڪ مان ٻاڦ نڪري رهي هئي! مان هڪڙي پيٽرول پمپ تي رڪجي گاڏيءَ ۾ فيول پرايو ته اتي ويٺل منشيءَ چانهه جي صلاح هنئي. جيڪا نه قبولڻ جو سوال ئي پيدا نٿي ٿيو. مان لهي شيشي واري ڪمري ۾ وڃي ويٺس. پيٽرول پمپ تي بادامن ۽ صوفن جون ڪاٺيون مچ ۾ ڌکي رهيون هيون ۽ انهن مٿان جست جي ڪاري ڪٽليءَ ۾ چانهه لاءِ پاڻي گرم ٿي رهيو هو. بنان کنڊ جي سليماني چانهه ٺاهي، پياليون پري اسان اڳيان رکيون ويون، جيڪي ڳُڙ جي ٽُڪرين سان اسان پيتيون.

ڪاڏي ۾ دُنبي جو گوشت عام طرح سان ڪاڏو وڃي ٿو ۽ ٿهه سياري ۾ لوڻائيل سُڪل دُنبي جو گوشت (لانڊي) ڪري ڪاڏو وڃي ٿو جيڪو سيءَ ۾ به پگهر ڪڍيو ڇڏي. لانڊي گوشت کائڻ جو رواج هتي پاڪستان جي پٺاڻن ۾ بيو افغانستان ۾ ٿيون روس جي يهودي علائقن ۾ ۽ چوٿون اسرائيل ۾ آهي. اها ڳالهه مون کي چمن جي رهاڪو عزيز اچڪزئيءَ ٻڌائي، جيڪو سنڌ يونيورسٽيءَ جي Rural Development ۾ ماسٽرس ڪري رهيو آهي ۽ لورالائيءَ ۾ United Nations ۾ ڪا نوڪري ٿو ڪري 'لانڊي' ۽ پٺاڻن جي تاريخ هڪ ٻئي سان جڙيل آهي. تاريخي طرح پٺاڻ- اسرائيلي آهن ۽ عام طرح مڃيو ٿو وڃي ته اُهي 'توريت' ۾ لکيل 'وڃايل ڏهن قبيلن' مان هڪ

آهن. جيڪي سوني گابي جي پوڄا ڪرڻ تي الله تعاليٰ ڇڙوڇڙ ڪري رولي ڇڏيا! پر اڪثر پٺاڻ ان ڳالهه سان متفق نٿا ٿين.

لانڊي ٺاهڻ لاءِ سگهارو پاليل دُنبو ڪُهي اُن جي کل لاهي گوشت چيري هڏيون ڪيڊي لوٽي (ڏڱل ٺاهي) ڇانوَ ۾ رسين مٿان سڪايو ويندو آهي. گوشت سُڪڻ بعد 'لانڊي' سڏجي ٿو جنهن ۾ گوشت تہ ٿهيو پر چربيءَ جا ڇپڙ ۽ دُنب بہ شوق سان کاڌو ويجي ٿو.

سياري جي مُند ۾ ٿيندڙ هتي ڪابہ دعوت لانڊيءَ جي بغير ممڪن ناهي! مون اهو گوشت هتي ڪافي دعوتن ۾ کاڌو آهي، جنهن ۾ ٿورڙي هَوَڙ ٿئي ٿي. لانڊيءَ جو شوروو مانيءَ جي ٽڪرن ۾ گڏي 'سوپت' ڪري کاڌو ويجي ٿو ۽ ان شوروي ۾ ڇانور بہ وجهي رَڌا ويجن ٿا.

گذريل فيبروريءَ جي ٿڌ سياري ۾ اسين تلور جي شڪار لاءِ قلعہ سيف الله ۽ زوب جي پهاڙي سلسلن ڏانهن وياسون، جتي اڪثر عربن جا ڪٽڪ ۽ گاڏيون ان موسم ۾ پهاڙي دَرَ اُڏائيندڙيون رهنديون آهن. منجهند مهل اسان جا پٺاڻ ساٿي، هاٿيءَ جي ڪَنن جهڙين سنهڙين ۽ شاهي مانين جي وچ ۾ دُنبي جي دُنبَ جي چربيءَ جا لوٽيل ٽڪر رکي شڪاري چاقوءَ سان پيس پيس ڪري مانيءَ جي گراهن سان شوق سان کائي رهيا هئا.

هڪ ڏينهن پهريان اسان لاءِ هڪ دوست 'لانڊي' جو گوشت موڪليو جيڪو اسان بورچيءَ کان پچرايو ۽ ڪجهہ بچي پيو. ڪچن ۾ هٿوراٽيون هڻندي هڪ پٺاڻ کي اُهي گوشت جا سُڪل ٻوٽ مليا تہ هن اهي ڪٽي گاڏيءَ ۾ رکي ڇڏيا. جيڪي هن پهاڙي پيچرن تي ڊرائيونگ ڪندي ڪندي چيونگم جيان پئي چٻاڙيا ۽ کاڌا. "توکي ڪچي گوشت کي چٻاڙڻ تي ڪراهت نٿي اچي؟" مون پڇيومانس. "نہ! مون کي تہ مزو پيو اچي!" هن چاڙيون هلائيندي جواب ڏنو.

•

# ايڪويھين صديءَ جو راوڻ

مونکي ايتري گھڻي ڪا خبر ڪانھي تہ 'اساما بن لادن' ڪير آھي ۽ ڇا پيو ڪري، پر آمريڪي صدر ڊبليو بُش ۽ سندس پيءُ سينيئر بش کي خبر آھي تہ انھن جيڪا تيل مان دولت ڪمائي آھي ان ۾ يمن جي لادن خاندان جو بہ ساڻن شيئر ھئو!

Steeve Coll پنھنجي ڪتاب 'The Bin Ladens' ۾ لکي ٿو:

افغانستان مان طالبان حڪومت ختم ٿئي ھڪ سال ٿي ويو آھي، قنڌار جا ڏاڙھون مند متجڻ تي وري آيا آھن پر اھي ماڻھو جيڪي سالن کان وٺي افغانستان اندر مري ويا يا ماريا ويا، اھي جوانيون جيڪي بھار جي اچڻ کان پھريائين لُٽيون ويون، سي ڪڏھن بہ واپس ناھن اچڻيون.

گذريل سال آچر 7 آڪٽوبر 2001ع ۾ جڏھن ان تباھہ ٿيل ملڪ تي نارٿ آميريڪا کنڊ جي ھڪ ديو جيڏي ملڪ پنھنجن جديد ھٿيارن مارڪ ھاءِ ڊريگ، اسٽيلٿ ۽ ٽوماھاڪ بمن کان سواءِ ڪروز ميزائلن سان حملو ڪيو ۽ بقول BBC جي ھڪڙي صحافي جي 'ڪابل جو آسمان روشنيءَ سان پرجي ويو!' تہ ان مھل خود آميريڪا ۾ بہ اھڙا ڪئين ماڻھو ھئا، جن اھو نٿي چاھيو ڇو تہ انھن کي خبر ھئي تہ سن 2000ع ۾ آمريڪي صدر بش جي اليڪشني مھم ۾ سڀ کان وڌيڪ چندو ڏيندڙ ڪمپني 'ايزون' 25 ارب ڊالرن جي جيڪا (Trans-Caspian) گيس پائيپ لائين جي فزيبلٽي رپورٽ تيار ڪئي ھئي، سا افغانستان ۾ طالبان حڪومت جي ڪري سردخاني جو شڪار بڻيل ھئي ۽ سينيئر (پوڙھو) بش ايشيائي مارڪيٽ ۾ گھڙڻ جا پڙ جتن پيو ڪري، جنھن لاءِ ھن گھڻن ئي حڪومتي ڪارندن لاءِ ڪافي ڳرا تحفا پيش ڪرڻ لاءِ ڪافي رقم پڻ سيڙائي ھئي!

ماڻھن اڄ تائين جيڪي بہ جنگيون ڪيون آھن ان جي پس منظر ۾ زميني خزانا ۽ دولت جا ڍير ھئا ۽ آھن پر ظاھري طرح انھن جنگين کي خدا

۽ وطن جهڙن مقدس ۽ عظيم لفظن جو سهارو وٺي وڙهيو ويندو آهي. 7 آڪٽوبر واري جنگ جو سبب دراصل ڪئسپين سمنڊ جي خطي ۾ لڌل تيل ۽ گئس جي زبردست (Deposits) ذخيرن ۽ گڏوگڏ افغانستان جي اتر ۾ ترڪمانستان ۾ 4 ارب بيرل تيل ۽ دنيا جي ٽئين نمبر وڏي گئس جي مقدار جو موجود هئڻ هئي! اها جنگ انهن ذخيرن جي حفاظت لاءِ وڙهي وئي، جيڪي ذخيرا سڄي آميريڪا سرڪار بهادر ۽ يورپ جي سمورن ملڪن جي اٽڪل مني صديءَ جي ضرورتن لاءِ ڪافي آهن!

هي مهاڀاري جنگ (1928ع) کان پوءِ آميريڪا مسلسل ٻين ملڪن جي ڌرتين تي جنگيون ڪري دنيا تي پنهنجي دهشت ويهاري آهي. جن ملڪن ۾ جپان، چين، ڪوريا، گوئٽي مالا، انڊونيشيا، ڪيوبا، ڪمبوڊيا، گريناڊا، لبيا، عراق، بوسنيا، ڪانگو پيرو لائوس، ويتنام نڪارا گئا ۽ پناما شامل آهن. ٻي عالمي جنگ کان پوءِ آميريڪا بهادر سراسري طرح هڪ ڏينهن به بلڪ هڪ ڪلاڪ به بنا جنگ جي نه وڃايو آهي. هو هر ڏينهن ۽ رات ملڪن سان جهيڙيندو رهيو آهي. خاص ڳالهه هيءَ آهي ته انهن سمورين جنگين جو ميدان آميريڪا پاڻ ڪڏهن به نه رهيو آهي. هن ديو جيڏي ملڪ ۾ پوين هڪ سؤ سالن کان اڄ تائين رڳو به واقعا ٿيا آهن. هڪڙو پرل هاربر جو ۽ ٻيو هاڻ 11 سيپٽمبر تي Twin Towers جي تباهيءَ جو. پرل هاربر جو بدلو هن جپان کان هيروشميا ۽ ناگاساڪيءَ جي صورت ۾ ورتو پر (W.T.C) ورلڊ ٽريڊ سينٽر تي ٿيل حملي جا اثر عراق ۽ افغانستان جي تباهيءَ سان پورا نه ٿيا آهن. هاڻوڪي ڇيڙيل جنگ انهن سمورن ملڪن سان ٿيندي جيڪي جيڪي ان راهه ۾ ايندا. جديد دور جو راوڻ بش آهي، جيڪو سڄي دنيا کي آهوڙيءِ شِوَ جو ناچ نچڻ ٿو چاهي.

شوَ جي ناچ نچائڻ جي لاءِ V.S. Niapal به ڏاڍو آتو آهي. جنهن کي تازو ئي سندس اهڙين پيانڪ خدمتن جي صلي طور ادب جو نوبل پرائيز مليو آهي. دراصل V.S Niapal جي لاتري کلي (W.T.C) جي تباهيءَ جي ڪري نائپال تي تفصيلي ڳالهائڻ لاءِ هن جا ٻه ڪتاب 'A Strong Hindu Response to Historical Humiliation' ۽ ٻيو 'Million Mutinies' موجود آهن. تازو گجرات ۾ هندو مسلم فساد ان پراڻي بلڪ صديون پراڻي جهيڙي جو حصو آهن. جنهن تحت افغاني بابر بادشاهه ۽ ٻين جا هندستان تي حملا ۽ حڪومت ڪرڻ شامل آهن. V.S Niapal جهڙن دانشورن جي هيئين تي مڱ

پيا ڏرجن تہ انهن ڌارين آبادڪارن Invadors هنن تي حڪومت ڇو ڪئي.
ڀارت ۾ خوشونت سنگهه جي ناول Train to Pakistan لکڻ کان اڳ ۾ پوءِ
هزارين بلڪ لکين گهر اُجڙي چڪا آهن. انساني خون جا ريلا، گهٽين،
رستن، بازارين ۾ چئونڪن ۾ وهي چڪا آهن. پر اڃا بہ ڪالي ماتا جي زبان
کي رت ٿو گهرجي، ۽ راوڻ اڃان بہ خوش ڪونهي!

ايڪويهين صديءَ جي دنيا اونداهيءَ ڏانهن پيئي وڃي، مذهبي جنون
ماڻهن کي چريو ڪري ڇڏيو آهي. هاڻ يورپ ۽ آمريڪا جا عيسائي بہ
صليبي جنگيون ياد ڪريو رت جا ڳوڙها پيا وهائين ۽ سمورن انتها پسندن
جي وات مان گف پئي نڪري ۽ اکين مان شعلا۔ اهڙو Trend دنيا کي ڀسم
ڪرڻ جو سبب بڻبو.

جڏهن 1816ع ۾ برطانيہ واشنگٽن ڊي سي جي سر سان سر وڃائي
ڇڏي ۽ ان کي تباهہ تاراج ڪيو. جڏهن يورپي قومون هڪٻئي کي
گهنڊيون رهيون، جڏهن آمريڪا 'ريڊ انڊينس' کي تباهہ ڪري ڇڏيو.
اڏ 'ميڪسيڪو' کي فتح ڪيو 'هوائي' ۽ 'فلپيني' کي فتح ڪري قتل عام
ڪيو جڏهن انگلينڊ ۽ ايشيا ۽ آفريڪا سميت دنيا جي قومن تي زبردست
حملا ڪيا ۽ سازشون ڪري حڪومتون ڪيون ۽ اتان جا اربين کربين
رپين جا خزانا لٽيا ۽ پنهنجن ملڪن ۾ سون، چاندي ۽ هيرن جا ڍير ٺاهيا،
تڏهن تہ ان ناحق کي ڪنهن بہ ياد نہ ڪيو سترهين صديءَ ۾ جرمني جي
آباديءَ جو ٽيون حصو قتل ڪيو ويو. ويٽنام ۾ 14 سالا جنگ وڙهي لکين
ويٽنامي ماريا ويا. چين تي حملو ڪيو ويو. عراق تي حملو ڪيو ويو ۽ پنج
لک ٻارن جو کير بند ڪري ماريو ويو. ايلسلواڊور تي 10 سال جنگ مڙهي
وئي تہ اتي ڇا ٿيو هو؟ اها جنگ ڇا سلطان صلاح الدين ايوبي وڙهي هئي يا
طارق بن زياد؟ يا بابر بادشاهہ؟

آمريڪي پاليسين جي زبردست يهودي نقاد، نام چومسڪي پنهنجي
ڪتاب '501هون سال' ۾ لکيو آهي. گذريل 500 سالن ۾ ڇا ٿيندو آيو آهي؟
يورپ ۽ ان جي ڪچ جي ٻار ۽ اتر آمريڪا ۽ بحر الڪاحل جا ملڪ سڄي
دنيا کي سوين سالن کان فتح ڪندا پيا اچن ۽ اهو بہ هيئن تہ انهن سالن ۾
ڪانگوءَ بيلجيم جي هڪ ڪروڙ ماڻهن کي قتل نہ ڪيو. هندستان
انگلينڊ تي حملو نہ ڪيو الجزائر، فرانس تي چڙهائي نہ ڪئي، آمريڪا

فلپين تي حملو ڪري ان کي فتح ڪري هزارين ماڻهو ماريا پر فلپين آميريڪا تي ڪاهه نہ ڪئي!

آهي نہ سنئين سڌي ڳالهہ تہ ترينڊاڊ ۾ ڄاول V.S نائپال کي سندس ماڻٽن جي ملڪ هندستان تي مغلن جي حڪومت جو تہ ڏک آهي. پر برطانيہ وارن جي حڪمراني جو بلڪل بہ نہ. جيڪي هندستان مان سٽي، ڪپهہ، سون، ڪاٺ، چانديءِ نير، لوهہ ۽ ٻيا ڪئين نوادارت ايسٽائين جو ڪوهہ نور هيرو بہ کڻي ويا. جنهن لاءِ دنيا ۾ مشهور آهي 'India: The Jewel in the Crown' پر جيئن تہ نائپال کي 'سَر' جو خطاب برطانيہ ڏنو ان ڪري هو چُپ آهي.

'انڊيا' توهان غور ڪيو تہ ان ملڪ تي اهو نالو ڪيئن پيو؟ حالانڪ ان ملڪ ۾ گنگا نالي هڪ وڏو درياءَ بہ وهي ٿو. پر اهو نالو ان تي 'River Indus' تان پيو.

اهو ڪنهن سوچيو آهي تہ 500 سال اڳ آميريڪا ڇا هئو؟ انساني تاريخ جي حوالي سان تہ اها بنهہ نئين ڳالهہ آهي تہ نارٿ آميريڪا کنڊ جي وچ ۾ اهو هڪڙو جهنگ هو. جنهن ۾ ريڊ انڊين ماڻهو پنهنجين ٽوپين ۾ پکين جا کنڀ هڻيو پيا هلندا هئا. سڀ کان پهريائين ليف ارڪسن (Leif Ericson) سن هڪ هزار هڪ (1001) ۾ ان جهنگ کي ڳولي لڌو ۽ ان ملڪ جو نالو Vin-land رکيو.

گهڻو پوءِ ڪولمبس سن 1492ع ۾ پنهنجا ٻيڙا ڪاهي آيو ۽ ان ملڪ جي بدن تي ڦهليل، بهترين ڪاٺ جي ٻيلن ۽ ٻين قدرتي وسيلن سان ٽمٽار ميدانن تي گهميو گهتيو ۽ ان جي دريافتگي جو اعلان ڪيائين جنهن کي دنياوي تاريخ ۾ صرف 500 سالن جو مختصر عرصو ٿيو آهي!

اها بہ دنيائي تاريخ جي پيٽ ۾ اڃا ڪلهہ جي ڳالهہ آهي تہ 1607ع ۾ يعني صرف 395 سال اڳ جيمر- اسٽون ورجينيا جي علائقي ۾ پهرئين انگريز واپارين جي ڪوٺي قائم ڪئي وئي ۽ ان بعد 400 سالن ۾ آميريڪا سڄي دنيا ۾ ڪالوني نظام، نئين ڪالوني نظام، گلوبلائيزيشن، نيوگلوبلائيزيشن، ڪاربوريٽ گلوبلائيزيشن ۽ هاڻ نيو ورلڊ آرڊر جي 'Orders' تحت دنيا جي هزارين قومن، 192 ملڪن، انهن ملڪن جي ريگستانن، ميدانن، جبلن، ڍنڍن، دريائن، سمنڊن، هوائن، فضائن ۽ خلائن تي پنهنجو ڏاڪو ڄمائي چڪو آهي.

اها ئي ڳالهه آهي تہ ان عظيم خلائي طاقت ۽ جاسوسي گرهہ ۽ اپگرهہ رکندڙ ملڪ کان ڪڏهن ڪڏهن پل پُڪ ٿيو وڃي ۽ ڪين ڪڏهن ڪڏهن دنيا بابت ڪجهہ بہ معلوم نٿو ٿئي جيئن 1998ع ۾ C.I.A کي هندستان جي Nuclear Test بابت وقت کان اڳ خبر نہ پئي ۽ ان ساڳئي عظيم Information رکندڙ ملڪ کي اهو بہ معلوم نہ ٿي سگهيو تہ 11 سيپٽمبر تي صبح جو 8 لڳي 48 منٽن تي نيويارڪ جي دل مين هٽن ۾ ڇا ٿيڻ وارو آهي! ۽ ڏسڻ وارن ڏٺو تہ ڪجهہ سر ڦرين (19 ڄڻن) هڪ سؤ اٺن منزلن واري ٽاور سان جڏهن تيل جو ڀريل جهاز ٽڪرايو تہ ٽاور قيامت جهڙو آڙاهہ بڻجي ويو ۽ ان آڙاهہ ۾ ماڻهو ائين سڙي ۽ پچجي رهيا هئا، جيئن ڦلا ٻنيءَ ۾ پُڇن، عظيم ٽاور جنهن ڪجهہ دير پهرين آسمانن سان ڳالهيون ٿي ڪيون، لمحن اندر ائين پسر ٿي سڙي رهيو هئو ڄڻ ڪو زبردست اجگر يا ٻيڙ جو سڪل ٽڙ.

108 منزلن واري ٽريڊ سينٽر جنهن جي پاڙ ۾ ٺهيل Capsule مان ٽرين گذرندي هئي سا هڪ زلزلي جهڙي جهٽڪي سان ٻيهي رهي ۽ اوندهہ انڌوڪار ڇانئجي ويئي. (W.T.C) جي Top تي 'Windows of the world' نالي دنيا جي سڀ کان مٿاهين ريسٽورنٽ هئي، جيڪا سڄي فرش ۽ ڀتين توڙي ڇت سميت شيشي مان ٺهيل هئي، اڪثر ڪڪرن جي ڪوهيڙي ۾ گهيريل ان 'Windows of the world' ۾ امير امراءَ، ڊپلوميٽ ۽ ڊيلر خوبصورت لباسن ۾ اتي دنيا جون وڏيون وڏيون ڊيلس ڪرڻ ايندا هئا.

نيويارڪ شهر جي مين هٽن واري ان علائقي ۾ ٿيل ان واقعي نہ رڳو اسانجي معروضي دنيا کي بدلائي ڇڏيو بلڪ ان واقعي خاص طور سڄي دنيا ۾ انتها پسنديءَ جي هڪڙي لهر پيدا ڪئي آهي جنهن کي عيسائي. مسلمان ۽ هندو انتها پسندي چئجي تہ غلط نہ ٿيندو ان واقعي بعد سڄي دنيا جي ڪرسچن مشنريءَ جا سڪل ڦٽ ساوا ٿي پيا آهن ۽ گذريل زماني جي قديم ترين تعصبن جي ڪتابن کي کولي پڙهڻ شروع ڪيو ويو آهي ۽ 1097ع واريون صليبي جنگيون ياد ڪيون پيون وڃن جڏهن بيت المقدس تي 42 ڏينهن ڪڙو چاڙهي ستر هزار مسلمانن جو ڪوس ڪيو ويو هو.

اڄ بہ آميريڪا ۽ ٻين يورپي ملڪن، خصوصن برطانيہ ۾ مسلمانن کي انتهائي شڪ جي حالت ۾ ڏٺو ٿو وڃي. ان واقعي، مذهبن بابت دنيا ۾ نئون رويو پيدا ڪيو آهي، جنهن لاءِ سڄي دنيا جا غير جانبدار ۽ غير تعصبي ماڻهو پريشان آهن ڇو تہ ان واقعي بعد BBC, CNN, Fox News ۽ اهڙن

ڪئين ٻين چئنلن طرفان جاٽي واٽي ڦهلايل غلط انفارميشن جي ريلي جي ڪري دنيا هڪڙي بدترين طوفان مان گذرڻ لڳي ۽ Mis-Information جي ان ٻاهه سڀڪن سان گڏ گهٽائي ساوا به ساڙي ڇڏيا!

ان خطرناڪ جنوني طوفان مسجدن تہ ٺهيو پر هڪڙي گردواري تي به حملو ڪرائي ڇڏيو جذباتيت جي اثر هيٺ آيل آميريڪنس يونيورسٽي آف ڪولوراڊو جي ڀتين تي لکيو: 'گهر وڃو ڪارئوا' 'عربوا گهر وڃو يا افغانستان!' اهڙي مڪروهه پٽي جي شاندار نظارن گهرن ۾ ماڻهن کي قيد تي ڏڪڻ تي مجبور ڪيو!

11 سيپٽمبر کي ڪيترائي سال ۽ ڪافي مهينا گذري ويا آهن. ان ڏينهن مان بہ انهن سمورن ماڻهن جيان اهو سڀ ڪجهه ٿي ڪري رهيو هئس جيڪو صبح جو ننڊ مان اُٿي هر ماڻهو ڪندو آهي. دنيا جي اڪثر ملڪن ۾ صبح هئي ۽ ماڻهو چانهه پي رهيا هئا. ڪافيءَ جي مگ ۾ ڪريم ملائي رهيا هئا. پنهنجون E-mails چيڪ ڪري رهيا هئا. بسن ۾ لڏجي ۽ ڊوڙي ڊوڙي آفيسن ڏانهن وڃي رهيا هئا.

Twin-Towers جي تباهيءَ سرڪاري انگن اکرن موجب 7000 ماڻهو ماريا. پنجاهه لک چورس فوٽن تي ڦهليل آفيسن جي ايريا جي تباهي ٿي. هزارين ادارن ۾ لکين نوڪرين جو خاتمو ٿيو ڪافي ايئر لائينس ڪمپنين جو ڏيوالو نڪتو! نيويارڪ اسٽاڪ ايڪسچينج (NASDAQ) کي ڪربين ڊالرن جو گهاٽو ۽ ڊالر جي اگهه ۾ رڪارڊ ڪمي محسوس ڪئي وئي! ان واقعي سان انسانيت کي جيڪو گهاٽو پهتو تنهنجو ڪوبہ ڪاٿو ڪونهي! ۽ تهذيب يافتہ آميريڪنس آپي کان نڪري ويا ۽ انهن نيويارڪ. واشگنٽن ۽ ڪيليفورنيا جي شهرن ۾ ائين ئي ڪيو جيئن انديا ۾ 'بجرنگ دل' ۽ 'وشوا هندو پريشد' وارا گجرات ڪاٺياواڙ کان وٺي دهليءَ تائين ڪندا آيا آهن! انسان جي اندر ۾ ويٺل ان خونخوار بگهڙ پنهنجا چنبا ۽ ڏند نئين سر تکا ڪرڻ شروع ڪيا آهن جن جي پچڻ لاءِ سمورن مذهبن تلقين ڪئي آهي! صاف ڏسجي پيو تہ: .Information Technology ۽ Internet Vally جا موجد وحشي زناورن جيان ڏاڙهين وارن کي ڳوليندا رهيا ۽ ان جنون ۾ هنن هڪڙي گردواري کي باهه ڏني ۽ هڪڙي سک کي مسلمان سمجهي ماري ڇڏيو جنهن لاءِ انديا جي شاعر وزيراعظم (جنهن جي واهيات ۽ ڪوڙ تي ٻڌل شاعري جگجيت سنگهه ڳائي حيراني ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو آهي.)

اپيل ڪئي تہ دوستو: سمورين ڏاڙهين کي هڪ اک سان نہ ڏٺو وڃي، ڏاڙهي ڏاڙهيءَ ۾ فرق ڪيو وڃي، ان بعد آميريڪنس سينڊر لڳل ڏاڙهين ۾ عطر لڳل ڏاڙهين جو فرق ڳولڻ شروع ڪيو!

Twin-Towers جي تباهيءَ بابت 'اساما بن لادن' يا ٻي ڪنهن مسلمان ملڪ بابت ڪو ٺوس ثبوت ڏيڻ بجاءِ آميريڪا 'ٽوني بليئر' کان شاهدي ونندي هڪڙو بيان ڏياريو تہ: "ان حملي ۾ اساما بن لادن، القاعده ۽ افغانستان ملوث آهي!" دنيا جي ڪنهن بہ عدالت، ملڪ توڙي قوم وٽ اهڙي بيان جي ڪابہ اهميت نہ هوندي آهي تہ هڪڙي عمل ۾ شڪل مان ٽرڙي ظاهر ٿيندڙ وزيراعظم کان بيان ڏيارائي پوءِ ڪنهن ملڪ تي حملو ڪجي!

۽ ان ملڪ جي ماڻهن سان وري تاريخي مذاق هيئن ڪجي تہ انهن کي چئجي: 'ڏسو اسان توهان جي ٻارن ۽ گهرن جي مٿان مارڪ 82_ هاءِ ڊريگ بم تہ اڇلايون ٿا پر اسان جي چڱائي مٿان وساري اٿوَ. اسان توهان جي لاءِ بهترين اسلامي لنچ جو اهتمام بہ ڪيو آهي توهان لاءِ اسان زرد پيڪيٽن (جيڪي آميريڪي جهنڊي جي لحاف ۾ آهن) اندر چانور کاڄن جي مکڻ، بين، سلاد، اسٽرابيري جام، بسڪيٽ، ڪشمڪش، ماني، هڪڙو فروٽ بار، سيزننگ، ماچيس، پلاسٽڪ جا ٿانو تشو پيپر ۽ هڪ عدد باتصوير ترڪيب استعمال شامل ڪئي آهي.'

مٿئين مذاق لاءِ يعني کاڌي جي زرد پيڪيٽن لاءِ مصر جي هڪڙي هوٽل جي بيري تبصرو ڪندي چيو:

'مان توهان کي کاڌو بہ ڏيان پيو ۽ مان ئي اوهان کي قتل بہ ڪريان پيو اها ڳالھ سوچي مان چريو ٿي ٿو پوان!'



# Gaza Evacuation
# Gaza Withdrawal

مٿيان ٻـ جملا دنيا جي ٻن وڏين خبر ايجنسين جا آهن. پهريون جملو BBC جو آهي جيڪا غزه جي پٽيءَ تي رهندڙ اسرائيلين کان اها جبري طرح خالي ڪرائڻ لاءِ ٿي ٻڌائي: جڏهن تـ CNN چوي ٿي تـ: اُهي اتان پاڻ پنهنجي مرضيءَ سان پيا لڏين. راين جو اهو تصادم سڄيءَ دنيا ۾ هر روز تمام گهڻين خبرن ۾ پيدا ٿيندو رهي ٿو ۽ سڄيءَ دنيا جا ماڻهو ان تصادم- راين جي ٽڪراءَ بلڪ ان جنگ جو شڪار ٿيندا ٿا رهن. ان سڄي منظرنامي ۾ جيڪا خاص ڳالهہ آهي، سا هيءَ آهي تـ دنيا ۾ سچ ۽ ڪوڙ جي ڪابہ خبر نٿي پوي ۽ اهي ٻئي شيون پاڻ ۾ ائين سلهاڙيل آهن، جيئن رات ۽ ڏينهن يا شام يا ٻنپرڪو! دنيا جي مامرن ۽ مسئلن جو ڪڏهن بہ ڪو Clear فيصلو نٿو ٿئي. ۽ لڳي ٿو تـ نـ وري ڪڏهن ممڪن ٿي آهي!

1947ع ۾ برطانيہ سرڪار جيڪا فلسطين تي قابض هئي، تنهن پنهنجو مينڊيٽ اقوام متحده کي ڏئي ڇڏيو جنهن (اقوام متحده) آمريڪي رهنمائي ۽ سوويت يونين جي پشت پناهيءَ سان فلسطين جي ورهاڱي جو فيصلو ڪيو. اُن ورهاڱي کي ان دؤر جي 'واليءِ مڪ ۽ مدينہ' حضرت محمد ﷺ جن جي اولاد مان هڪ شخص، ('شاهہ عبدالله' جيڪو هاشمي خاندان مان هئو) جي بہ ٻنپرائي حاصل هئي. برطانوي سامراج، سلامتي ڪائونسل ۽ شاهہ عبدالله تنهي فلسطين کي مُڏي ڪاتيءَ سان ڪُهي اُن جا جيرا، گردا ۽ دل ڪڍي سيخ ۾ وجهي تانڊن تي پچايا ۽ فلسطينين جي لاشن تي سندن اقتدار جو جشن ملهايو! فلسطينين سان اهڙي غداريءَ جي قيمت شاهہ عبدالله هنن لفظن ۾ گهري: 'جيڪڏهن ماڻهوءَ کي نشي ۾ ڏُتِ ٽيڏو هجي تـ جام ڀڃڻ نـ ڪپن!' يعني فلسطين جو اڌ پاڻ وٽ رکڻ لاءِ اسرائيل کي جيڪو معاوضو ادا ڪرڻو آهي، سو لامحدود هجڻ کپي!'

1878ع ۾ 'حيفا' شهر ۾ پهرئين يهودي نوآبادڪار وستيءَ جو قيام ٿيو ۽ 1914ع تائين اهڙيون ٿي وستيون قائم ٿي چڪيون، جن لاءِ زمين مقامي عربن وڪڻي انهن کي ڏني. 'ٿيوڊور هرزل' ويانا جو هڪڙو يهودي صحافي هئو جنهن فلسطين ۾ يهودي رياست قائم ڪرڻ جو نظرياتي سبب پيش ڪيو. ان ڪري هرزل کي باباءِ صيهونيت به چيو ويجي ٿو.

فلسطين جي ورهاڱي (1947ع) جي صرف ڇهن مهينن بعد 'ديرياسين' نالي ڳوٺ ۾ يهودي فوجي دستن 254 فلسطينين کي قتل ڪري ڇڏيو. جنهن ڪري ڊپ ۽ هراس ۾ فلسطيني پنهنجا گهر ڇڏي ڀڄي ويا. نتيجي طور 'جافا' ۽ 'حيفا' سميت ڪئين ٻيا شهر ۽ علائقا يهودي قبضي هيٺ اچي ويا! گذريل سٺ سالن ۾ اسرائيل ۽ فلسطينين جي وچ ۾ جيڪو ڪجهه به ٿيو تنهن کان دنيا جو هر سجاڳ ماڻهو واقف آهي. فلسطين دنيا جي نقشي تي ڄڻ هڪ شاهي ڦٽ جيان ٻري سڙي ۽ ڳهرو ٿي ويو آهي. فلسطين ڄڻ زهريلي سنگين لڳل زخم آهي، جيڪو ڪڏهن ڇٽو ئي ناهي! بلڪ گذريل سٺ سالن ۾ فلسطيني مسئلو وڏي ويجهي پنهنجين سرحدن کان ٻاهر نڪري، نه رڳو مسلمانن جو گهٽ ۽ دنيا جي هر رهواسيءَ جو وڏيڪ مسئلو بڻجي ويو آهي.

1974ع ۾ ياسر عرفات گڏيل قومن جي اداري (UNO) ۾ تقرير ڪندي PLO (فلسطيني لبريشن آرگنائيزيشن) طرفان هڪڙي اهڙي فلسطين جو مطالبو ڪيو جتي هڪڙي جمهوري ۽ سيڪيولر حڪومت هجي ۽ ان ۾ عيسائي، يهودي ۽ مسلمان انصاف ۽ ڀائيچاري سان رهن! ياسر عرفات جو تاريخي جملو هئو: "مان آزاديءَ جي مجاهد جي بندوق ۽ زيتون جي ٽاري ٻئي گڏ کڻي آيو آهيان. مونکي اميد آهي ته اوهين منهنجي هٿ مان زيتون جي ٽاري ڪرڻ نه ڏيندا!"

## Holidays in Danger Zone:

سڄيءَ دنيا ۾ سڀ کان وڏيڪ Danger Zone گذريل صديءَ جي پوري پوئين اڌ ۾ توڙي هن صديءَ جي شروعات وارن سالن ۾ بيت اللحم، بيت المقدس، يروشلم، بيروت، صحراءِ، سينا، غازا يا غزه جي پٽي (Gaza Strip) مغربي ڪنارو رَملہ، نابلوس، فلسطين جو چپو چپو اردن ۽ مصر جا ڪجهه علائقا رهيا آهن. انهن ئي علائقن ۾ حضرت ابراهيم عليه السلام (دنيا جي ٽن

اهم مذهبن جو پڙڏاڏو)، حضرت عيسيٰ عليه السلام، حضرت دائود عليه اسلام ۽ حضور ﷺ جن پنهنجا پير گهمائيندا رهيا آهن. اهي ٽي مذهب: يهوديت، عيسائيت ۽ اسلام، حضرت ابراهيم عليه السلام جي ڪٽنب/ اولاد/ Off Springs جا مذهب آهن، ان ڪري اڄ بہ دنيا تي جيڪڏهن ڪو خاندان حڪومت ٿو ڪري، تہ اهو حضرت ابراهيم عليه السلام جو خاندان آهي!

قديم شام جو حصو يروشلم ۽ بيت المقدس ان ڪان اڳ ۾ بہ هزارين سالن ڪان وٺي Danger Zone رهيو آهي. چوٿين صدي عيسويءَ ۾ رومي (عيسائي) حڪمرانن يروشلم تي حملو ڪري هزارين يهودي قتل ڪري ڇڏيا، سڄي شهر کي باهہ ڏيئي ڀسم ڪري ڇڏيو ۽ يهودين جي عبادتگاهہ کي بہ مسمار ڪري ڇڏيو، خاص ڪري 'معبد صخره' کي هنن ڊاهي پٽپانگ ڪري ڇڏيو ۽ يروشلم تان يهودي اثر کي ختم ڪري اتي عيسائيت جا يادگار ڪليسائون ۽ سرائون تعمير ڪيون ويون. جنهن هنڌ تي حضرت عيسيٰ عليه السلام کي صليب تي لٽڪايو ويو هو اتي 'ڪنيسہ قماما' پيهر تعمير ڪيو ويو ۽ ان جاءِ تي مقدس صليب پڻ نصب ڪيو ويو.

حضور ﷺ جن حجة الوداع بعد 11 صدي هجريءَ جي شروعات ۾ عيسائين جي سرڪوبيءَ لاءِ ۽ حضرت زيد بن حارث رضہ جي شهادت جو بدلو وٺڻ لاءِ حضرت زيد جي پٽ حضرت اُسامہ رضہ جي سربراهيءَ ۾ هڪڙو لشڪر تيار ڪرڻ جو حڪم ڏنو پر پوءِ سندن وصال جي ڪري اهو ڪم مهمل ٿي ويو.

15 صدي هجريءَ ۾ اسلامي فوجن، فلسطين جي مرڪزي شهر بيت المقدس، يروشلم ۽ ايلياهہ يا القدس کي گهيرو ڪري ڇڏيو جنهن ڪري عيسائي اڳواڻن مطالبو ڪيو تہ جيڪڏهن مسلمانن جو اميرالمؤمنين پاڻ اچي 'امن جي دستاويز' تي صحيح ڪندو تہ هو پنهنجا هٿيار ڦٽا ڪندا ۽ مسلمانن سان نہ وڙهندا. جنهن تي حضرت عبيده بن جراح رضہ جي اطلاع تي حضرت عمر فاروق رضہ مديني کان بيت المقدس تائين آيا ۽ عيسائين سان امن جي معاهدي تي صحيحون ٿيون ۽ اهڙيءَ طرح هيءُ پاڪ شهر، جيڪو ٽن سامي مذهبن جو مقدس مرڪز آهي، بنا رت وهڻ جي مسلمانن جي قبضي ۾ آيو.

15 صدي هجريءَ کان وٺي 492 صدي هجريءَ تائين، فلسطين تي مسلمانن جو قبضو رهيو (جيڪو سڄو عرصو پوڻا پنج سؤ سالن جو ٿئي ٿو.)

ان بعد فلسطين مٿان پوپ جي حڪم تي صليبي جنگ تحت قبضو ڪيو ويو بعد ۾ 1187ع ۾ صلاح الدين ايوبي ٻيهر فلسطين تي قبضو ڪيو.

برطانيه، شاهه عبدالله، ليگ آف نيشنس، روس ۽ ٻين جي مدد سان يهودي قبضي بعد (1947ع ۾) 18 سالن کان پوءِ 1964ع ۾ يروشلم ۾ فلسطيني قومي ڪائونسل مقرر ٿي. جنهن ۾ فلسطيني آزاديءَ جي تنظيم (فلسطينين لبريشن آرگنائيزيشن) PLO جو بنياد وڌو ويو. اتان کان فلسطيني جدوجهد جو الڳ باب شروع ٿئي ٿو.

هتي هيءُ ريفرنس ضروري ٿي پوي ٿو ته 492هه ۾ جڏهن صليبي جنگي سردارن بيت المقدس جو محاصرو ڪيو ۽ 42 ڏينهن جي گهيري کان پوءِ انهن جو بيت المقدس تي قبضو ٿي ويو. تڏهن ستر هزار ماڻهن کي ڪُٺو ويو ۽ مسجد اقصيٰ جو سمورو سون ۽ چانديءَ جو سامان لٽيو ويو. ان فتح جو احوال پوپ کي هنن لفظن ۾ پڌايو ويو:

'جڏهن اسانجا سپاهي (معبد سليمان) مسجد اقصيٰ ۾ داخل ٿيا ته انهن جا گهوڙا گوڏن تائين مسلمانن جي رت ۾ ٻڏل هُئا!'

معبد سليمان، اهو معبد هئو جتي حضرت عيسيٰ اچي يهودين جي مذهب جي ٿٺول ڪري، سندن ڪبوترن جي پڃرن کي لتون هڻي هٽايو هو ۽ کين چيو هو ته 'اوهان جي انهن ڪبوترن جي الله تعاليٰ کي ڪاٻه ضرورت ڪانهي.' هن واقعي (صليبين جي تاريخي جنگين) دراصل حضرت عيسيٰ جي تعليم جي ٺٺول پئي اڏائي. جنهن جي تعليم هئي ته: 'جيڪڏهن ڪو اوهان کي هڪ ٿڦڙ هڻي ته پنهنجو ٻيو ڳل ان کي پيش ڪريو. پنهنجي پاءُ جي اک ۾ ڪک ڏسي تنقيد نه ڪريو مٿان اوهان جي اک ۾ شهتير پيل هجي!'

9 ڊسمبر 1917ع تي برطانوي فوجون، يروشلم ۾ داخل ٿي ويون جنرل 'ايلن بي' پراڻي شهر جو دورو ڪندي چيو: 'اڄ صليبي جنگيون ختم ٿي ويون!' اهڙيءَ طرح جنرل 'گورائو' 1920ع ۾ دمشق جي شهر ۾ داخل ٿي سڀ کان پهرين صلاح الدين ايوبيءَ جي مقبري تي ويو ۽ پنهنجو بوٽ قبر تي رکي چيائين: "هيڏانهن ڏس صلاح الدين اسين واپس اچي ويا آهيون!"

رامله (مغربي ڪنارو) اماري ۾ پناهگير ڪيمپن ۾ خواب مشڪل سان مرن ٿا! جتي پوڙها فلسطيني 'نبيل ڪيفي' ۾ پلاسٽڪ جي ڪرسين تي ويهي تاش پيا کيڏندا آهن يا چانهه پيا پيئندا آهن يا وري حُقن ۾ تماڪ پري پيا ڇڪيندا آهن. انهن جا خواب اڄ به اهي ئي آهن جيڪي ٻاهٺ سال پهريان هئا ته: 'اسين هڪ ڏينهن پنهنجي گهر ويندا سين.'

"منهنجا نو ٻار آهن پنج ڌيئون ۽ چار پٽ." ابو حليم چوي ٿو جيڪو 64 سالن جو فلسطيني آهي ۽ مٽي تي اڇو ۽ ڳاڙهو خانن وارو رومال Red checked head dress ويڙهيندو آهي ۽ جيڪڏهن اوهان انهن مان سيني کان گهٽ عمر واري ٻار کان به پڇندا ته اهو ئي جواب ملندو ته: اسين 'لود' جا رهڻ وارا آهيون. 'اها جڳهه جتان کان هنن جو پيءُ آيو آهي'. 'لود' جو علائقو اڄڪلهه اسرائيل ۾ شامل آهي تل ابيب جي ڏکڻ اوڀر ۾ جتي هاڻ بن- گوريان بين الاقوامي هوائي اڏو تعمير ٿيو آهي. پر ابو حليم ۽ ٻين پناهگيرن کي اهو اڄ به هڪڙي فلسطيني علائقي جي طور ياد آهي، جتي پوکي راهي ٿيندي هئي ۽ زيتونن جا باغ هئا. پوءِ جولاءِ 1948ع ۾ اسرائيلي فوج انهن کي بندوقن جي نوڪ تي اتان ڪڍي ڇڏيو هو.

(آمريڪن صحافي ڪيٽ بي رچ جي مضمون مان هڪڙو ٽڪرو)

No Man's Land:

اي اسرائيليو! اهڙي ڪهڙي ڳالهه آهي؟
گهڙيءَ جا ڪانٽا جي اڄ رڪجي ويا آهن
ته سياڻ اهي هلي پوندا!
زمين جي ڇنجي ويڃڻ جو غم ڪونهي،
باز جا پر به ته ڇڄي ويندا آهن!
۽ هن ڏکي خاموشيءَ ۽ اُڃ جو به خوف ڪونهي،
ڇو ته پاڻي هميشه پهاڙن جي تهن ۾ هوندو آهي
توهان وٽن جون تاريون ڪپي ڇڏيون آهن،
پر پاڙون اڃان سالم آهن.

(نزار قباني- فلسطيني شاعر)

اڌ رات جو ڪارروائي شروع ٿي ۽ سمهڻ وارن ڪپڙن ۾ مردن کي انهن جي گهرن مان ڪڍي ٻاهر سرديءَ ۾ ويهاريو ويو. علائقي جي معززن سميت سمورن مردن کي مسجد جي سامهون هڪڙي چؤنڪ ۾ ڪٺو ويو ۽ صبح تائين سمورن کي اتي اُگهاڙي ويهاريو ويو. ان وچ ۾ سرحدي محافظن گهرن ۾ زبردستي گهڙڻ شروع ڪيو ۽ انهن رڙيون ڪري ماڻهن کي مارڻ ۽ ڦٽ- لعنت ڪرڻ ۽ گارگند ڪرڻ شروع ڪئي. مسجد واري چؤنڪ ۾ ويٺل ماڻهن کي حڪم ڏنو ويو ته اهي هڪ ٻئي مٿان پيشاب ڪن ۽ هڪ ٻئي کي پاخاني سان راڱين. انهن کي اهو به چيو ويو ته اُهي اسرائيل جو قومي

ترانو 'حاتڪو' ڳائين ۽ 'اسرائيلي رياست جئي سدائين' جا نعرا هڻن' ڪيترائي ڀيرا انهن ماڻهن کي ماريو ويو ۽ بي عزت ڪيو ويو. زمين تي ريڙهيون پائڻ جو حڪم ڏنو ويو. ڪجھ ماڻهن کي تہ هنن زمين کي چٽڻ جو حڪم ڏنو.

معمول جتي ڪٿي اهوئي آهي: هڪ اسرائيلي صحافي تام سيڪيف ٻڌائي ٿو تہ هڪڙي عرب وڪيل ٻڌايو تہ 'يروشلم جي رستن تي رڳو هلڻ سان بہ عربن جي بي عزتي ڪئي ويندي آهي ۽ انهن کي ڊيڄاريو ويندو آهي.'

(نام چومسڪي: Some Perspectives of Intafada)

### شهيد ٽيڻ جي خوشي:

مان 'رائد' سان گڏ دوري تي ويس. اتي جي ماحول ۾ ڏک ۽ سوڳ جو پري پري تائين ڪو نشان بہ نہ هئو. هر گهر ۾ شهيدن جون وڏيون وڏيون تصويرون لڳل هيون. جيئن ڪوبہ اچڻ وارو مهمان انهن جي عظيم قربانيءَ کي سمجهي سگهي. اهي مهمان انهن شخصيتن جي شهيد ٿيڻ جي هفتن تائين قطارون قطارون پيا هتي ايندا آهن ۽ شهيدن جا ڪٽنب پنهنجي خوشي خاطر انهن مهمانن ۾ مٺايون ورهائيندا رهندا آهن.

24 سالن جي 'محمد جبارين' جي والد ٻڌايو تہ هن کي 'ڊم ڊم' يا اهڙي ئي قسم جي ڪنهن گوليءَ سان سيني تي نشانو ڪيو ويو هو. جبارين جو والد چوي ٿو: "الحمدلله مون کي ڪوبہ ڏک ڪونهي تہ منهنجو پٽ 'الفهم' جو پهريون شهيد آهي." جبارين جي جنازي ۾ 80 هزار ماڻهن شرڪت ڪئي. هيءَ اسرائيل جو سڀ کان وڏو جنازي جو جلوس هئو. هتي شهادت غم ۽ غصي جو سبب نہ پر فخر جي ڳالھ آهي!

'احمد ابراهيم صيام' جي گهر جي ڳالھ ڪجھ هيءَ طرح آهي: صيام جي ماءُ پيءُ تہ وفد جو استقبال ائين ڪيو جهڙوڪر هو احمد جو آخري ديدار ڪرڻ نہ پر ان جي شاديءَ ۾ شرڪت لاءِ آيا هئا. نرڙ تي گولي کائي شهادت ماڻيندڙ احمد، مينيجمينٽ ۾ ڊگري وٺڻ لاءِ يونيورسٽيءَ ۾ داخلا ورتي هئي، پر هن جيڪو مقصد حاصل ڪيو هو سو هن جي پڙهڻ کان وڌيڪ عظيم هئو! شهادت.

'اگر 20 لک ماڻهو مري ويا آهن تہ ڇا ٿيو؟ اسين وڌيڪ جانيون ڏيڻ لاءِ تيار آهيون. هيءَ آهي مسجد اقصيٰ جي قيمت!'

(فيصل بودي: ٽئين درجي جا اسرائيلي شهري)

## Case Study (هڪ خاندان جي تباهي):

1987ع کان اسرائيلي حڪومت مغربي ڪناري سميت مشرقي يروشلم ۾ گهٽ ۾ گهٽ 2650 فلسطيني گهر ڊاهي ڇڏيا آهن. ان سببان تہ انهن گهرن کي ٺاهڻ لاءِ اجازت ناما نہ ورتا ويا هئا. اهڙيءَ طرح 16700 فلسطينين، جن ۾ 7300 ٻار بہ شامل آهن پنهنجن گهرن کان محروم ٿي ويا آهن. جن بہ ماڻهن جا گهر ڊاٺا وڃن ٿا انهن لاءِ انهن جا جذباتي نتيجا ڏاڍا خراب ۽ اندوهناڪ ٿيندا ٿا! ڇو تہ گهرن ڊاهڻ جو اڳواٽ ڪوبہ اطلاع نہ ڏنو ويندو آهي. بلڊوزر اوچتو ظاهر ٿيندا آهن ۽ انهن سان گڏ لٺين ۽ بندوقن سان مسلح سوين سپاهي. هو اڪثر اهڙي وقت ايندا آهن جڏهن گهر جو وڏو ڪم سان گهر کان ٻاهر ويل هوندو آهي ۽ گهر وارن کي عام طرح پندرهن منٽن جو وقت ڏنو ويندو آهي تہ پنهنجي سامان مان جيڪو ڪجهہ هو ڪڍي سگهن سو ڪڍن. ان کان پهرين جو فرنيچر روڊ تي اڇلايو وڃي ۽ گهر تي بلڊوزر هلي وڃي ڪافي ڀيرا گهر جي ماڻهن کي ۽ ٻين احتجاج ڪرڻ وارن کي لٺين سان ماريو ويندو آهي يا رٻڙ ۽ ٽٽ مان ٺهيل گولين سان زخمي ڪيو ويندو آهي.

'يوسف الاتراش' بوٽن ٺاهڻ جي ڪارخاني ۾ ڪم ڪندو آهي. ڪيس 'هيبرون' جي ويجهو 'خربت قلقيس' ۾ پنهنجي ذاتي زمين تي گهر ٺاهڻ جي بہ اجازت نہ ملي. يوسف جا ڏهہ ٻار آهن. ان ڪري هن تڪليف جي ڪري گهر ٺاهڻ شروع ڪيو. پر هن جي گهر کي ٽي ڀيرا ڊاٺو ويو پهريون ڀيرو 3 مارچ 1998ع تي، هن جي زال کي زخمي ڪيو ويو ۽ ان کي اسپتال داخل ڪيو ويو. ٻئي ڀيري 'يوسف الاتراش' ۽ ان جا پٽ سپاهين آڏو سينو سپر ڪري بيٺا جيڪي اڏاوتي سامان ضبط ڪرڻ آيا هئا. يوسف جي زال چيو: 'مان نہ ڇڏيندس! هڪ ڀيرو بہ ڀيرا، ڏهہ ڀيرا، بلڪ هڪ هزار ڀيرا! پر ٽئين ڀيري جون 1998ع ۾ هنن جو گهر مڪمل طرح تباهہ ڪيو ويو. ٻارن ڏٺو تہ هُنن جي ماءُ پيءُ کي فوجين ماريو ۽ زمين تي گهلي گهلي پري اڇلائي ڇڏيو.

يوسف جي ماهوار آمدني 230 آمريڪي ڊالرن جي برابر هئي. ان ڪري يا تہ هو گهر ٺاهڻ جي حيثيت نہ پيو رکي يا وري هاڻ هن جي همت جواب ڏيئي ويئي هئي. يوسف ۽ ان جا ٻار پنهنجي ئي زمين تي هڪڙو تنبو هڻي ان ۾ رهڻ تي مجبور ٿي ويا ۽ هڪ پڳل ٽٽل گاڏيءَ کي رڌڻي جي طور استعمال ڪرڻ لڳا. هنن جون تڪليفون هنن جي خانداني زندگيءَ کي

تباهہ ڪرڻ لڳيون. هنن جي وڏي ڌيءَ 'منال' (عمر 17 سال) جي شاديءَ ۾ دير ٿي ويئي. نگران سپاهين هڪ پيري منال کي ڌاڍو ماريو ۽ هوءَ اسپتال داخل ٿي وئي. سپاهين جو چوڻ هئو تہ: 'هيءَ پٿر ٿي هڻي!' اهڙين حالتن جي ڪري يوسف ڪاوڙيل ۽ هر وقت تشدد تي آماده ٿيڻ لڳو. 19 آگسٽ 99ع تي هن جي زال کي 'هيبرون' ۾ 'مسجد ابراهيم' جي ڀرسان گرفتار ڪيو ويو چو تہ هوءَ اتي ڇُرو کڻي گهمي رهي هئي. هن تي قتل جي سازش جو الزام لڳو ۽ هن کي جيل ۾ وڌو ويو. 2 سيپٽمبر 1999ع تي ڪيس هڪ فوجي عدالت اڳيان پيش ڪيو ويو. جج، وڪيل صفائي جو هيءَ مؤقف تسليم ڪيو تہ هيءَ هڪڙو خانداني الميو آهي ۽ عورت کي آزاد ڪري ڇڏيو. پر هيءَ خاندان اڃا بہ تنبوءَ ۾ رهڻ تي مجبور آهي! (ايمينيسٽي انٽرنيشنل جي رپورٽ)

**سفيد ڪوڙ:**

قبضو ڪيل فلسطيني علائقي ۾ پيش ايندڙ هائوڪن واقعن جي باري ۾ اخبارن ۾ شايع ٿيڻ وارن اطلاعن جي سلسلي ۾ سڀ کان زياده ڌيان طلب ڳالهين مان هڪ اهم ڳالهہ بين الاقوامي Information جي ذريعن ۽ آميريڪي اطلاعاتي ذريعن ۾ رات ڏينهن جو فرق آهي. آميريڪي اخبارون مسلسل اهڙا مضمون شايع پيون ڪن، جن ۾ هن قسم جي پراڻي افساني کي ورجايو پيو وڃي تہ اسرائيل، دشمن عربن جي وچ ۾ گهيريل هڪڙو ننڍڙو پر همت وارو ملڪ آهي ۽ اهوئي آميريڪي ٽي وي پروگرامن ۾ بہ پيش ڪيو پيو وڃي! اهڙيءَ صورتحال کي عجيب ئي قرار ڏيئي سگهجي ٿو.

مان هيءَ سمجهڻ کان بنهہ قاصر آهيان تہ ڪو شخص ڪيئن نہ سنجيده ٿيندي ڇهري سان هيءَ دعوي ڪري ٿو سگهي تہ هٿيارن کان مڪمل طرح محروم ٻار ۽ نوجوان هڪڙي اهڙي ملڪ لاءِ ڪيئن ٿا خطرو ٿي سگهن. جيڪو ملڪ هٿيارن سان ٽمٽمار آهي ۽ اهي هٿيار اسرائيل، فلسطيني ٻارن جي قتل عام ۾ استعمال ڪرڻ کان بنهہ نٿو ڪيٻائي!

اسين ڏسون پيا تہ يورپي معاشري هاڻ پنهنجي پاڻ کي هن غم مان بنهہ آزاد ڪري ڇڏيو آهي تہ: 'اسرائيل جو وجود خطري ۾ آهي!' ان جي باوجود يورپي اخبارون واقعن کي، اسرائيل جي تعصباڻي رويي کي ڪيئن نہ پيون لڪائين! اسين هيءَ بہ ڏسون پيا تہ هيلري ڪلنٽن، اسرائيل جي حق ۾ نڪرندڙ جلوسن ۾ دعائون پڙهي گهري ۽ ڪانگريس جا ميمبر هيءَ مطالبو

پيا ڪن تہ آمريڪي صدر، فلسطينين تي واضح طور تي گڙٻڙ ڦهلائڻ جو الزام ٿڦي۔ مان حيران آهيان تہ هڪڙو پورو معاشرو اڄي ڪوڙ جي هٿان اغوا ٿي ويو آهي؟

(نجيب محفوظ: عرب دنيا جو مشهور ناول نگار)



**ويهين صديءَ جا ٽي وڏا شاعر:**

چليءَ جي پبلونرودا کان هڪڙي انٽرويو ۾ پڇيو ويو تہ هن پنهنجو نالو 'نرودا' جو رکيو آهي؟ چو تہ نرودا چليءَ وارن جو نالو نہ هوندو آهي، تہ هن کلي ٻڌايو منهنجي پيءُ کي اها ڳالهہ بلڪل پسند نہ هئي تہ هن جو پٽ شاعر بڻجي، ان ڪري جڏهن مون پنهنجو پهريون نظم ڇپرائڻ چاهيو تہ سوچيم پنهنجي نالي سان گڏ ڪو ٻيو اهڙو نالو ملائي ڇڏيان جو منهنجي پيءُ کي خبر نہ پئجي سگهي. منهنجي سامهون چيڪو سلاويڪيا جو هڪڙو رسالو پيو هو جنهن مان ڪو نالو ڳوليم 'نرودا' هٿ آيو. مون کي اهو سٺو لڳو ۽ مون اهو پنهنجي نالي سان ملائي ڇڏيو. سالن کان پوءِ خبر پئي تہ 'نرودا' چيڪو سلاويڪيا جو هڪڙو وڏو شاعر هئو! جڏهن مان پراگ ويس تہ ان شاعر جي قبر تي گلن جي چادر وجهي چاڙهيم۔

**بهار جي موسم ۾ چيريءَ جو وڻ:**

ترڪيءَ جو 'ناظم حڪمت' ۽ اسپين جو 'گارشيا لورڪا' بہ گذريل صديءَ جا عظيم شاعر ٿي گذريا آهن. انهن ٽنهي تي الزام هئو تہ هنن جي شاعريءَ ۾ انساني عظمت ۽ سونهن جو ذڪر ڊڪٽيٽرن ۽ ظالمن کان نفرت ۽ عوام لاءِ پيار هئو: ان ڪري انهن گيتن هنن لاءِ عوام جي دلين ۾ محبت جو طوفان پيدا ڪري ڇڏيو ۽ حڪمرانن جي اندر ۾ باهہ جا اُلا وجهي ڇڏيا. اهي گيت هنن لاءِ 'ڳچيءَ ڳانا لوهہ جا' ثابت ٿيا. ان ڪري 'لورڪا' کي 29 سالن ۾ ختم ڪيو ويو. 'ناظم حڪمت' کي 18 سال قيد جي سزا ڏني ويئي ۽ 'نرودا' کي ان جرم ۾ پنهنجي عمر جا ڪافي سال جلاوطن رهڻو پيو. ٽنهي عظيم شاعرن جي شاعريءَ ۾ جيڪا آفاقيت ۽ عظمت آهي تنهن کي دشمن بہ سلام ڪن ٿا.



# رُڄ، واچوڙا ۽ نشيليون اکيون

اها جولاءِ جي تپندڙ مهيني جي هڪڙي ٻپهري هُئي، جڏهن مان دالبندين شهر کان ڪافي پري چٽرجي علائقي ۾ بيٺو هئس. منهنجي Sports واچ 53 ڊگري Celcious جو ٽيمپريچر ٻڌائي رهي هئي. حد نگاهه تائين ڦهليل 'دشت' جو ريتيلو بدن ٿامي جيان تتل هئو حالانڪ ريگستان ۾ واچوڙا به لڳي رهيا هئا ۽ ريتيءَ جو وهندڙ طوفان هڪ ٽريڪ جي صورت ۾ اُڏامي مُنهن چڙهي رهيو هو. ڇون تا اُها ريتي افغانستان مان ڊوڙنديءِ اُڏامندي بلوچستان جي هن حصي ۽ بعد ۾ ايراني نار تائين وڃي دنگ ڪري ٿي. سج جي وات مان ڊريگن (Drgaon) جيان باهه جا اُلا نڪري بدن جي کل ساڙي رهيا هئا. هتڙيءَ سخت گرميءَ ۾ چمڙيءَ جو رنگ بدلجي ٿو وڃي، سج جي روشنيءَ ۾ کليل هٿن جي پُٺي ۽ چهرو براڻون ٿي ٿو وڃي ۽ اڪثر هتڙن ڏينهن ۾ شام جو سَن- گلاسز لاهي منهن ڌوئڻ مهل اکين مٿان گلاسز جا گول نشان اڇا ۽ سڄو چهرو چاڪليٽي نظر ايندو آهي. سن- بلاڪ به اهڙي صورتحال جو مڪمل حل ڪونهي. اهڙي وقت مون کي يورپين ڇوڪرين جو سن- باٿ ڪرڻ وارو شوق ياد ايندو آهي، جيڪي انڊرويئر ۾ ٻرا پائي ڪارن گلاسز ۾ سي- بيچز جي واريءَ تي ستل هونديون آهن.

مان اُن مهل پنهنجي هڪ گُجراتي ڪُليگ آصف سان گڏ 'دالبندين' شهر کان به پريءِ جتي سعودي شيخ 'فهد بن سلطان' شهرين لاءِ هڪڙي خوبصورت مسجد ۽ جديد اسپتال ٺهرائي رهيو آهي ۽ 'يڪ مڇ' جي ڳوٺ کان به پريءِ جتي گورنر طائف پڻ بهترين مسجد ٺهرائي آهي. 'يڪ مڇ' بلوچيءَ ۾ کجيءَ جي هڪڙي وڻ کي چئجي ٿو 'يڪ مڇ' جي ڳوٺ لاءِ مشهور آهي ته مغل بادشاهه جلال الدين اڪبر جي پٽ جهانگير جي عشق (نورجهان) جي جمڻ وارو هنڌ آهي. هن علائقي ۾ ايراني اثر ۽ تخم جي ڪري عورتون ڪافي خوبصورت ٿين ٿيون. عورتن جون

اڪيون ڪاريون ۽ چهرا فوٽو جينڪ آهن. ٻڌڻ ۾ آيو آهي تہ هڪ ايراني تيل جي سمگلر جيڪو هتي جو رهندڙ نوتڪاٽي آهي تازو هڪ نازڪ اندام ڇوڪريءَ کي پنهنجي زال بنائڻ لاءِ آسي- لک رپين ۾ خريد ڪيو آهي. چون ٿا تہ اها ڇوڪري پنجن ڇهن سالن کان مسلسل انڊيا ۾ ٿيندڙ فيمينامِس انڊيا ۽ مِس ورلڊ جي مقابلن ۾ سليڪٽ ٿيندڙ سالن جا سال سخت ورزشون ۽ يوگا ڪري ۽ سَلاد کائي کائي پنهنجي هنسليءَ جي هَڏيءَ کي ظاهر ڪندڙ سمورين حسينائن کان وڌيڪ خوبصورت آهي! سڄي علائقي ۾ هنڌين ماڳين ان ڇوڪري جو ذڪر فڪر عام آهي.

ماحول ۾ گرم هوا ۽ واچوڙن جو ڪروڌ پريل هئو. دشت جي ريتيلي تتل بدن تي روڊ پرسان مسلسل وسندڙ ريتيءَ جي طوفان ۽ شوريده سر واچوڙن، واريءَ جون ڊبون (Sand Dunes) ٺاهي ڇڏيون هيون جيڪي پري کان لڳو ٿي جڻ قطارن ۾ وينل اُٺن جا ٿوها هُئا! نيڻ نهار تائين ٿهليل رڻ جي ڪناري ڪناري ڪارا ۽ سيلتي جبل سالن جي خشڪي ۽ اُڄ کان پنهنجين نوڪيلين زبانن سان آسمان جي ٽڙن کي چٽي رهيا هئا! روڊ تي ان مهل ڪا خاص ٽريفڪ نہ هئي. رستو ويران هئو پر ڪيڏيءَ ڪيڏيءَ مهل ڪو ايراني ٽرالر بارڊر واري شهر ڪوهہ- تفتان ڏانهن وڃڻ لاءِ گذري ٿي ويو يا وري يونائيٽيڊ نيشنس جي ڪا بليو نمبر پليٽ سان اينٽينا لڳل گاڏي لنگهي ٿي ويئي يا ڪيڏي ڪيڏي مهل سمگل ٿيندڙ ايراني غاليچن، ڪيڪن، بسڪيٽن يا ايراني پيٽرول جي پريل گاڏي زوم سان گذري ٿي ويئي.

هيءَ آر. سي. ڊي روڊ هئو جيڪو ڪوئيٽا کان ڪجهہ پري 'لڪ- پاس' واري جبل جي پيرن مان شروع ٿي پاڪستاني سرحد 'ڪوهہ- تفتان' تائين ۽ ان بعد ايراني شهر 'مير جاوه' واري بارڊر کان ايران مان ٿيندو ترڪي ۽ بعد ۾ انگلينڊ (سائوٿ يورپ) ۾ داخل ٿئي ٿو. اُن ڪري هن روڊ کي عام ماڻهو هتي 'لنڊن روڊ' جي حوالي سان بہ ياد ڪن ٿا.

ان وقت منهنجي ڊبل- ڪيبن ڏوزگي واري پهاڙي گهٽَ جي ريتيءَ ۾ ڦاٿل هئي 'ڏوز' بلوچيءَ ۾ 'چور' کي چون ٿا ۽ پراڻي زماني ۾ شايد ان گهٽ يا دري پرسان چوريون ٿينديون هونديون، ان ڪري علائقي جو نالو 'دوزگي' آهي. مون واچ ۾ ڏٺو منجهند جا ادائي لڳا هئا سج جي گرميءَ جي ڪري مٽي جي وارن مان پگهر جون لارون لڙي شرٽ ۾ ۽ بعد ۾ جين جي

پئنٽ ۾ جذب ٿي رهيون هيون. گاڏيءَ مان لهڻ تي واري ڪڻن جي پورن ۽ ڳالهائڻ سان وات ۾ ڪرچ ڪرچ ڪري رهي هئي. اسان اڄ بارڊر واري شهر تفتان ۾ RCD روڊ ڪي ايراني ٽرمينل 'مير جاوه' سان ملائڻ لاءِ هڪ اسٽڊي ڪري موٽي رهيا هئاسون. ٽي ڏينهن اتي رهي.اسان روڊ جي نئين Alignment ڪئي هئي ۽ اڄ موٽندي اسان صحرا جي ڍبن ۾ ڦاٿل هئاسون. دور جبلن ۽ ريگستان ۾ رُڃ درياءَ جيان چوليون هٽي رهي هئي جنهن لاءِ اسان ننڍي هوندي ڪتابن ۾ پڙهيو هو تہ انهن رُڃن ۾ مسافر ۽ اُٺ- چار ماڻهو ۽ قافلا پاڻيءَ جي تلاش ۾ ڊوڙي ڊوڙي ساهہ ڏئي ڇڏيندا هُئا!

اُو...! اوُا... گهُو ووا.... گهو ووا! واچوڙن ۽ طوفان جا لهرا پرانهن خوفناڪ ڪارن جسمن وارن جي چاغيءَ جبلن سان ٽڪرائيا. رڳڙبا هيٺ لهي شاهي دشت و صحرا جي پچرندڙ ۽ سج جي روشنيءَ ۾ سڙندڙ وجود تي ڪنهن ديوَ جيان پنهنجا ظالماڻا هٿ ڦيرائي رهيا هئا. دشت جو بدن نہ هئو چڻ ڪنهن ماهہ رُخ، ماهہ لقا جو جوان، گرم ۽ گلابي بدن هئو.

هن دشت ۾ Air pockets آهن جيڪي آسمان ۾ موجود هجڻ ڪري اڪثر جهاز ۾ اُڏامندي مٿان ڪان اوچتو Jerk ڏيندا آهن ۽ هتي موجود Air pockets وري ڪيڏيءَ مهل بہ جهٽڪو ڏيئي هلندڙ گاڏيءَ ڪي چڻ ٺڦڙ هٽي ڪيندا آهن ۽ گاڏي وڻ جي ڇٽيل پن جيان وچي پري اُڇلبي آهي! منهنجو هن روڊ ۽ ريگستان ۾ پهريون پيرو هو ان ڪري گاڏيءَ جا اڳيان ويل واريءَ جي ڍبوڙن ۾ گم ٿي ويا هئا. مون فور- ويل هنيو ۽ ريورس گيئر هٽي ايڪسليٽر تي پير ڏنم تہ گاڏيءَ نڪرڻ بجاءِ تهائين چڻ واريءَ جي ڏهڻ ۾ دبجي ويئي. آصف منهنجي منهن ۾ حيرانيءَ سان ڏسي رهيو هو. 'هاڻ ڇا ٿيندو؟' مون سوچيو گرميءَ ۽ ريتيءَ جي طوفان اسان سان ڏاڍي جُٺ پئي ڪئي. گرميءَ جي ڪري هن سڄي بيلٽ جا ماڻهو چون ٿا: 'اسان تي دوزخ حرام آهي، اسان زندگيءَ ۾ ئي دوزخ جو ٽانڊو بڻجي چُڪا آهيون!' هتي ئي-جتي اسان بيٺا آهيون چاغيءَ جي ضلعي ۾ 'Atomic Test' بہ ٿي هئي. اهي پهاڙ بہ هن ئي روڊ تي چپ چپ بيٺا آهن انهن پهاڙن جي پيٽ ۾ ايٽم بم جو پهريون تجربو ڪري سائوٿ ايشيا ۾ طاقت جي توازن ڪي بدلايو ويو هو.

ٽن ڏينهن کان مسلسل ائن جهڙن ايندڙ قطارون، ريگستان ۾ سالن جا سڪل ٻوڙا ڪائيندڙ بنا ناڪيليءَ جي گهمندڙ اُنن جا وَڳ ڏسي ڏسي پاڻ ڪي ڪنهن پراچين دؤر ۾ يا نبين جي دؤر ۾ بيٺل محسوس ڪندو آهيان. جڏهن

زندگي قافلا قافلا هوندي هئي، شهرن کي قلعا ۽ ڪوٽ چڙهيل هوندا هئا. جن جا دروازا رات جو دربان بند ڪري ڇڏيندا هئا ۽ دير سان آيل قافلا ۽ مسافر ٻاهر رهجي ويندا هئا. چپي چپي تي پالن ۽ تلوارن سان چوبدار الرٽ بيٺل هوندا هئا رات جو شهر ۾ قاضي، خليفا، چمڙا پوش ڪري ماڻهن جو حال معلوم ڪندا هئا. مسافر خاناءِ سراءِ هوندا هئا جن ۾ گهوڙن ٻڌڻ جا ڪڙهه به هوندا هُئا. خدمت لاءِ خواجا سرا هڪيا تڪيا موجود هوندا هئا.

هن روڊ جي Parallel پاڪستان کان ايران اندر ويندڙ ريلوي ٽريڪ تي هنڌين ماڳين انگريزي دؤر ۾ ٺهيل ريلوي پليٽ فارمن بجاءِ مٽيءَ جا ڪوٽ شاهي ۽ مضبوط ڪاٺيءَ جي دروازن سان موجود آهن، جتي چون ٿا ته انگريز 'گورڪا' فوج رکندا هئا، جيڪي فوجي اتي ٻارين ٻچين رهندا هئا ۽ ڪنهن به حملي جي صورت ۾ اهي پنهنجين زالن ۽ ٻارن سميت وڙهندا هئا.

فور ويل ڪوپه ٻولو نه ٻاريو ته مون بيوسيءَ مان پهرين آصف ڏانهن ۽ بعد ۾ شيشي ۾ پويان نهاريو جتان هڪڙي ڪمري جهڙي چوڪور گاڏي اچي رهي هئي، ويجهو اچڻ تي معلوم ٿيو ته ڪو يورپي ٽوئرسٽ ڪپل (Couple) هئو جيڪو ڪوئيٽا ڏانهن وڃي رهيو هئو ان وقت چوڪري گاڏي ڊرائيو ڪري رهي هئي. سندن ڪمري جهڙي بلڪ شاهي دٻي جهڙي گاڏيءَ جي پويان به سائيڪلون به ٻڌل هيون. فارينرس اسان کي ڏسندا ڏسندا پري هليا ويا ۽ روڊ جي ليڪ تي ٽبڪي ۾ تبديل ٿي ويا.

واچوڙا ۽ طوفان هاڻ وڌيڪ تيز ٿي ويو هو دور تائين ماڻهن ۽ ٽريفڪ جي آمد-هوند اسان ٻنهي کي چيڙائي رهي هئي. اسان ٻاهر نڪري ڪجهه ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي. ڪي پٿريا ٻوڙا وغيره پر پرسان ڪجهه به موجود نه هئو. نڙي سڪي ويئي ۽ ڪنڊا چُڀڻ لڳا ته پويون دروازو کولي برف جي شاهي ڪولر ۾ پيل پاڻيءَ جي اڪيلي بوتل ڪڍي ۽ ٿورو پاڻي پيتم. هن سڄي علائقي ۾ پيئڻ جو پاڻي کارو آهي ان ڪري ماڻهن جا ڏند- ٽرين وانگر براٺون ۽ پيلا آهن. پاڻي پي مون ڪجهه ٽشو پيپر ڪڍي مِلائي هڪڙو رومال ٺاهيو نرڙ ڳچيءَ ۽ چهري تان پگهر ۽ واري اُگهڻ جي ڪوشش ڪئي.

'مان ڏسان ٿو پريان متان ڪا شيءِ ملي وڃي.' مون آصف کي چيو: ۽ واريءَ جي ڍير جي ٻئي طرف وڃڻ لڳس. آصف چپ چپ مون کي ڏسڻ لڳو ۽ گاڏيءَ ۾ ويهي رهيو. اهڙيءَ صورتحال ۾ هو ڪافي پريشان ٿي ويو هو.

هئي طرف وڃي مان ڪجهه ڳولڻ لڳس تہ پري کان مون کي ڪا اڇي شيءِ نظر آئي. رڻ ۾ لڳندڙ واريءَ جي طوفان کي چيريندو مان اتي پهتس، تہ ڏٺم هڪڙي مئل اُٺ جو مڪمل ڍانچو Skeleton هئو جنهن کي ريتيءَ جي طوفان اُگهاڙو ڪري ڇڏيو هو. مان پوئتي ويس ۽ گاڏيءَ مان وڃي ڪيميرا ڪڍيم تہ آصف کلڻ لڳو: 'هاڻ ريتيءَ ۾ قاتل گاڏيءَ جو فوٽو ڪڍندين؟ مان ٻاهر نڪري بيهان؟' 'نہ اهڙي ڪائي ڳالهہ ناهي جي توکي مئل اٺ جي ڍانچي سان پنهنجي تصوير ڪڍرائڻي آهي تہ پلي ٻاهر اچ! هونئن منهنجو خيال آهي تہ تو جهڙي خوبرو نوجوان کي 'دالبندين' جي ڪنهن هرڻ-اکي ڇوڪريءَ سان فوٽو ڪڍائڻ کپي.' تہ آصف کِلڻ لڳو. مون وري ڊيون اورانگهيون. هاڻ ريتيءَ جو طوفان گهٽجڻ لڳو هو. مون ڪنهن کان ٻڌو هئو تہ هتي رڻ ۾ رهندڙ نوتيزئي اوٺارن جا اُٺ مهينن جي ٻُڪن ۽ اُڃن کان پوءِ (جڏهن انهن جي ٿوهن مان پاڻي ۽ چربي ڳري ختم ٿي ويندي آهي) پنهنجن مالڪن کان ڪاوڙجي گهران نڪري ڊوڙندا آهن ۽ ڏينهن جا ڏينهن ۽ راتين جون راتيون ريگ ۾ رُلندا، رُلندا، پاڻيءَ ۽ کاڌي جي تلاش ۾ گهندا گهندا، نيٺ رُڃن ۾ راڙا ڪري ڪري ڪنهن پنڌڪيل مسافر جان پنهنجا پساهہ پورا ڪندا آهن!

مون ڪيمرا آن ڪئي ۽ ريگستان ۾ مئل اٺ جي ڍانچي جو فوٽو ڪڍيو جنهن کي ڪافي هنڌان ريتيءَ ڍڪي ڇڏيو هو. 'Its Artistic!' مون چيو ۽ آصف کي ڏٺو جيڪو منهنجي پويان پويان هليو آيو هو، چوڻ لڳو: 'يارا اهو وري ڪهڙو فوٽو آهي؟' هن ڪجهہ ڪلاڪ پهرين بہ مون کي هڪ ڳوٺ وٽان ايندڙ اُٺن جي هڪڙي قطار جو فوٽو ڪڍڻ تي روڪيندي چيو هو. 'هتي اٺ تمام گهڻا هوندا!' ڪڏهن آرام سان فوٽو سيشن جو بندوبست ڪنداسين.'

"ساري! آءِ ڪينٽ افورڊ ديٽ سيشن! آءِ هيو نو مور ٽائيم ٽو ڪِل اِن لائيڪ ڊِس اسٽرينج ڊيزرٽ!" مون کلندي کيس چيو تہ آصف بہ مسڪرايو. 'مون ڪلڪ ڪيو تہ ان وقت صحرائي اٺن جي قطار ڪئميرا ۾ محفوظ ٿي وئي هئي.

"يارا هاڻ ڇا ٿيندو؟" هن ريتيءَ جي ڍوڙي ۾ قاتل ٽائرن کي ڏسندي ٿيون پيرو مون کان پنجابيءَ ۾ پڇيو: "ٽائرن هيٺان پاڻي وجهي ڏسجي؟" هن خيال ظاهر ڪيو:

"پاڻيءَ جون سڀ بوتلون ختم ٿي ويون آهن." مون هن کي ٻڌايو. "۽ هاڻ ته اُڃ به پئي لڳي ۽ ٿڪي چُور ٿي پيا آهيون."

"هاڻ ڇا ٿيندو؟" هن وري چيو: ان مهل هن جي چهري تي ڪجهه دهشت ڦهلجي ويئي ۽ هن روڊ جي ٻنهي پاسن ڏانهن نهاريو جتي دور تائين اڃان به ڪابه گاڏي ۽ ڪوبه ماڻهو نظر نٿي آيو. اسان بيٺي اڃي گاڏيءَ ۾ ويٺاسون. پگهر، ريتي ۽ گرميءَ اسان کي ساڻو ڪري ٿڪائي ڇڏيو هو. مون اسٽيئرنگ تي نرڙ رکيو ته مون کي ننڊ اچي ويئي.

مون ڏٺو: رڻ مان واريءَ جو طوفان بيهي ويو هو ۽ اسان مٿان شام جي اوندهه لامارا ڏيڻ لڳي هئي. ان ئي دم سترهين يا ارڙهين تاريخ جو چنڊ اُڀري آيو ته سڄو دشت ٿري چانڊوڪيءَ جي کير سان وهنجي ويو: پري کان اٺن جي قطار لنگهي رهي هئي. ڪٿان رباب جي ڪائي ازلي ابدي خوبصورت ڌُن ٻڌڻ ۾ اچڻ لڳي: ان ئي مهل پري کان هلندي هڪ نقاب پوش حسينا، جنهن کي اڇي رنگ جا ريشمي ڪپڙا پيل هئا. چيلهه ۾ سندرو ٻڌل هئو چهري تي نقاب ۽ ڪارو پٽڪو ٻڌل هئس. مون ڏانهن آئي ۽ پنهنجين ڪجل هاڻين اکين سان مون کان پڇيائين: 'مسافر اڃيو آهين؟' هن پنهنجو نقاب وَاڪري ڇڏيو ته لڳو ٻه چنڊ هئا هڪڙو منهنجي پرسان ۽ ٻيو آڪاش تي! 'هائو!' مون ڪنڌ لوڏيو ۽ هن جي اکين ۾ نهاريو. اکيون نه هيون، ڄڻ ٻه وڏا پئونر هئا. جيڪي هن جي ويڪري گوري چهري جي چنڊ تي پٽي رهيا هئا.

هن پنهنجيءَ ڪڇ تي رکيل ڪنجهي جي صُراحيءَ کي پلٽايو ته مان پنهنجن ٻنهي هٿن سان ٻُڪ ٺاهيو ۽ صراحيءَ مان کير جي وهندڙ ڌارا پيئڻ لڳس. اهو اُنٺيءَ جو کير هئو: تازو گهاٽو ۽ مِٺو.

"اڪبر صاحب! اڪبر صاحب!" مون کي سڏ ٿيڻ لڳا. منهنجي خواب جا پرزا پرزا ٿي ويا. مون پنهنجون ننڊاکڙيون اکيون کوليون ته آصف مون کي سڏي رهيو هو. هن اتان لنگهندڙ هڪڙو ٽرڪ بيهاريو هئو ۽ گاڏي To-chin ڪرڻ لاءِ هن کي سيٽ جي پويان پيل رَسو ڪڍڻو هو!

•

# زرد پتن جو طوفان

سينٽ ڪيٿيڊرل چرچ جي شاهي ايوان, پٿر جي ڏاڪن ۽ وشال وڻن هيٺيان گذرندڙ اهي ڏينهن/ شامون ۽ راتيون ڏاڍيون حسين هونديون هيون! ان دور جي هر شام شرمين پوپٽ جهڙي ۽ رات گهاٽي ۽ تارن سان پُر هوندي هئي.

حيدرآباد جي پوش علائقي جي وچ ۾ نهيل ان چرچ جي گهٽ ۾ گهٽ سوا سؤ سالا پراڻي عمارت جي ٻنهي طرفن کان مُولسريءَ جا شاهي وڻ بيٺل هئا, جن ۾ ڊسمبر ۽ فيبروريءَ جي سردي سمورا پن ڇاڻي, دوشيزائن جي ڳلن جي رنگ جهڙا گل آٽيندي هُئي ۽ پٽين تي سال جو سمورو وقت بوگن ويلا, ڊوربيل ۽ ڇائنا روز جا گل ٽهڪندا ۽ لان ۾ ڪنوارين جا ٽهڪ ٽهڪندا رهندا هئا.

'Sundays' تي ٽولن جا ٽولا ڪنواريون رنگين پوپٽن جيان هڪ جاءِ کان ٻي جاءِ گهمنديون, هلنديون, ويهنديون رهنديون هيون. سندن ستارن جهڙيون اکيون ٽمڪنديون رهنديون هيون ۽ هر ڇهري مان ڪجهه ڳولڻ جي چاهنا سندن دل ۾ لٽڪندي رهندي هئي.

اُتر طرف مينديءَ جي ٻوٽن جي وَاڙ اندر اڇي پٿر جي ٺهيل گول ڦوهاري مٿان اڪثر ڪبوتر گٽڪندا رهندا هئا. اونداهين راتين جو جڏهن صديون پراڻا پوڙها پپر جا وڻ سخت ڪليل هوائن ۾ پنهنجين ٽارين ۽ پنن سان جهومڻ لڳندا هئا تہ هوا جي سيٽين ۾ لڳندو هو انهن ڏيون جهڙن وڻن جي ٽارن ۾ لڪل سوين سال اڳ مُئل, اڇا جُبا پاتل وارن ڪليل Nuns/Sisters قطارون قطارون نڪري ڊوڙي رهيون آهن ۽ ڪڏهن ڪڏهن اهي ڪيڪون ڪندي چرچ جا بند ٽيل ڪاٺ جا شاهي ڳرا دروازا کڙڪائي اندر وڃڻ جي ڪوشش ۾ سرگردان آهن. رات جي اهڙي وڳڙي اڪثر ننڊ

ڦٽي ويندي هئي ۽ باٿ روم تائين ويندي پُنيءَ مان سرديءَ جي لهر جو ڪرنٽ پاس ٿي ويندو هو!

سج جڏهن ڪوٽڙيءَ جي درياءَ ۾ ٻُڏي ويندو هو تہ چرچ مٿان لهندڙ شام ڪجهہ دير لاءِ اُداس ٿي ويندي هُئي! بلڪل ڳلن ۾ چُڳهہ پوندڙ 'عينا' جيان اُداس. جنهن جو ڪليل رنگ/ ڪليل وار ۽ ڪليل بُت هميشه پاڻ ڏانهن متوجهہ ڪندو رهندو هو. هن جون شفاف ۽ وڏيون اکيون اڪثر منهنجي خاموش چهري ۾ ڪجهہ ڳولڻ جي ڪوشش ۾ مگن هونديون هيون.
ان جو اظهار هڪڙي ڏينهن چرچ اندر پيل شاهي هارمونيم کي پنهنجين سفيد ۽ مخروطي آڱرين سان وڄائيندي هن ڪيو هو تہ مون کي لڳو هو: هن جون ڳالهيون نہ هيون ليمن بٽر فلائيز جو جُهنڊ هيو جيڪو اُڏامي سڄي چرچ ۾ ڦهلجي ويو هئو.

اسان ڪافي پيرا شامن جو 'مسٽر اسٽاڪ' جي گهر جي ڊائننگ ٽيبل تي گڏجي ويهي آئيس ڪريم کاڌي هئي ۽ چرچ پويان بہ ويا هئاسون. جتي اڪثر ڪوبہ نہ ويندو هو.

مان اڄ بہ جڏهن اهي ڏينهن، اهي شامون ۽ اُهي تارن سان پريل گهاٽيون راتيون ڳولڻ جي ڪوشش ڪندو آهيان تہ لڳندو اٿم: مان يَسوع جيان اڪيلو صوفن جي باغ ۾ بيٺو آهيان. الزامن ۽ درد جي موسم جا زرد پتا منهنجي مٿان باهہ جي اُلن جيان وَسي رهيا آهن. يهودا منهنجي خلاف سازش پيو ڪريءِ ٻيا ساٿي بہ مونکي ڇڏي ويا آهن ۽ چاڻ پيلاطس بادشاهہ جا سپاهي اچي مريم مگدلينيءَ سان پيار ڪرڻ جي ڏوهہ ۾ مون کي گرفتار ڪندا!



## 1917ع جو سيارو:

جڏهن معجزا رونما ٿيندا آهن تہ حقيقت کي پنهنجن سِڱن تي کڻي گهمائيندا آهن! سو جڏهن وقت پرجي آيو تہ لينن پنهنجا اوڇڻ ڪپڙا ميڙي ويڙهي ٻڌا، پنهنجين لِکٽين جا سَٽا کڻي ڪيائين، پنهنجي استعمال جون شيون گڏ ڪري هڙ ٻڌائين ۽ پنهنجي مسواڙ واري گهرجي مالڪ کان موڪلائڻ ويو. هن جي گهر جو مالڪ هڪڙو سوئز موچي هو جنهن هن کي سندس گهر جو هڪڙو ڪمرو مسواڙ تي ڏنو هوا

"ڪيڏانهن ٿو وڃين، ولاديمير ايليچ؟" گهر جي مالڪ پڇيو ۽ لينن جو هٿ جهلي هن ڏانهن رحم جوڳين نظرن سان ڏٺائين. "ڪهڙيءَ چريائپ

ڪنيو اٿئي جو روس واپس ٿو وڃين؟ تون اُتي ڇا وڃي ڪندين؟ ڇا تو سوچيو آهي تہ اتي توکي بيهڻ ڏيندا؟ يا توکي ڪو ڪم مِلندو وِلاديمير ايليچ! منهنجي صلاح مڃين تہ هتي ئي آرام سان رهي پئہ."

"مان هاڻ اوڏانهن ئي ويندس." لينن وراڻيو.

"اوڏانهن...؟ ڇو...؟"

"ها, مان اوڏانهن." لينن بنان ڪنهن تاثر جي ورجايو.

"پر تو پنهنجي سڄي مسواڙيري ڇڏي آهي ۽ اجا مهينو پورو نہ ٿيو آهي! سچ تون پلي ڇا بہ چئہ مان توکي مسواڙجا رهيل پئسا واپس نہ ڏيندس!"

"ڪا ڳالهہ ناهي!" لينن هن کي جواب ڏنو: "اهي رکي ڇڏ, مان هاڻ هلان ٿو."

هن سوئٽزرلينڊ ڇڏيو ۽ روسي سرزمين تي پير رکيو پنهنجي ننڍي ٽوپيءَ, صاف پر ڪالر گنل قميص ۽ پنهنجي پراڻي ۽ ميري ڪوٽ سان. هاڻ سموري فوج هن جي هئي, بندريہ موٽي, پيلاڻ مائل ڇهري واري بي هٿيار جي! ۽ هن هٿان ۽ هن اڳيان ڇا ڇا نہ هئو: 'اڻ ڪٽنڌڙ روسي سرزمين, ظالم, طاقتور ۽ خونخوار هاري ۽ مزدور هوشيار ۽ چالاڪ حڪومتي ڪارندا, طاقتور ۽ زبردست پادريت, پيلا, جهنگ, قلعا, محلات, جيل ۽ بيرڪون, پراڻا قانون, مدي خارج اخلاق ۽ بيون لاتعداد پريشانيون! ڊپ ۾ ورتل سلطنت جيڪا سڀ ڪجهہ کائي, ڪُرٽي, ڇپاڙي ڇڏي ۽ انهن اڳيان, هو سندس ننڍڙي قد ۽ ننڍڙي ٽوپيءَ سان بيٺو هو! هن جون ننڍيون منگول اکيون مسلسل هوا ۾ گهوري رهيون هيون ۽ اُن وقت هن جي اندر هڪڙي هنبوڇيون هڻندڙ شيطان پنهنجا ڏند ڪُرٽيا ۽ ڳالهايو:

'هيءَ سڀ ڪجهہ تنهنجو آهي ولاديمير ايليچ! هي سڀ ڪجهہ مون توکي مفت ۾ ڏنو. تون رڳو هڪڙو جملو چئہ اهوئي جادوئي جملو جنهن لاءِ مان سالن کان وٺي توکي ڊڪٽيٽ پيو ڪريان.'

"دنيا جا مزدورو! هڪ ٿي وڃو!" ڇئو اهو تہ زار سون, ريشم, اطلس, جي جبلن ۾ ويڙهيل چڪيل مکيل ٻڪرڪٽ پادري, شاهي پيٽن وارا مذهبي واعظ هڪ ئي ڦوڪ سان ڍير ٿي وڃن. انهن جي لاشن مٿان گذري وڃ, ولاديمير ايليچ! اڳتي وڌ ۽ انهن جي سڙيل, بدبودار لاشن مٿان هلندو وڃ ۽ ڪريملن ۾ وڃي پنهنجو ڳاڙهو جهنڊو کوڙ. انهن سمورن جون کوپڙيون پنهنجي هٿوڙي سان پڃي ڇڏ ۽ هنن جا نڙگهٽ ڏاٽي سان لڻي ڍير ڪر!'

”ڪير آهين تون؟“ لينن هن کان پڇيو: ”نهنجو نالو ٻڌاءِ، مون کي ٻہ تہ خبر پوي تہ تون ڪير آهين؟“

”مان معجزو آهيان!“ شيطان ڳالهايو ۽ پنهنجن سڱن سان روس کي آهوڙڻ لڳو!

(ڪازان زاڪس جي سفرنامي (Report of Greco) تان ڪوريل هڪ صفحو)

مٿي ڪازان زاڪس جي سفرنامي/ آتم ڪٿا/ جو هڪ صفحو ترجمو ٿيل آهي. ڪازان زاڪس NIKOS KAZANTZAKIS يونان جي شهر ’ڪريٽ‘ پرسان ’Iraklion‘ ۾ 1883ع ۾ ڄائو. 1906ع ۾ هن گريجوئيشن ڪئي ۽ بعد ۾ پئرس مان پڙهيو. بلڪان وارين تاريخي جنگين ۾ هن رضاڪارانہ طور حصو ورتو ۽ يوناني آرميءَ سان گڏ وڙهيو جنهن ۾ هن کي جنگ ۽ انساني موت جو تجربو ٿيو جيڪو پوءِ هن جي لکڻين ۾ پڻ آيو. ڪازان زاڪس ليکڪ ۽ اديب کان وڌيڪ فلاسافر هُئو. هن تي نتشي (Nietzsche) ۽ برگسان (Bergsan) جو اثر غالب هئو. عيسائيت، مارڪسزم ۽ ٻڌازم هن جا پسنديده فلسفا ۽ مذهب هئا! 1956ع ۾ هن کي بين الاقوامي امن ايوارڊ ڏنو ويو. 1957ع ۾ ڪازان زاڪس 75 سالن جي عمر ۾ گذاري ويو. هن جي ناولن تي فلمون بہ ٺهيون. هن کي يونان جو تمام اهم ليکڪ مڃيو وڃي ٿو ۽ ان ميڃتا ڪارڻ 1997ع ۾ هن جي چاليهن سالن جي ورسيءَ جي موقعي تي سڄي يورپ ۾ سمپوزيم ڪرايا ويا ۽ کيس خراج تحسين پيش ڪيو ويو.



## شيخ اياز بابت:

مان پراڻي سکر ۾ جيئي شاهہ چوڪ تي رهندو هئس ۽ اڪثر صبحن جو جڏهن اڃان علائقي مان درياءَ جي گهم ۽ ڏنڌ نہ ڇٽبي هئي، جهرڪيون چهڪنديون رهنديون هيون تہ مان اتان واڪ ڪندو سنڌوءَ جي ڪناري تي ويندو هئس ۽ اتي وڃي هڪ سيمينٽ جي چوڪيءَ تي تازيءَ هوا ۾ ’يوگا‘ جا ڪجهہ آسڻ ڪندو هئس.

شامن جو بہ اڪثر جڏهن سنڌوءَ جي هڪ گهاٽ تي ڪنهن ساڌوءَ جيان اکيون بند ڪري بيٺل شاهي پپر جي وڻ ۾ سوين جهرڪيون اچي لڪنديون هيون ۽ سندن چرچر جو آواز دنيا جي بي ثبات هجڻ جي شاهدي ڏيندو هئو. لهندڙ شام جي وکڙيءَ سج جڏهن انب جي ڳتري جيان درياءَ ۾ ڪِرڻ وارو هوندو هو تہ مان ساڌ ٻيلي سميت اهو منظر ڏسڻ ويندو هئس! درياءَ جي ان اداس ۽ اڪثر ويران گهاٽ تي مان پپر جي گهاٽي وڻ هيٺان لهرين جا منظر ڏسندي ڏسندي رات ڪري ڇڏيندو هئس! جڏهن سکر ايڪسپريس اچي پُل مٿان لنگهندي هُئي ۽ ان جون روشنيون پاڻيءَ جي لهرين تي عڪس ڇڏينديون هُيون تہ لڳندو هو سنڌو سڄو ڏيئا ڏيئا ٿي ويو آهي.

سکر شيخ اياز جو پسنديده شهر هئو. ان شهر جون گهٽيون پاڪستان جي ٻين شهرن جيان گهوٽڻ جي لڏ، دز مٽيءَ ۽ نالين جي گند سان ڀريل

رهنديون هيون ۽ رستا نڪاسيءَ جي ڪاري پاڻيءَ سان ۽ سڙيل گپ سان پريل پڱل هوندا هئا. شيخ اياز سکر ۾ پناهہ گيرن جي علائقي ۾ رهندو هو! بلڪ سکر جا پناهہ گير شيخ اياز جي پاڙي ۾ رهندا هئا. جيئي شاهہ چوڪ کان رائل روڊ ۽ پوءِ پاسپورٽ آفيس ۽ ان پرسان 'جنات بلڊنگ' هئي. جنهن ۾ شيخ اياز رهندو هو. هونئن تہ پراڻيءَ سکر جي هر گهر ۾ جنن جو واسو آهي، ۽ هندن جي ٺهرايل انهن جاين ۾ جنن جا واقعا عام آهن. منهنجي گهر کان شيخ اياز جو گهر ڪو گهڻو پري بہ نہ هئو پر مون ڪڏهن بہ اهو گهر ڏسڻ جي الاجي ڇو تمنا نہ ڪئي ۽ نہ وري گهر جي مالڪ سان ملڻ چاهيو. ان جو سبب غلط يا صحيح هي هئو تہ مون اڪثر ٻڌو هو تہ: 'اياز ساٿس گهر تي ملندڙن کي ڪوبہ مانُ نہ ڏيندو آهي.' شايد اها هن جي اسٽائل هئي ۽ ڪنهن بہ دانشور، شاعر ۽ اديب جي ڪنهن بہ Style تي اعتراض نٿو ڪري سگهجي. جيئن V.S نائپال ٻارن کي پسند نٿو ڪري ۽ مان بہ ٻارن کي پنهنجو دشمن ڪرڻ ۾ ڪابہ ڪسر نٿو ڇڏيان بلڪ اڪثر منهنجي مزاج جي ڌورو بہ خلاف هلندڙن کي بہ دشمن بنائڻ ۾ ڪابہ هٻڪ محسوس نٿو ڪريان، ڇو تہ Diplomatic اپروچ ۾ اڪثر گهٽ ۽ ٻوسٽ محسوس ڪندو آهيان. شايد اها منهنجي اسٽائل آهي ۽ ظاهر آهي تہ جڏهن مون کي پنهنجي اسٽائل تي اعتراض ناهي تہ شيخ اياز جي اسٽائل کي بہ مان غلط نٿو سمجهان!

مان اڪثر Controversial ماڻهو هجان ٿو. ان ۾ منهنجي مزاج جو عمل دخل آهي ۽ جيڪڏهن شيخ اياز عام ماڻهن سان مِلي پنهنجو قيمتي ٽائيم وڃائڻ نٿي چاهيو تہ ڇڱو ٿي ڪيائين. ڪو خراب ڪم تہ نٿي ڪيائين هر ماڻهوءَ جو ۽ خاص طرح خاص ماڻهن جو وقت تہ تمام قيمتي ٿئي ٿو! بهرحال ڪوئيٽا جي پريم ڪمار کان وٺي سکر جي فتاح ملڪ ۽ حيدرآباد جي غلام نبي مغل تائين سڀ اياز جي ان رويي بابت ڇرڪيل هئا ۽ آهن.

***

هڪڙي پيري سکر جو هڪڙو سيد ڇوڪرو رات جو مون وٽ آيو ۽ مون کي ميسيج ڏنائين تہ سنڌ جو مهان ڏاهو محترم رسول بخش پليجو مونسان ملڻ ٿو چاهي. رسول بخش پليجو صاحب مشهور ليکڪ فتاح ملڪ وٽ رهيل هئو مون کيس صبح جو سويل اچڻ لاءِ چيو. مان صبح جو ناشتو ڪري اوڏانهن ويس. پليجي صاحب مون سان حال احوال ڪيو ۽ پراڻن سياسي تعلقات کي ٻيهر بحال ڪرڻ لاءِ چيائين: مون پليجي صاحب کي رات جي مانيءَ جي دعوت ڏني پر هن منجهند تائين سکر مان واپس نڪري

وچڻ لاءِ ٻڌايو ۽ ماني کنهن ٻئي وقت کائڻ لاءِ چيائين. اتي شيخ اياز به موجود هئو اسان گڏجي فتاح ملڪ جي چانهه پيتي.

❋❋

شيخ اياز وائيس چانسلر سنڌ يونيورسٽي هئو. ڀُٽي جي گورنمينٽ ختم ٿيڻ بعد مارشل لا هئي. سائين جي ايم سيد، سَن ۾ شايد نظربنديءَ هيٺ گذاري رهيو هو. مان ۽ رسول بخش پليجو صاحب سندس گاڏيءَ ۾ لطيف آباد کان سردار پريس گاڏي کاتي ڏانهن اچي رهيا هئاسين ته رسول بخش پليجي صاحب مون کي اياز جي شخصيت بابت ٻڌائڻ شروع ڪيو: 'انڊا اونڊا ويج' لکي اياز جي کل بچائيندڙ مهان ڏاهو ۽ دانشور ان وقت اياز جي اُبتي کل لاهي رهيو هو! مون گهٽو پوءِ اها سڄي وارتا لکي طارق اشرف جي چوڻ تي ڪيس شهٽي رسالي جي 'شيخ اياز نمبر' لاءِ ڏني پر طارق اشرف ان جا ڪافي پئراگراف ايڊٽ ڪري پوءِ ڇپيو. جنهن سان منهنجي خيال ۾ ان مضمون جو ڳَرُ ختم ٿي ويو.

شايد 1980ع ۾ جڏهن شيخ اياز جي وائيس چانسلري ختم ٿي ته هو هڪ بد نام شخص جيان ان نوڪريءَ پويان هَر دؤر جي سنڌ ۾ پنهنجو الهه تلهه لٽائي موٽيو هو. اها ٻي ڳالهه آهي ته هن اُتي ڪجهه اديب چوڪرين ۽ اديب چوڪرن کي نوڪريءَ ۾ رکيو.

مان ايل ايم سي، هاڻ ايل ايم يو جي الرازي هاسٽل جي وچ ۾ لان تي ڪرسي وجهي ويٺو هئس ته شيخ اياز آيو ۽ مون کان سندس پُٽ لاءِ پڇيائين، ته اهو ڪهڙي روم ۾ ٿو رهي؟

مون کيس چيو: 'شيخ صاحب مان پاڻ هتي مهمان آهيان، اوهان فلاڻي ونگ ۾ وڃو ۽ اتان معلوم ڪريو. شايد اوهان کي معلوم ٿي وڃي.' ته هن جي چهري تي مون ڏٺو ڪنهن ڪنواري چوڪريءَ جهڙا شرم جا پاڇا اچي ويا!

شايد 88-89ع ۾ شيخ اياز سان Trade & Custom Centre ڪراچيءَ جي آڊيٽوريم ۾ هڪ بهترين شام ملهائي ويئي. اتي مشهور ڊانسر 'شيما ڪرماني' سندس گيتن تي ڪٿڪ ناچ پيش ڪيو. اسان سمورن دوستن فقير محمد لاشاري، اڄڪلهه جي مشهور آرٽسٽ احمد علي جيڪو لاهور جي ڪاليج آف فائين آرٽس ۾ ليڪچرار آهي ۽ منهنجن ڪجهه ڪتابن جا ٽائيٽل به ٺاهيائين ۽ نصير مرزا سان گڏ شيخ اياز جا ڪافي Snaps ڪڍيا جيڪي اڄ به منهنجي ذاتي البم ۾ لڳل آهن.

●

# ڪيسُو ڦلن جي بارش

اها هڪڙي گيڙو رنگ جهڙي اڻ وڻندڙ ۽ ائبنارمل گهڙي هئي، جڏهن اسين ٻئي هڪ گاڏي جي بيڪ سيٽ تان چمن شهر ڪان، ڪجهه اورتي انهن شاهي جبلن ۽ رستي جي جابلو ۽ خوفناڪ Blind Curves جو نظارو ڪري رهيا هئاسين. هن جي اندر ۾ اهي بلنديون ۽ پهاڙي ڪاهيون، ولوڙ وجهي رهيون هيون. اڇتو ڊرائيور اسان کي هڪ موڙ ڏيکاريو جتان ڪجهه ڏينهن پهريان هڪ بس ڪاهيءَ ۾ ڪري پئي هئي ۽ ڪافي ماڻهو مري ويا هئا. هن اسان جي معلومات ۾ اضافو ڪيو. مون ان وقت هن جي هٿ کي مضبوط جهليو ته هن آهستگيءَ سان اهو ڇڏائڻ جي ڪوشش ڪئي هئي! حالانڪ هيءَ اهو ساڳيو هٿ هئو جيڪو ڪجهه ڏينهن پهريان منهنجي جسم تي پنهنجي پيار جا ٿهيل پوپٽ هڪ هڪ ڪري ڳولي رهيو هئو! هن ٺهڪ ڏيئي هٿ ڇڏايو هو ۽ ڪٿي چانهه پيئڻ جي فرمائش ڪئي هئي، هن جي اکين ۾ ان وقت خمار هئا ۽ نظر ۾ جادو!

"۽.... ڪٿي پنهنجي گاڏي به اتاهينءَ تان." هن منهنجي چهري ۾ نهارڻ شروع ڪيو "جي ڪنهن ڪاهيءَ ۾ وڃي... ڪري ته...؟"

هُن يڪدم پنهنجون گوريون، خوبصورت ۽ مخروطي آڱريون منهنجن چپن تي رکي ڇڏيون: "تون... تون ڏاڍو ڪنو آهين!" هن چڙ خفا ٿيندي چيو:

"ها!... مان واقعي!..." منهنجي چپن مان ايترا لفظ نڪري سگهيا.

"نه نه ساري.. مون ڪوڙ تي ڳالهايو". هن ٽڪڙ ۾ Apology ڪندي چيو.

"مون پنهنجي جنت ان ڏينهن تياڳي ڇڏي، جنهن ڏينهن مان ڄائس... ۽ منهنجي جنت جو گهر تي وڃڻ منهنجي ڪري نه، منهنجي دنيا ۾ اچڻ جي ڪري ٿيو..." مون ڳالهايو.

"...خبر اٿئي مان سڄي عمر ڇا سوچيندو رهيو آهيان"؟ مون ٻيهر ڳالهايو.

"مون کي ڪهڙي خبر؟" هن جي خماريل اکين ۾ گلابي ڏورا گهرا ٿي ويا هئا ۽ هاڻ هن جو لهجو عاجزاڻو هئو.

"مان سڄي عمر اها ڪوشش ڪندو رهيو آهيان، ته ڪٿي مان رائج اخلاقي قدرن جي ڪنڊائين لوڙهي ۾ ڦاسي، ڪجهه اهڙو نه ٿي وڃان، جو ماڻهو مون کي چڱو انسان سمجهڻ شروع ڪن!..... ان ڪري مون هميشه اهو ڪجهه ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي ته: مون کي منهنجا دوست ۽ منهنجا دشمن هڪڙو خراب ماڻهو سمجهن! ۽ اها ڳالهه مون کي هڪڙي زبردست Player مان گذاري مطمئن رکي ٿي!.... دنيا ۾ خراب ماڻهو ٿيڻ ماڻهوءَ جي فطرت ۽ مزاج جي برخلاف ڪونهي! مان جيڪڏهن سخت ڪرب جي عالم ۾ هجان ته سمجهجانءِ مون ڪو چڱو ڪم ڪري وڌو هوندو. مذهب ماڻهوءَ کي ٽئين بولٽن ۾ ڪشي رکڻ جي ڳالهه ان ڪري ته ڪري ٿو ته عام ماڻهوءَ جي فطرت چڱائي ڏانهن مائل نٿي هجي.!"

"توکي خبر آهي ته يسوع مسيح جي Last Super ۾ مريم مگدليني ڇو موجود هئي؟"

"سقراط خوبصورت ڇوڪرا پنهنجا دوست ڇو رکيا هئا؟"

شاهه لطيف ڇوڪريءَ جي ڇيچ ڇو پڪڙي هئي؟ ۽ ائين ڇو چيو هئائين ته: "جنهن جي ڇيچ سيد جي هٿ ۾ تنهن کي لهر نه ڪو لوڏو!"

"Very Strange...!" هن جي اکين ۾ ان وقت حيرت جو جهان پريل هئو ۽ هو مسلسل مون ڏانهن نهايت ئي اوپرين نظرن سان نهاري رهي هئي. هن جون گول خوبصورت ۽ شيتل اکيون مون کي مسلسل گهوري رهيو هيون! ۽ ان بعد هن ٻاهر نهارڻ شروع ڪيو جتي شاهي جبلن جو سلسلو اڃان موجود هئو.

"That's the Reason that I have no passion with any thing you know my dear!"

مون ڳالهايو ۽ دريءَ مان ٻاهر جبلن جي چوٽين ڏانهن نهارڻ لڳس.

موسم ۾ پريل گيڙو رنگ هاڻ آسمان تي به ڇانئجڻ لڳو هو بلڪ اسان ٻنهي جي تعلقات تي به قلعيءَ جيان چڙهي رهيو هو. "So you have no any passion, even with me!" هن چڻ مون کان پڪ ڪرڻ چاهي.

"That's an other Question Darling!... I think that no any one have passion with others. except himself or herself"!

"خود غرضيءَ جي اهڙي جهان ۾ رهڻ سان توکي مونجهه نٿي ٿئي؟"

"Shut up!" مون هن کي دڙڪو ڏنو. "منهنجي نظر ۾ اهو سڀ ڪجهه خود فريبي آهي!"

"هر ماڻهو هڪ جاءِ تي اچي ڪٿي ٿو پوي!" هن ڳالهايو.

"۽ اهو ڪُوڙو سچ آهي، تہ هر ماڻهو هڪ جاءِ تي اچي مجبور ٿي پوي ٿو ۽ پوءِ پنهنجي زندگي گذارڻ جي منطق! جواز ۽ اصولن خلاف هلڻ ٿو شروع ڪري.. ۽ جنهن سان پيار ڪجي، ان کي بہ محسوس ڪرائجي، تہ جڻ ان سان پيار آهي ئي ڪو نہ تہ؟! مون کي دراصل ڪجهه بہ سمجهه ۾ نٿو اچي، تہ ماڻهوءَ کي پنهنجي حياتيءَ ۾ ڇا ڪرڻ کپي، ڪيئن رهڻ کپي، ڪهڙا ڪم ڪرڻ کپن ۽ ڪهڙا نہ؟!"

"ڪهڙا منطق! نظريا ۽ عمل هن کي ڏارڻ کپن ۽ ڪهڙا عمل هن کي نہ ڪرڻ کپن؟! پيار بہ دراصل هڪڙو وقتي جذبو آهي."

"Absolutely you are a wrong man!" هن ٻاهر بيٺل انگورن ۽ صوفن جي باغن ڏانهن نهاريندي چيو.

"Hypocrate, Abnormal one & Psychopath... you Know!" هوءَ سڀ ڪجهه گڏي ڇئي وئي. هن مون تي الزامن جي بارش ڪرڻ شروع ڪئي تہ جڻ مون مٿان گيڙورنگ جا ڪيسو ڦل ڪرڻ لڳا هئا. هن جي ويڪري ۽ خوبصورت چهري تي ڪئين تاثر اچڻ لڳا. هوءَ پنهنجي اکين تي پيل اڇي رنگ جي گلاسز مان نهاري رهي هئي ۽ پنهنجي موقف تي قائم هئي.

"ان ۾ ڪافي لذت آهي بلڪ طاقت بہ آهي." مون دليل ڏنو.

"I hate you!" هن مون ڏانهن نهارڻ بنان چيو ۽ ٻئي طرف پهاڙيءَ ڏانهن نهارڻ لڳي.

"You have absolute right for that!" مون ٿهڪ ڏنو. "زندگيءَ ۾ ايترو تہ گهڻو پيار مليو اٿم جو اهڙين ڳالهين جو هاڻ ڪو خاص اثر نٿو ٿئيم!"

هوٽل تي واپس پهچڻ تائين اسان ٻئي جڻ هڪ ٻئي لاءِ اوپرا بنجي ويا هئاسون. اسان سڄو رستو ڪجهه بہ نہ ڳالهايو چمن مان خريد ڪيل افغاني سردا ۽ هندانا کائڻ کان پوءِ هن سردن جو ٻج صاف ڪري بالڪنيءَ ۾ سڪائڻ لاءِ رکيو ۽ واش روم ۾ هلي ويئي. جتان ٻاهر نڪتي، تہ هن کي نائيٽ ڊريس پيل هئي. ڪاٽن جي فري سائيز شرٽ ۽ برمودا! ان وقت هن جي گورين ٽنگن تي هلڪا هلڪا وار ڪافي خوبصورت لڳي رهيا هئا.

•

# بہ چنڊ

ان وقت هن کي اسڪن ٽائيٽ جينز تي گيڙو رنگ جي ڊبل پاڪيٽر شرٽ، ان مٿان بليڪ ليدر جيڪيٽ، کليل وارن مٿان ڪاري اُن جي ٽوپي، اکين تي آئي- سائيڊ جا گلاسز چپن تي چيري- رنگ لپ اسٽڪ ۽ پيرن ۾ ڪريم ڪلر جو هاف بوٽ پيل هئو. هوءَ ايئرپورٽ لائونج ۾ پيپر گلاس مان گرم گرم ڪافيءَ جا ڍُڪ ڀري ٽي وي تي بي بي سيءَ تان اينڊرٽ تازيون خبرون ٻڌي رهي هئي.

نومبر جي اڌ- ڌاري جڏهن اسلام آباد جو ٽيمپريچر مائينس ٽُو ۽ ڪوئيٽا جو مائينس فورٽين هئو. آسمان تي مسلسل ڪڪر، ڌنڌ ۽ جُهڙ هئو. راتين جون راتيون ۽ ڏينهن جا ڏينهن مينهن پئي وٺو ۽ ٽن ڏينهن کان مسلسل فلائيٽس ڪينسل ٿيڻ ڪري ايئرپورٽ تي هڪ ٻئي سان Q ۾ بيهي ٽڪيٽ OK ڪرائڻ کان وٺي سامان ۾ Tag هڻي لائونج ۾ اندر اچڻ تائين ۽ فلائيٽ ڪينسل ٿيڻ جو اطلاع ملڻ کان پوءِ وري ٻيهر ساڳيو عمل دهرائڻ جي ڪري اسان ۾ هڪ قسم جي دوستيءَ وارو انداز پيدا ٿي پيو هوا

آخري ڏينهن تي هن منهنجي ٽرين ۾ سفر ڪرڻ واري فيصلي کي ان وقت صحيح سمجهيو جڏهن هن عورتن جي مسئلن بابت هڪ NGO جي ڊائريڪٽر ۽ سندس باس سان فون تي ڳالهايو:

"!You Know Sir ٽن ڏينهن کان اسلام آباد ۾ مينهن ۽ ڪوئيٽا ۾ 'سنوفال' جي ڪري تقريباً سموريون Domestic فلائيٽس ڪينسل پيون ٿين. تنهنڪري مون سوچيو آهي تہ هتي وڌيڪ وقت ضايع ڪرڻ کان بهتر آهي تہ مان ٽرين ۾ واپس اچان!" هن باس کان صلاح ورتي. "ٽائيم تہ لڳندو!" هن چيو:

باس هن کي ٽرين ۾ ئي پهچڻ لاءِ چيو: ڇو تہ هن کي 20 تاريخ کان پوءِ چاغي، نوشڪي ۽ بلوچستان جي ٻين ڏورانهن علائقن ۾ اسڪولن ۾ پڙهندڙ ڇوڪرين ۽ انهن جي مائٽن کي Convince ڪرڻو هئو.

مون ان وقت پنڊي فون ڪري ريزرويشن آفيس ۾ پنهنجي هڪ عزيز کي ٽرين جون ٻہ ٽڪيٽون هٿ ڪرڻ لاءِ چيو ۽ ٽيڪسي ڪري اسين ريلوي اسٽيشن پهتاسون تہ 'نياز' اسان لاءِ ٽڪيٽون وٺي انتظار ڪري رهيو هئو.

ڪوئيٽا تائين ٽرين ۾ اسان هڪ ئي گهر جي فردن جيان گذاريو: اسان نائن اليون کان وٺي ڪوئيٽا جي پاليوشن ۽ برفباريءَ سميت افغانستان ۽ پاڪستان جي ڪافي مسئلن تي ڳالهايو. هر مسئلي تي اسان جا خيال ساڳيا هئا. خوشونت سنگهہ جي ڪتاب جي هڪ باب کي پڙهي اسان ڏاڍو کلياسون.

ڪوئيٽا پهچڻ جي ٻئي ڏينهن واري شام اسان هڪ Chinese Restaurant ۾ ڊنر ڪندي گذاري، ان مهل مون 'عمارا' کي ٻڌايو تہ هوءَ جڏهن پهريون ڀيرو- پنهنجو پرس سنڀالي ڇهري تي سجايل سنجيدگيءَ ۽ گلاسز سان ايئرپورٽ جي ايسڪيليٽر تي چڙهي رهي هئي تہ گهڙي ڪن لاءِ منهنجي دل هن سان ڪو تعلق رکڻ لاءِ بيتاب ٿي هئي! اها ڳالهہ ٻڌي هن مُرڪن جا پوپٽ پکيڙيا هئا ۽ مون کي لڳو هو تہ هن جي مرڪن جي پوپٽن سان سڄو فيملي هال پرجي ويو هوا هن جي بت تي ڪاٽن جا سفيد، ڪاري يا گيڙوءَ رنگ جا ڪپڙا ائين ٿا لڳن، ڄڻ گل- مٿان پنکڙيون ۽ پنکڙين اندر گُلُ! هن جو بدن ميلان ڪنڊيرا جي ناول 'Identity' جي هيروئن جهڙو سنهو ۽ نرم آهي، هن جي هنسليءَ جي هڏي Style 360 چينل تي اينڊرُ ۽ ڪيٽ واڪ ڪندڙ حسينائن مان ڪنهن جي بہ ڇاتيءَ سان ماپي سگهجي ٿي، هن جون اکيون زمرد جون ۽ بدن مرمر جو ٺهيل هئو. هن جي ڳلن جو رنگ زيارت شهر جي باغن ۾ ٿيندڙ صوفن جهڙو ۽ چپ Red Blood جي ڦاڪن جهڙا هئا! زمرد اکين جي مٿان تراشيل ابرو ڪمانن جيان ڪرَ ڪنيو بيٺا هئا. هن جي پيشاني ۽ کلها تبو جيان ويڪرا هئا.

سال ٿيا، جڏهن رابندر ناٿ ٽيگور شانتي نڪيتن ۾ سندس ڪهاڻي 'ڪابولي والا' لکي رهيو هو تڏهن 'عمارا' جا فورفادرس ڪابل ۾ شاهہ امان الله جي حڪومت ۾ چڱن عهدن تي هئا. شاهہ امان الله جي حڪومت ختم ٿي تہ اهي ڪابل ڇڏي پهرين ڪوئيٽا ۽ ان بعد ڪراچيءَ هليا آيا.

اها ڪابل، جنهن ۾ چاليهہ قسمن جا انگور ۽ ٽيهہ قسمن جون نارنگيون ٿينديون هيون: اها ڪابل جنهن لاءِ بائرن (Road To Oxiona) ۾ لکيو آهي تہ: 'اها جنت جهڙي آهي،' اها ڪابل، جنهن سان منگولن جي

پونير بابر بادشاهہ کي عشق هئو اها ڪابل، جنهن ۾ اليگزينڊر برنس کي ڳُهي ڳِترا ڪيو ويو هو اها ڪابل جنهن جي قلعہ بالا۔ حصار ۾ صوفن ۽ انگورن جي باغن جي وچ ۾ ٺهيل سنگ مرمر جي چبوتري ۾ ويهي بابر گهڻين ئي شامن جو صوفن ۽ انگورن مان ٺهيل شراب جا ڏُن ختم ڪيا هئا.

سرءُ جي پن ڇڻ جا ڪافي اُداس ڏينهن ۽ بهار جون ڪئين سڳنڌ واسيل، راتيون اسان جي ڪلهن تان بلائن جيان سِرڪي ويون. اها 16 جون جي ڪليل منجهند هئي جڏهن اسان تيار ٿي لانگ ڊرائيو تي روانا ٿياسين. رستي ۾ اسان منرل واٽر جون بوتلون ۽ چيريءَ جا پاڪيٽ ورتا ۽ جيئن ئي اسان زيارت موڙ تي پهتاسون تہ ڪچڙيءَ شام جو جبلن جي مٿان ڪنجهي جي ٿالهيءَ جهڙي ڇڊي چنڊ اسان کي وِش ڪيو ان مهل 16 جون جو چنڊ اسان کي کِلي رهيو هو.

'ڪچ'، 'ڪواس' ۽ 'زندرهہ' تائين اهو چنڊ صنوبر جي درختن ۽ جبلن جي چوٽين کان بہ اوچو اسان سان گڏوگڏ هلندو رهيو ۽ جڏهن شام جو شاهي ڪاري چادر صدين کان خاموش بيٺل صنوبر جي وڻن ۽ جبلن جي چاتين تي لهي رهي هئي تہ چنڊ گهرو ٿي پتل جي ٿالهيءَ جهڙو روشن ٿي ويو هو.

اسين بيئي زيارت شهر کان 12 ڪلوميٽر پري سالن کان صنوبر جي غنودگيءَ ۽ ننڊ ۾ ورتل درختن ۽ صدين کان، نبين جي دؤرن کان خاموش ۽ گنڀيرتا ۾ ورتل جبلن جي گهاٽين ۾ بيٺا هئاسون. هنن جبلن الاجي ڪيترن مسافرن جا چهرا ڏٺا هئا. رستي جي ٻئي طرف شاهي ڪاهي هئي جنهن ۾ ور وڪڙ ڪائيندڙ ڪو قديم وهڪرو هو جيڪو چانديءَ جي ڌارا جهڙو لڳي رهيو هو.

مقدس گنڀيرتا ۾ ورتل جبل، صنوبر جي پنڊ پاهڻ وڻن کي ڏسڻ سان محسوس ٿيو ٿي تہ اهي وڻ نہ پر روميءَ جي شعرن تي نچڻ وارا درويش آهن. پاڻيءَ جي وهندڙ ڌارا، چانڊوڪيءَ جي چانيل ٿڌ ۽ چنڊ جي چمڪندڙ پتل جي ٿالهيءَ سموري ماحول کي سحر انگيز بڻائي ڇڏيو هو! ائين ئي اسان ڪجهہ وقت لاءِ صنوبر جي هڪ پوڙهي وڻ جي هيٺان ويهي ايئرڪنڊيشنڊ جهڙيءَ موسم جو مزو ورتو.

مون ان وقت عمارا کي ڪازان زاڪس جو هڪڙو هائيڪو ٻڌايو جيڪو هن پنهنجي ڪتاب 'Report to Graco' ۾ لکيو آهي:

'I said to the almond tree,
sister speak to me of God.
and the almond tree blossomed!'

'مون بادام جي وڻ کي چيو:
پاڻ‍ڙا! مون کي خدا بابت ٻڌاءِ:
بادام جي وڻ هڪڙ موڙيو ۽ گلن سان ٽهڪي ويو!'

●

# ڪونگھرا هٽندڙ ميمٿ/وحشي حسينائون

بادامن، شفتالن ۽ توتن جي وڻن ۾ گھيريل ڇهه ڪُنڊي (Hexagonial) سرڪٽ هائوس جي عمارت هتي اسان کي پناهه ڏئي ٿي، ڪڏهن ڪڏهن اها عمارت مون کي ڏاڍي پُراسرار لڳندي آهي، هونئن جھڙيءَ طرح هر ماڻھوءَ ۽ جانور کي وات، نڪ، ڪن، هٿ پير ۽ جسم ٿئي ٿو دنيا جي هر عمارت کي به اهي سڀ عضوا ٿين ٿا، هر وڻ کي به اکيون ۽ نڪ ڪن ٿين ٿا! ڪي ڪي عمارتون پنهنجي وجود جي لحاظ کان خوبصورت/ پيانڪ يا وري پاڻ ۾ سمائيندڙ لڳن ٿيون، هيءَ سرڪٽ هائوس جڻ پناهه ڏيندڙ ڪو وجود! اسان جي خدمت ڪندڙ اسان کي ٿي وقت ماني ڏيندڙ اسان کي منجهند ۽ رات جا اڪيلائيءَ وارا ڪلاڪ ننڊ ڏياريندڙ اسان جي اوگھڙ ۽ ڏڪُ ڍڪيندڙ اسان کي مينهن واءَ ۽ مٽيءَ کان بچائيندڙ بلڪل ماءُ جهڙو محسوس ٿئي ٿو!

لورالائيءَ پرسان نيشنل هاءِ وي جي ڪنڌيءَ تي اڏيل هن عمارت ۾ مون کي رهندي ٽي مهينا ٿي ويا آهن. سرڪٽ هائوس جي عمارت کان ٻاهر شاهي پٽريلا ميدان ۽ دُور تائين ڦهليل انهن ميدانن کان پوءِ عظيم چاڪليٽي جبل جيڪي صدين جا سفر جهاڳي پُهتا آهن. ڪڏهن اداس شامن ۽ راتين جو دريءَ ٻاهران اهو سڀ ڪجهه اِسٽل لائيف جو ڪو منظر لڳندو آهي، وڻ، موسمون، ميدان، نيرو سرمئي ۽ ڪارو آسمان، جبل، ڪاريءَ رات ۾ آسمان تي ڦهليل تارا، چوڏهينءَ جو چنڊ. سڀ ڪجهه جيئرو مُئل فريم ۾ جڪڙيل جڻ ڪو اِتڪل لائيف جو نظارو!

بدليل مُندَ وڻن تي پنهنجا آثار ظاهر ڪري ڇڏيا هئا. ٻه مهينا پهرين جن وڻن تي هڪ به پن نه هئو ۽ وڻ ڏاڍا غريب ۽ يتيم لڳندا هئا. سي هاڻ جڻ پنهنجيءَ ننڊ مان ڪرُ موڙي جاڳي اُٿيا هئا! صوفن جا وڻ واڱڻائي، گلابي ۽ اڇن تارن جهڙن گلن سان جهنجهي ويا هُئا. بادامن جا گئونچ گلابي هُئا ۽

سرديءَ جو ڇهبڪ جنهن مُسلسل ڇهه مهينا سڄي منظر کي سنٽيو هو سو گم ٿي ويو هو. صبح جو پهاڙي پکين جي ٻولڻ جو آواز دريءَ مان ڇنو ٻُڌي سگهجي ٿو.

اڪثر سڄي ڏينهن جي رولڙي بعد (جيڪو مون کي قلعه سيف الله جي هڪڙي پهاڙي علائقي گڙنگ ڏانهن وٺي ويندو آهي. جتي جبلن جي چوٽين تي رستو ڇڻ سُرٽي ڪاري نانگ جان وڇايو پيو آهي) لهندڙ شام جو مان جڏهن سرڪٽ هائوس جي مُنهن پرسان اچي جيپ کي بريڪ هڻندو آهيان، تہ ٽڪ، پگهر، ڌڙ مٽيءَ ۾ منهنجي حالت ڪنهن مزدور جهڙي هوندي آهي: جنهن جي پيرن ۾ پاتل فيلٽ گپ ۾ پريل، وار دز ۽ مٽيءَ ۾ اچا ٿيل ۽ پينٽ، شرٽ بہ مٽيءَ ۽ پگهر ۾ دڙڳ، دڙڳ هوندا آهن! ڇڻ ڪوئلي جي کاڻ جو مزدور، سڀ کان پهريون ڪم ڪمري ۾ پهچي وهنجڻ جو هوندو آهي، ۽ ان بعد سپاٽي جي ڪمن جي فهرست ٺاهڻ. بعد ڪجهه فون ڪرڻ ۽ ان ڪانپوءِ نائين وڳي ڊائننگ روم ۾ وڃي رات جي ماني ڪائڻ هوندو آهي، جتي اڪثر سڄي پاڪستان کان آيل سرڪاري توڙي غير سرڪاري ماڻهن، آفيسرن، ملٽاءِ نيشنل ڪمپنين جي ملازمن، سياستدانن، اقوام متحده جي ملازمن، NGO's جي مشهور ڪارڪنن وغيره سان ملاقات ٿيندي آهي. ڪافي سياح بہ ايندا آهن جيڪي ڪشمير کان وٺي پشاور ۽ گوادر تائين جا هوندا آهن. فارينرس اڄ ڪلهه هتي ننڍا اچن ڇو تہ هن علائقي ۾ مذهبي ڌرين جو اثر آهي ۽ اڄڪلهه حالتون خراب آهن. (تازو اردوءَ جي شاعرا ڪشور ناهيد مون کي ٻڌايو تہ لوهالائي ضلعي ۾ اٽڪل چار سؤ مدرسا آهن.)

سرڪٽ هائوس جي مستقل رهندڙن ۾ هڪڙو ڊي آءِ جي پوليس، هڪڙو ڊائريڪٽر ليويز ميجر انجم، جيڪو آرمي مان آيو آهي، هڪڙو ڊسٽرڪٽ پلاننگ آفيسر چمن جو نياز اڇڪزئي، جيڪو مون کي پشتو سيکارڻ ٿو چاهي، جنهن پنهنجي جوانيءَ واري ڄمار ۾ ٽنڊارجي سئنيما گهرن ۾ انڊين فلمون ڏسندي گذاري آهي ۽ مان آهيون، جن جي پاڻ ۾ ڪا دوستي ٿي ويئي آهي!

ڊائننگ روم ۾ هڪڙي شاهي پلازمہ ٽي وي، ڊي وي ڊي ۽ رسيونگ مانيٽر رکيل آهي، ان ڪري اسين ڄڻ سڄيءَ دنيا سان ڳنڍيل آهيون. باقي لورالائيءَ شهر ۾ انٽرنيٽ ڪيبل سسٽم ۽ موبائيل جي اڃا تائين ڪا بہ سروس ڪانهي.

شام لهندي ئي ميدانن کان ايندڙ هوا وڏيڪ پوائنٽي تي ويندي آهي، جيڪاس گهُو... اُو... اُو... گهُو... ڪندي چاڪليتي جبلن وٽان ڊوڙندي

ميدانن مان ٿيندي سرڪٽ هائوس جي روشن درين سان اچي ٽڪرائبي آهي. هوا جڻ پنهنجي اندر ۾ پريل صدين جا ڏک ڪنهن سان اورڻ لڳندي آهي يا چنگهندي رهندي آهي. پاسندو اٿم، درياءَ جي پاهران ٿهليل ميدانن کان پوءِ جبل جڻ اتهاسڪ زمانن کان وٺي ننڊ ۾ سُتل ڪي شاهي ڊائناسار ۽ ميمٿ. جيڪي اسان جي چوڏاري ليٽي ڪونگهرا پيا هڻن ۽ لڳندو آهي ڪيڏيءَ مهل به ننڊ مان جاڳي ڦونگهارا هڻي اٿي ويهي رهندا ۽ ان بعد چنگهاڙڻ، ڊوڙڻ ۽ ڪائنات ۾ ٿهليل هر شيءِ کي لتاڙڻ ۽ چپڻ شروع ڪري ڇڏيندا! ۽ شايد...شايد سرڪٽ هائوس جي بلڊنگ کي به چپاڙي ڇڏيندا!
ڪڏهن وري محسوس ٿيندو اٿم ته ڪليل وارن واريون، بادامن جهڙين مخمور اکين، گلابي سنهڙن چپن ۽ ريشمي جسمن واريون وحشي حسينائون چوڏاري ٿهليل چاڪليٽي/ ڪارن جبلن جي غارن مان نڪري ڊوڙي ڊوڙي سرڪٽ هائوس ڏانهن اچي رهيون آهن! ۽ پيهر وري ڊوڙي جبلن تائين پهچي ڪنهن اڻ ڏٺي درد مان ڪراهينديون رهنديون آهن! ۽ مان درياءَ تائين اچي رات جا ڪارا جُبا پاتل انهن ظالم جهنگلي ۽ وحشي حسينائن کي ڏسڻ ۽ ڇُهڻ جي چاهنا ۾ ويهي رهندو آهيان! لهندڙ رات تائين سرابن جهڙا اُهي وجود، اسان جي چوڏاري روڙهيون ڪندا ڊوڙندا رهندا آهن!



## ڪرفيوءَ جهڙي موسم ۾ بَهار:

اها آڪٽوبر جي هڪڙي اداس ۽ سانت پريل ٽپهري هئي، جڏهن مان حيدرآباد مان ڪوئيٽا پهچي سيٽلائٽ ٽائون ۾ نهيل واپڊا جي بچلرز هاسٽل ۾ بيڊ تي ليٽيل هئس ته موبائيل تي 'هانيہ' مئسيج ڪيو هو:
'Did you come to my office? I've no Conveyance please!'
ڪلهه هتي سيٽلائٽ ٽائون ۾ پنج هزارا جيڪي پوليس ۾ سپاهي هئا ڪين ڪنهن گوليون هڻي ماري ڇڏيو هو! ان ڪري اڄ شهر ۾ هڙتال هئي.
'هانيہ' جي آفيسرن United Nations جي پنهنجي گاڏي آفيس مان ڪيڻ جي منع ڪري ڇڏي هُئي! ڇو ته ماٺو سرڪاري گاڏين کي پيچي ۽ ساڙي رهيا هئا.
مون سچو مئسيج پڙهيو: 'I've, no Conveyance, U know the city is like under Curfew.' ڪلهه مون هن کي E-Mail تي ٻڌايو هو ته مان ڪوئيٽا اچان پيو ته هن مون کي 'سرينا' ۾ ڊنر ڪرڻ جي آفر ڪئي هئي.

سڄي رات مون ٽرين ۾ سفر ڪيو هئو جنهن ۾ A.C جي Cooling ڪافي وڌيڪ هئي. مون کي ننڊ نٿي آئي ۽ سُستيءَ ۾ مان اٿي آپريٽر کي ڳولڻ کان بہ رهيس. جنهن ڪري سردي لڳڻ ڪري اڄ صبح کان منهنجي طبيعت ٺيڪ نہ هُئي. هانيہ جي مئسيج ڪرڻ مهل منهنجي بُت ۾ ڪافي سُور هئو ۽ ان سان گڏ ٽيمپريچر بہ هُئو ۽ سڄي رات صحيح ننڊ نہ اچڻ ڪري اکيون سڙي رهيون هيون. پر ان هوندي بہ مان انڪار نہ ڪري سگهيس. ڳالهہ ئي اهڙي هئي. سڄي شهر ۾ نہ رڳو پبلڪ ٽرانسپورٽ بند هئي پر سرڪاري گاڏيون بہ نٿي هليون. مون پهرين هن سان فون تي ڳالهايو. هوءَ آفيس ۾ منهنجو انتظار ڪري رهي هئي! مان اٿي تيار ٿيس. دوست 'ياسر' کي گڏ ڪنيمءِ گاڏي اسٽارٽ ڪيم. حالانڪ منهنجي گاڏي بہ سرڪاري نمبر پليٽ سان هئي پر مجبوري هئي. هانيہ کي آفيس کان سنڌس هوٽل تائين پهچائڻو هئو.

سڄي شهر جا رستا ويران هُئا. شهر ۾ ڪڻ راڪاس گهمي ويو هو سڀ دوڪان ۽ ڪاروبار بند هئو. ياسر ۽ مان ڪچهري ڪندا. شهر جي سنسان رستن تان گذرندا. چمن هائوسنگ اسڪيم پهتاسون جتي 'هانيہ' پرس کڻي پنهنجي آفيس جي چوڪيدارن ۽ پٽيوالن سان ڪمري کان ٻاهر ئي انتظار ڪري رهي هئي. مون کي ڏسندي ئي هن چاڙهيون لهڻ شروع ڪيون هن جي پيرن ۾ هيل وارو سينڊل پيل هو. جنهن ڪري ٺڪ ٺڪ جو آواز صاف ٻڌجي رهيو هو.

هيٺ لهڻ سان خبر پيئي تہ 'هانيہ' سان گڏ هن جي دوست 'مروه' بہ هئي 'مروه' هڪڙي ڪافي جي رنگ جهڙي ڇوڪري هئي. جيڪا ڪرسچن ٿي لڳي. 'هانيہ' ان مهل چانهہ پڪيءَ جي رنگ جهڙا ڪپڙا پاتا هئا. جيڪي هن جي پرڀل بدن ۽ گوري رنگ کي وڌيڪ نمايان ڪري رهيا هئا.

هوٽل جي در تي لاهڻ مهل هن رات جو پروگرام پڇيو: جنهن لاءِ مون معذرت ڪئي تہ هن چيو: 'پوءِ سڀاڻ رات ماني گڏ کائبي!' مون هڪ اک بند ڪري ٺڪ ۽ هيٺائيءَ مان هن ڏانهن نهاريو.

'Ok....By!' هن چيو ۽ پرس لٽڪائيندي اندر هلي ويئي.

۽ جيئن ئي مون اڳيون چوڪ مڙيو منهنجو چهرو ۽ جسم پگهر ۾ شل ٿي ويو الٽيءَ جو خيال ٿيو: مون گاڏي کي بريڪ هڻئي ۽ اوڪارا ڏيڻ لڳس پر الٽي نہ آئي ڊرائيونگ سيٽ اچي ياسر سنڀالي 'مروه' پريشان ٿي وئي! اهڙي ڪائي ڳالهہ ڪانهي مون هن کي چيو "مان ٿڪل آهيان ان ڪري

ائين ٿيو آهي. 'I m Sorry Sir' مروه چيو پر مون کيس چيو. "ان جي ڪا ضرورت ڪانهي، ڇو ته مون کي 'هانيه' انگيج ڪيو هو تو نه" ته 'ياسر' ۽ 'مروه' ٻئي مسڪرائڻ لڳا!

شهر جا رستا ويران هئا چوڪن تي مورچن ۾ رينجرز ۽ ليويز جا اهلڪار الرٽ بيٺا هئا. پبلڪ ٽرانسپورٽ ۽ مارڪيٽون بند هيون ڄڻ ڪرفيو لڳل هئو. ماحول ڏاڍو اداس ۽ ڀوائتو هئو.

ياسر سليم ڪامپليڪس ۾ اندر وڃي ڪنهن ڊاڪٽر جو پڇيو پر ان وقت ڪو به نه هئو. ڪجهه ميڊيڪل اسٽور کليل هئا جن جا به شٽر اڌ ـ تائين بند هئا 'ياسر' مون لاءِ ڪو سيرپ ۽ ٽيبليٽس ورتيون ۽ اسان سيٽلائيٽ ٽائون ڏانهن رخ رکيو جتي ڪالهه پنجن نوجوانن کي گوليون هڻي ماريو هو!

هاسٽل تي پهچي مون گوريون ورتيون. عصمت بورچي مون لاءِ زبردست دوڌ پتي چانهه ٺاهي ڪٺي آيو جيڪا مون پيتي ۽ بيڊ تي ليٽي پيس. ياسر منهنجي لاءِ ڊاڪٽر وٺڻ ويو هو ۽ عصمت رات جي مانيءَ لاءِ ڀاڄي وٺڻ لاءِ ڪنهن ڪنڊ پاسي ۾ کليل ڀاڄيءَ ۽ فروٽ جي دوڪان ڏانهن ويو هليو ته اڪيلائي ڪجهه وڌيڪ ستائڻ لڳي!

شام آسمان هيٺان پنهنجو بدن وڇائي رهي هئي ۽ ٿڌ هاڻ درين مان ڇٽي اندر اچڻ لڳي هئي. مون جسم تي ڪمبل ويڙهي ڇڏيو ۽ دريءَ مان ٻاهر ڏٺو: ڏاڙهن جا وڻ اداس هئا ۽ شام ڏاڍيءَ گنڀير تا سان بيچلرز هاسٽل تي لهي رهي هئي!

ڪافي دير بعد ياسر هڪڙي ڊاڪٽر کي وٺي آيو جنهن مون کي تپاسي دوائون لکيون ۽ هليو ويو. عصمت کير بيضا، ڊبل روٽي، جام مرغي ۽ ڀاڄيون وٺي آيو ۽ رات جي مانيءَ جي تياري ۾ لڳي ويو.

اوچتو 'هانيه' جو فون آيو هن منهنجي طبيعت پڇي ۽ مون ڏي اچڻ جو چيائين: مان روڪيومانس پر هوءَ نه مڙي اڌ ـ ڪلاڪ اندر هن اچي هاسٽل جي بيل وڄائي،عصمت هن کي اندر تائين وٺي آيو ته مون کي لڳو اها هانيه نه هئي پر خوشيءَ جي ڪا زبردست لهر هئي، جيڪا منهنجي جسم مان گزري رهي هُئي بلڪ سڄي ڪمري ۾ خوشبوءِ جيان واسجي ويئي هئي، روشنيءَ جيان ڦهلجي ويئي هئي.

ان مهل هانيه کي هلڪي اورنج ڪلر جو ٽرائوزر ۽ قميص پهريل هئي ۽ مٿان ڪاري رنگ جي ٻيڙن واري جرسي پيل هئي هن جي ڇاتين مٿان

سون جي چپين ۾ 'H' جو سمبل لڳل هئو جنهن ۾ گلابي هيرا جڙيل هُئا هن پنهنجا ڊگها ڪارا ۽ ڪٽان ڪٽان Striking ڪرايل سونهري وار ڏاڍي خوبصورتيءَ سان پنهنجي ڇاتين تي ڦهلائي ڇڏيا هئا. هن جي چپن تي ڊارڪ رنگ جي لپ- اسٽڪ هن جي گهاٽي سفيد رنگ کي وڌيڪ نمايان ڪري ڇڏيو هئو. هن جي خوبصورت اڇن پيرن جي ننهن تي ڪاري رنگ جي نيل پالش ۽ ڪاري جتيءَ هن کي ڪنهن اَپسرا جو روپ بخشي ڇڏيو هو!

هن جي شخصيت ۾ ڪا پُراسراريت هُئي ڪا ڳالهه هئي، جو جڏهن هوءَ مون سامهون هوندي هئي لڳندو هو، هُوءَ هر شيءَ تي ڇانئجي ويئي آهي! اچڻ سان سلام ڪرڻ بعد هوءَ ڪرسي ريڙهي منهنجي بيڊ پرسان ويئي، پرس ٽيبل تي رکي، هن پنهنجو گداز ۽ خوبصورت آڱرين سان پريل هٿ منهنجي بخار ۾ ٻرندڙ نرڙ تي رکيو ته ياسر اٿي ڪمري مان ٻاهر هليو ويو. منهنجيون اکيون بند ٿي ويون. 'هانيه' منهنجي نرڙ تي هٿ نه رکيو هو، ڄڻ منهنجي روح کي پنهنجي پاڪر ۾ پري ڇڏيو هو. هن پنهنجي پرس مان ٿرماميٽر ڪڍيو ۽ منهنجي زبان هيٺيان رکيو: اڄ تائين زندگيءَ جيڪي به سفر ڪرايا آهن. انهن ۾ جيڪي به جسماني ۽ ڪي روحاني سفر ڪيا اٿم: انهن جو تفصيل گهڻو ياد اٿم انهن ئي سفرن اهو سمجهايو آهي ته ڪائنات ۾ ڪنهن به سفر جو ڪو انت ڪونهي. مسلسل هَل هلان ۽ جاکوڙ آهي جيڪا ختم ٿيڻي ڪانهي، گره، تارا، چنڊ،ڪهڪشائون، دنيائون، بليڪ هولز ڪول ڪان وٺي هاڻي تائين: ماڻهو مِرون سڀ ڪجهه ڳهي ڳهي ختم ٿيو وڃن پر سفرَ ختم نٿا ٿين!

'هانيه' ٻڌايو ته هن کي 'مروه' فون ڪري منهنجي طبيعت بابت ٻڌايو هو. مون کي لڳو هانيه مون لاءِ 'ٽِري-ان-ون' هئي. ماءُ، دوست ۽ وائيف سڀ ڪجهه!

ڇهن مهينن کان وٺي هتي هن ڪافر ادا شهر جي رستن تي، هَوٽلن ۾ هانيه جي هوٽل جي ڪمري ۽ منهنجي هاسٽل جي ڪمري ۾ گذاريل اڪثر شامون ۽ راتين جا اڌ ۽ ٽوٽا ٽوٽا، جيڪي اسان سگريٽن جيان جلائي پيتا هئا. راتين جا پهر ۽ شامن جا ڇانورا ۽ اونداهيون/ روشنيون جيڪي به اسان هڪ ٻئي سان شيئر ڪيون هيون، تن ۾ محسوس ٿيو هئو ته هوءَ ۽ مان ڄڻ هتي هڪٻئي جو خيال ڪرڻ لاءِ اوچتا مليا هئاسون. اڪثر هن ٽرين جي ٽڪيٽ وٺڻ مهل مون کي شاهي Q ۽ رش کان بچايو هو. هوءَ گاڏيءَ مان لهي ٽڪرو وڃي ريزرويشن آفيس جي ڪڙڪيءَ تي ويهندي هئي ۽ پرس مان

پئسا ڪيڍي مون لاءِ ٽڪيٽ وٺي ايندي هئي. هڪڙي پري هن مون لاءِ قنڌار جا ڏاڙهون آندا هئا ۽ اسان انهن مان جوس ڪيڍي پيتو هو ۽ هڪ ٻئي جي اکين ۾ لهندڙ لالاڻ ڏسي هُئي! چمن کان موٽندي خوجڪ ٽنيل پر سان جڏهن مون هن جا مختلف سنيپس ڪڍيا هئا ۽ گاڏيءَ ۾ ويهي هن جي هٿ مان رنگ لاهي وري پاتي هئي ۽ هن جي آڱرين ۾ چڪ پاتو هو تہ ڪيئن نہ هن هلڪي رڙ ڪري هٿ ڇڏايو هو؟! پنهنجي خوبصورت فريم واري مهانگي چشمي مان هن جون چنيجندڙ اکيون، دانشوراڻي شِياءُ واريون لڳنديون هيون. اسان جون ڪي ايڏيون گهٽيون ضرورتون بہ نہ هيون. چمن مان هن سونهري رنگ جا ڪجهہ گلاس ۽ ڪجهہ ميڪ اپ جو سامان ورتو هئو. ۽ شهر مان ٻاهر نڪري اسان رستي جي ڪنارن تي بيٺل باغن مان ڪجهہ انگور ۽ افغاني سَردا ورتا هئا! جيڪي پوءِ ڪوئيٽا اچي اسان دوستن ۾ ورهايا هئا.

ڪوئيٽا ۽ زيارت جون اڪثر گرم شامون اسان بيئر جي گلاس سان شيئر ڪيون هيون! پر سرديءَ جي هڪ رات 'هانيہ' جي دانشوراڻي چهري مون تي پنهنجي اندر جا سڀ راز افشا ڪرڻ جو سعيو ڪيو هو. ان کان پهرين اسان ٻئي ڏاڍي تحمل سان هڪ ٻئي کي سنڀاليندا آيا هئاسون! بلڪ اُهي ٻئي ڪم ڏاڍي خوش اسلوبيءَ سان هوءَ پاڻ ئي ڪندي آئي هئي پر سرديءَ جي ان رات هن منهنجي ڪمري ۾ گذارڻ جو خيال ظاهر ڪيو هو.

ان رات هن منهنجي هٿن جي آڱرين جي پورن ۾ پنهنجون آڱريون ڦاسائي چيو هو: 'Let us com to under stand each other!' ۽ هن پنهنجيون مخروطي آڱريون منهنجن وارن ۾ ڦيرائڻ شروع ڪيون هُيون!

"جڏهن ماڻهوءَ جي روحاني اُڃ ماٺي ٿيندي آهي تہ جسماني بک شروع ٿي ويندي آهي!"

مون کي محسوس ٿيو ان وقت 'هانيہ' اسان جي زندگين جي دروازن تي پيل ڳرن زنجيرن کي ڪڙي ڪڙي ڪري کولي رهي هئي. هوءَ اسان جي جسمن جي شهرن مٿان لڳل ڪرفيو ٽوڙي رهي هئي. هوءَ اسان جي وجودن ۾ پريل خاموشين جي صحرائن کي اورانگهي/پار ڪري رهي هئي. ۽ جڏهن ڪتيون پنهنجا ڪَرَ موڙي رهيو هُيون ۽ تارا ڪڙي رهيا هئا تہ اسان بالڪني ۾ اچي ويٺا هئاسون جتان کان شهر جي روشنين ٿڌ ۽ خاموشيءَ اسان مٿان سنوفال جيان وسڻ شروع ڪيو هو.

•

# موت جي نيري سمنڊ ۾ ٻڏل اکيون

اهي الائجي ڪهڙا پل هئا جڏهن برف ۾ ڍڪيل شهر ۾ جتي صنوبر جي وڻن سان ڍڪيل رستا ڦٽن ٿا ريزيڊنسيءَ جي وسيع ڊاڪاگراس لڳل سائي ميدان تي هوءَ پنهنجيءَ ٻانهن ۾ Ankle band پائي ريڪيٽ جهلي پنهنجيءَ ڪنهن ٻيءَ پارٽنر سان ٽينس کيڏي رهي هئي.

جون جي هڪڙي ڪچڙي منجهند هئي، هن کي ان وقت بليو جينز ۽ اڇي سليو-ليس ڪالر واري شرٽ پيل هئي، جنهن هن جا هِپس لڪائي ڇڏيا هئا. اسان سڀ دوست ان وقت ان ميدان تي شاهي اخروٽن جي هڪ وڻ هيٺيان لنچ ڪري رهيا هئاسون. اسان جي پرسان پيل وڏي ڪولر ۾ سافٽ ڊرنڪس / پاڻي، فروٽ ۽ هاٽ پاٽس ۾ برياني، تڪا ۽ ٻيو گهڻو ڪجهه پيل هو سڀ دوست Sunday ملهائڻ آيا هئاسون. اوچتو هن جي هنيل شاٽ سان ڊال اچي ڪاڏي جي دسترخوان تي ڪِري تہ سڀني جون نظرون اوڏانهن کڄي ويون. هڪ ئي وقت هن کي سورهن اکيون گهورڻ لڳيون هيون ۽ هوءَ شرمساريءَ مان ريڪيٽ جي ڇاري پنهنجي خوبصورت سفيد ۽ ننڍڙي هٿ تي هٽي رهي هئي. مون ڊال کڻي ۽ ويجهو وڃي هنن ٻنهي ڇوڪرين ڏانهن اڇلايم جنهن کي هن ريڪٽ سان سنڀاليو. ٻنهي ۾ واضح فرق هو هوءَ جيڪا شرمسار هئي سا خوبصورت فوٽو جينڪ ڇهري واري ۽ هن جي پارٽنر بلڪل ڪاري هئي پر ان کي بہ جينز ۽ ان جي مٿان پنڪ سويٽر پيل هو.

'Thank You!' گُڏي ڏيڻ تي هن چيو.

'You are wellcome, Madame' مون موٽ ۾ چيو ۽ واپس اچي سافٽ ڊرنڪس جو گلاس چُڪو چُڪو پيئڻ لڳس ۽ اخروٽن جي انهن درختن ڏانهن نهارڻ لڳس جن ۾ اڃا ڪچا اخروٽ هئا. 'Looking well & smart one.' عتيق جي اهڙي تبصري تي منهنجو ڌيان بدليو . چہر تي

ڪافي ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون اچي وڃي رهيا هئا. ڪجهه ڇوڪريون پريان بيٺل بوٽن مان گل پٽي رهيون هيون. هڪ ڇوڪري پيلو گلاب پٽي پنهنجي چوٽيءَ ۾ هڻي رهي هئي. ڪافي ماڻهو ۽ عورتون ٽولا ٺاهي ڪاٺي پيي ۽ ڳالهيون ڪري رهيا هئا.

پرسان رکيل ڪنهن جي Tape تي 'تيري هونٽون ڪي ڪوني مين هنسي ڪي طرح محفوظ هون.' هلي رهيو هو. ڪجهه ڇوڪرا وڻن مان ڪچا اخروٽ پٽڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا.

ان ئي وقت ڏال ٻيهر اچي عتيق جي مٿان ڪري ته هڪ دفعو ٻيهر اسان جون نظرون اوڏانهن کڄي ويون. هاڻ ٻيئي ڇوڪريون شرم ۾ سميٽجي ويون ۽ ڪاري ڪنڌ هيٺ ڪري اها وٺڻ لاءِ آئي "ٻيون دفعو ائين ٿيو ته ڏال نه ملندو. 'Madam! This is not a play Ground, you know!'

عتيق ڪاوڙمان نهاريندي چيو !"Sorry" ڪاريءَ چيو ۽ ڳُڏي وٺي هلي ويئي هن جو رنگ شرم ۾ ارغواني ٿي ويو هو.

ان بعد اسان ڪافي Snap's ڪييا ۽ ڪلاڪ ڏيڍ بعد جبل جي دامن ۾ ٺهيل 'جونيپر هوٽل' جي لان ۾ انگورن جي ولين جي ڇانو ۾ ويهي چانهه پي رهيا هئاسون ته هنن ٻنهي تي نظر پيئي ڇوڪريون چاڙهيون لهنديون. پرس لوڏينديون مسڪرائينديون آيون ۽ اسان جي پرسان خالي پيل ڪرسين تي ويهي رهيون. هنن ٻنهي جي جڏهن اسان تي نظر پئي ته هنن کي پنهنجي اتي ويهڻ تي شايد افسوس ٿيو.

چانهه پي اسان واپسيءَ جو سفر اختيار ڪيو. هلڻ مهل عتيق ڪنول رنگ ڇوڪريءَ ڏانهن ڏسندي ڳالهايو:

"Gays! I would like to stay here."

"اوهو! ايتري جلدي آهي ڇا؟" سيني ڳڏجي جهڙ نعرو هنيو.

"هائو" ايتري جلدي آهي. اڳيان رستو خراب آهي ۽ مون ٻڌو آهي ته ڪجهه ڏينهن اڳ ڦريون به ٿيون آهن. مون عتيق ۽ ٻين دوستن جي ڳالهه ڪٽيندي پنهنجي مقصد جي ڳالهه ڪئي ان وقت برف سان ڍڪيل جبل، گهاٽيون، موڙ شاهي قلعن جهڙا ڪوريل پٿر، لاهيون، چاڙهيون، جبل پرسان هڪ پٿرائين نديءَ ۾ وهندڙ شفاف برفيلي پاڻي جو ريلو پاڻيءَ ۾ گنل ۽ گول ٿي ويل ڊائناسارس جي شاهي بيضن جهڙا اجگر پٿر، جبل جون چوٽيون،

نيري آسمان تي اڇا ڪپھ جي پوٽين جھڙا ڪڪر ۽ جونيپر جا صديون پراڻا وڻيل ٿارن وارا وڻ اسان کي پنھنجين اکين سان ڏسي رھيا ھئا.

اھو سڀ ڪجھ مووي ۾ محفوظ ڪرڻ لاءِ اسان ڪجھ دير لاءِ ان نظاري ۾ گم ٿي وياسون تہ ڪجھ دير بعد ھن کي اسان ٿيون پيرو ڏٺو ھوءَ گاڏيءَ ڊرائيو ڪري رھي ھئي ۽ ڪاري اڳئين سيٽ تي ويھي اسان کي ڏسي مسڪرائي رھي ھئي. گاڏيءَ پرسان لنگھندي ئي ڊرائيونگ سيٽ تان ھن اسان کي ھٿ لوڏيو تہ سڀ ھن جي گاڏي نظرن کان اوجھل ٿيڻ تائين ڏسڻ لڳا. رستي تي ھلندي اسان پنھنجي Town Ace جو ڇت تي مون لائيٽ ونڊو کولي ڇڏيو ھو ۽ اسان سڀ نصرت فتح علي جي ھلندڙ C.D سان گڏجي ڳائي رھيا ھئاسون:

دو گھڑی کی ملاقات میں وہ،
کتنے رنج و الم دے گئے ہیں۔

پڪنڪ ملھائڻ لاءِ آيل اسان جو قافلو ھاڻ ان شھر مان واپس وڃي رھيو ھئو. مون سوچيو موسمون ڪيڏيون نہ خوبصورت ٿين ٿيون جن سان ماڻھو بہ پاڻ Change محسوس ڪري ٿو.

اھي ڏاڍا خوبصورت لمحا ھيا. سڀ دوست خوش ٿي تاڙيون وڄائي ڳائي رھيا ھئا! ۽ پھاڙي رستي تان آلوچن، صوفن ۽ آلوبخارن جا وڻ ڇڻ پوئين پير ڊوڙي رھيا ھئا. آسمان تي اڇا ڪڪر پکڙيل ھئا، ان مٿان نيرو رنگ وکريل ھئو سامھون پھاڙين ۾ لھندڙ سج ٿامڙي ھٽي ويو ھو. ان مھل مون سوچيو: 'ڪائنات ۾ جي رنگ نہ ھجن ھا تہ ڇا اھا ايتري خوبصورت ھجي ھا؟ ۽ ڪائنات ۾ جي Variety نہ ھجي ھا تہ بہ ڇا اھا ايتري سھڻي ۽ ايتري Versatile ھجي ھا؟'

چوٿون پيرو مون کي ياد آھي تہ ان برفاني رستي تي ھڪ ننڍڙي ڳوٺڙي پرسان ھنن ٻنھي جي گاڏي بيٺل ڏسڻ ۾ آئي ۽ ھو ٻئي گاڏي جو بانٽ کولي ان جي انجڻ مٿان جُھڪيل نظر آيون.

اسان کي ڏسي ھنن ھٿ ڏنو. مان ۽ ڊرائيور لٿاسون ۽ ھنن جي گاڏي چيڪ ڪئي سون تہ ان جو Capacitor سڙي ويو ھو. "وائرنگ پرابلم" مون کين ٻڌايو: "جي توھان مناسب سمجھو تہ توھان جي گاڏي کي Toechin ڪريون ڇو تہ اسان سمجھون ٿا تہ گاڏي اسٽارٽ نہ ٿيندي" ٻئي ڄڻيون

ڪافي پريشان هُيون. ”پر Toecchin ڪنڌئو تہ اسان گاڏي نہ هلائي سگهنداسون.“ ڪاريءَ چيو تہ مون ڊرائيو ڏانهن نهاريو.

”پوءِ سائين هن گاڏي ۾ توهان ويهو!“ ڊرائيور چيو. هو ٻئي Tocchin گاڏي هلائڻ کان گهبرائي رهيو هيون. مون ان وقت هن جي اکين ۾ ڏٺو تہ اتي چانڊوڪي رات، چنبيليءَ جي مهڪ، روشنين ۽ رنگينين جا ترورا صاف ظاهر هئا.

هيءَ بہ شايد زندگيءَ جي ڪا ڪيفيت آهي، تہ ڪڏهن ڪڏهن ماڻهو چاهيندي بہ گهڻا اهم ڪم ڪار نہ ڪري سگهندو آهي ۽ جي ڪڏهن دل چاهيندي آهي تہ بہ ان جي ابتڙ هلڻو پوندو آهي ۽ اهو جڙ تہ پنهنجي خلاف پاڻ ئي هلڻ وارو عمل هوندو آهي ۽ اهڙي ثابت قدمي قائم ڪرڻ سان لڳندو آهي، ماڻهو جڙ پنهنجي خلاف بلڪ ڪنهن دشمن جي خلاف جنگ ٿو ڪري، ڪائي خبر ناهي تہ ذهن جي ميدان ۾ ڊوڙندڙ گهوڙن جي ٽاپ ٽاپ سان اُپ ٽائين اڏامندڙ ڌوڙ ۽ غلغلو ماڻهوءَ جي اندر ۾ ڪهڙا ڪهڙا نہ ڏسجڻ ۾ ايندڙ ڦاڙ ٽي وجهي! ۽ اهڙو ڪو سيسماميٽر ٺهيو آهي، جيڪو ماڻهوءَ جي من – اندر ۾ بيٺل اڏول پهاڙن جي پيٽ ۾ پلجندڙ لاون ۽ زلزلن جي، پڪڙ پڇاڙ ڪري؟



ايراني/ بلوچي قد – بت، هرڻ جهڙين معصوم گهائيندڙ بلا نوش اکين، نڪ ۾ پاتل بوليءَ سان روايتي چهري ۽ پرت واري گهگهي ڪي نازڪ آڱرين ۾ جهلي پيرن ۾ پاتل ڇير سميت هوءَ جڏهن پنهنجي فرسٽ فلور واري اپارٽمينٽ جي ٻاهران هلي آئي هئي تہ مون سمجهيو هو هوءَ اها ساڳي جينز ۽ Ankle band پائي بيڊمنٽن کيڏندڙ يونيورسٽيءَ ۾ پڙهندڙ ۽ ڊرائيونگ ڪندڙ ڇوڪري نہ، پر قديم دور جي الف ليلوي داستان واري ڪا اپسرا آهي، جيڪا خوابن جيان هلي آئي آهي!... ان وقت هن جا پير اگهاڙا هئا. مون ٽي نظر پوندي ئي هوءَ هٻڪي ائين واپس هلي ويئي هئي جهڙوڪ پارو واپس موٽي! موٽندي هن جي چوٽيءَ تي نظر پئي جيڪا ڳنڍل هئي.

ننڍي هوندي ڏاڏيءَ جي واتان هيءَ ڪهاڻي ٻڌي ڏنڊين آڱريون ايندي هيون تہ ڪٿي ڪنهن ملڪ ۾ پاري جا ڪوهہ آهن. جتي پارو ڪڍڻ لاءِ واپاري ان ڪوهہ پرسان ڪڏا ڪوٽيندا آهن ۽ پوءِ هڪ ڪنواري سهڻي ڇوڪريءَ کي سينگاري پڪاري ڳاڙهو وڳو پارائي سون سان جهنجي ڪوهہ ٽائين وٺي ايندا آهن. پوءِ ڇوڪري ڪوهہ جي ڀڳهہ ٽائين وڃي ڪوهہ اندر

جهاتي پائي ڊوڙي هلي ايندي آهي ۽ اندر پيل پارو حُسن جي اهڙي تجلي تي
کوهہ مان اُٿلي جوش ۾ اچي ٻاهر ڪرندو آهي ۽ ٻاهر ڪوٺيل ڪڏن ۾ اچي
پوندو آهي! ائين واپاري سازش سان پارو ميڙي هٿ ڪندا آهن. ڳاڙهي
ڪنوار بلڪل ائين ڊوڙي هلي ويندي آهي، جيئن ماڻهوءَ مان جواٽي، طاقت
۽ سونهن هلي ويندي آهي! پر اهو پارو ٿيو يا عاشق؟ ۽ شايد پاري جي عادت
عاشقن جهڙي آهي!، مون سوچيو.

۽ عشق! عشق تہ اهڙي ڪيفيت آهي جنهن جي مُڪملتا موت آهي!
۽ ڪيڏي نہ خوبصورت ڪيفيت آهي عشق جي، بلڪ انساني زندگيءَ جي
سڀ کان اهم ۽ پلاري ڪيفيت آهي اهو عشق. عشق پهرين ماڻهوءَ کي ڳولي
ٿو پوءِ ان تي پنهنجو پاڇو وجهي ان کي پنهنجن شاهي چنبن ۾ وڪوڙي ٿو
۽ بعد ۾ ارڙ نانگ جيان پنهنجيءَ وڪڙ ۾ آٽي هڏيون بہ چڪناچُور ٿو
ڪري ڇڏي! ڪجهہ هن طرح:

وَ گر بُو موے شُوی موے ی شگافد عشق،
وَ گر کباب شُوی عشق باب زن باشد!
(رومی)

(جيڪڏهن تون وارَ جهڙو ٿي وڃين (تہ بہ) عشق وار کي چيري بہ اڌ ڪري ٿو ڇڏي
۽ جيڪڏهن تون ڪباب بہ ٿي وڃين تہ عشق ڪباب پچائڻ واري سيخ ٿي ٿو وڃي!)

پلاريون ۽ عظيم آهن اهي دليون، جيڪي عشق جي تپش ۽ بخار ۾
ورتل آهن. مون سوچيو.

اسان جڏهن هڪ هوٽل جي آڳر جي وچ ۾ اُڦرڪندڙ شاور پرسان
ويٺا هئاسون تہ هن جي گل- رنگ چهري تي ڳلن مٿان صوف جهڙي لالاڻ
چڙهي ۽ لٿي ۽ گڏجي رهي هئي. ۽ هن جي چهري مان املتاس جي گلن جهڙي
ڪجهہ پيلاڻ ٻکي رهي هئي. عشق جو اڪارس هاڻ هن مٿان پنهنجا
شاهي پر ڦهلائي چُڪو هو. هن جي اکين ۾ جيڪي لفظ لکيل هئا، سي
مون پڙهي ورتا هئا:

یہ تم ہم تم ایک ہیں، کہن سُنن میں دو!

۽ ڪجهہ هن طرح جا لفظ بہ هُئا جيڪي هن جي اکين ۾ آيل ڳوڙهن
مان ظاهر ٿي رهيا هئا:

میں تیرے ہجر میں چپ چاپ نہ مر جاؤں کہیں،
میں ہوں سکتے میں کبھی آ کے رُلا دے مجھ کو!

موڪلائڻ مهل هن جي چپن تي هي لفظ هُئا: "وڃو پيا؟ خدا ڪري خوش هجو." هن جي اکين ۾ جڻ اداسيءَ جا اجگر رڙي رهيا هئا.

"مان هاڻ تو بنان گذاري نٿي سگهان!" هن جو اندر رنڀي رهيو هو. جڻ دل تي پٿر رکي هن اهي لفظ ادا ڪيا هئا! "۽ ان ڳاري ۾ ڳرندي ٿي رهان! ڪٿي ائين نہ ٿئي تہ جلد ئي ٻڌين تہ 'اربانا' مري ويئي." تہ مون هن جي وات تي هٿ رکي ڇڏيو هو. مون هن جي اکين ۾ نهاريو تہ لڳو هن جو اکيون نہ هيون، دشت و صحرا ۾ اڏامندڙ ريتيءَ جا ظالم طوفان ۽ واچوڙا هئا. اداسيءَ هن جي اکين ۾ آکيرا اُڏي ڇڏيا هُئا!

دستِ کر دے دلبرا! در خوں ما،

جانِ ما زیں دست، خون آلود باد۔

(رومی)

(اي دلبر! تو اسان جي خون ۾ پنهنجا هٿ رڱي ڳاڙها ڪيا آهن ۽ اسان جي جان ان هٿ سان زخمي ۽ رتورت ٿيندي رهي ٿي!)

۽ منهنجيون مجبوريون هُيون جيڪي بلڪل آڪٽوپسيءَ جيان مون کي پنهنجين ٻانهن ۾ ائين جڪڙي ويٺيون هيون جيئن اُڊمائس ۽ ايفياليٽس طرفان ڪيل خدا تعاليٰ خلاف بغاوت بعد الاهي سزا!



ان وقت هڪ خراب ۽ ورن وڪڙن واري جابلو موڙن ۽ ڪاهين سان ڀريل رستي تي ڊرائيور ڏاڍي تيزيءَ سان گاڏي هلائي رهيو هو تہ اوچتو هن جو 'SMS' آيو: "پنهنجي ڊرائيور کي چئجو تہ گاڏي تيز نہ هلائي ... مون کي اهو سوچي سوچي پريشاني ٿيندي آهي! پنهنجو گهڻو خيال ڪجو. موٽي Signals جي Range ۾ پهچو تہ ڪال ڪجو." مان اهو پڙهي ڇرڪي ويو هئس! مون ڊرائيور ڏانهن نهاريو تہ هو پنهنجي ڪم ۾ مشغول هئو:

'Cool down!' ... 'Cool down!'... Cool down!'... مون جڻ ڊرائيور کي روڪيو. انهن ئي ورن وڪرن واري ۽ جابلو ڪاهين سان ڀريل رستي تي موڙ ن وٽان مون الائجي ڪيترا دفعا اسڪريچز ڪائيندڙ گاڏين کي هيٺ اُتلندي ڏٺو هو.

"ياالله!" مون کان ڇرڪ نڪري ويو "ڇا ڀلا هاڻ هن ڇري ڇوڪريءَ مون سان گڏ گڏ رهڻ شروع ڪيو آهي؟ ۽ ڇا هاڻ هوءَ منهنجن سمورن لمحن ۾ پور پور ڇٽي رهي آهي؟ ... ۽ ڇا هاڻ هوءَ منهنجين اڪيلاين ۽ اداسين ۾ ٽپ – ٽپ ٻڏي رهي آهي؟" ۽ مان هن جي وجود ۽ دماغ تي حاوي

تي ويو آهيان؟ ۽ ڇا هاڻ هوءَ منهنجن خيالن ۽ موجودگيءَ جي ماڪيءَ سان تار وهنجي ويئي آهي؟ ۽ مان ان سرُور جي ڏوتل چادر ۾ ويڙهجي ويس تہ: 'ڪو تہ آهي جيڪو منهنجن خيالن جي ڏوپ – واسَ ۾ پنهنجيءَ حياتيءَ جا پَل گهاري ٿو!' ۽ اها ڪيفيت هڪ عجيب طاقت جي غمازي پڻ ڪري ٿي. هڪ عجيب غريب طاقت. جيڪا رڳو عاشقن جو نصيب آهي.
مان ان بعد جبلن جي چوٽين پويان شاهي ڳٽري جهڙي شفاف گم ٿيندڙ ۽ وري ہئي موڙ مڙڻ سان واپس ايندڙ چنڊ کي ڏسي اداس ٿي ويس.

'اي منهنجا محبوب! تون جڏهن بہ رٽن ۾ روجهن کي رڙندو ڏسين تہ سمجهجانءِ تہ اهو ورهہ جا واڪا ڪندڙ روجهہ ناهي پر منهنجي دل آهي، جنهن ۾ غزل ۽ غزال پريل آهن. ان ڪري اُها ہاڪاري ٿي. ۽ منهنجي دل وڏيڪ اداس ٿي ويئي.

'اي منهنجي دکيل / اجهاميل دل، تون سمونڊ جيان وسيع ۽ تڙپندڙ ڇو آهين؟ اي منهنجي دل! تون دشت و صحرا جيان اجايل اجايل ۽ سانت ڇو آهين؟ ۽ اي منهنجا محبوب! تنهنجو وجود خدا جهڙو عظيم ۽ اڻ- لبُ ڇو تي ويو آهي؟ تون مون لاءِ خدا جيان ڇو ٿي ويو آهين؟ جنهن سان ملڻ شايد مرڻ کان پوءِ ئي ممڪن آهي؟ ۽ هاڻ پاڻ ۾ جڏهن بندي ۽ خدا جهڙيون وصفون پيدا ٿي ويون آهن تہ ڇا هاڻ وچ ۾ پيل نقاب ختم ٿيندو؟'



اهو آگسٽ جو هڪڙو مزيدار Sunday هئو جڏهن مان ڪراچيءَ جي ايئرپورٽ لائونج ۾ ڪتابن جي هڪ دوڪان تان جي. ايم ڪوئزي (J.M. Coetzee) جو ناول 'Waiting for the Barbarian's 'وحشين جي انتظار ۾' وٺي هڪ نويڪلي ڪرسيءَ تي ويهي ان جا پنا اٿلائي رهيو هئس. منهنجي سامهون واري قطار ۾ هڪ ڊگهي اڻ- وٽندڙ دونهاتيل رنگ واري ڪرڙيءَ جهڙي ڇوڪري سلِيو - ليس فراڪ پائي چيونگم چباڙي رهي هئي. هن کي پرپل ڪلر جا ڪپڙا پيل هئا ۽ ان جي ساٿياڻي مناسب ڊيل ڊول واري سُهڻو جسم ۽ چهرو رکندڙ ڇوڪري هئي، جنهن کي ليمن ڪلر جا ڪپڙا پيل هئا ۽ چپن تي ميرون لپ- اسٽڪ جو تهہ هئو. سا ڪافي خوبصورت لڳي رهي هئي. مان ہيهر ڪتاب جا پنا اٿلائي رهيو هئس تہ سيل فون جو رنگر وڳو. ان وقت ڏينهن جا ساڍا يارهن ٿيا هئا.

"ڪٿي آهيو؟" هن جي ننڍاڪڙي آواز جي ترنم سان منهنجا ڪن ٻُري اٿيا! "هينئر ايئرپورٽ تي flight جي انتظار ۾ آهيان. اوهان ننڊ مان اٿيا آهيو؟" "هائو... بلڪل هينئر ئي منٽ پهريان... اڃا واش روم ۾ به نه وئي آهيان!" هن کلندي ٻڌايو. اسان مسلسل ڳالهائيندا رهياسون. لائونج ۾ ڪافي اڃ - وڃ هئي.

مون هن کي پرپل ڪلر جا سِليو- ليس ڪپڙا پاتل ڇڇيءَ ۽ ان سان گڏ ٻي خوبصورت ڇوڪريءَ لاءِ ٻڌايو ته هوءَ ٺهڪ ڏيئي ڏيئي ساٿي تي پيئي. "اڄ سچ ته تنهنجي فون صحت مند ڪري ڇڏيو آهي." هن تبصرو ڪيو. "جيستائين تو سان اڇي ملان ڇڇيءَ سان گڏ خوبصورت ڇوڪريءَ کي ڏسان؟" مون پڇيومانس ته هن ڏاڍا ٺهڪ ڏنا هئا. ان ئي مهل لائونج جا اسپيڪر ٻُري اٿيا. PK-3520 جا مسافر گيٽ نمبر 15 تي وڃن ۽ پنهنجا موبائيل فون بند ڪن. اهو هڪ ڇوڪريءَ جو آواز هئو. هن اهو ٻڌو ۽ چيو:

"اوهو! اها وري ڪير آهي جيڪا پاڻ کي ڳالهائڻ نٿي ڏي؟" ته مون مسڪرايو.

"مان جهاز جي Take off ٿيڻ تائين توهان سان ڳالهائي سگهان ٿو. توهان ڳالهايو."

"توهان کي Train ۾ وڃڻ کپي ها!" هن جڻ اعتراض واريو.

"ان ۾ وقت تمام گهڻو لڳي ٿو. ۽ اهو سفر به سيف ڪونهي. اڄڪلهه اڪبر بگٽيءَ جا ماڻهو Train جو ٽريڪ اڏائي ٿا ڇڏين. ڏاڍو Tense آهي."

"ڪو به سفر سيف ڪونهي." هن جي آواز ۾ لرزش هئي.

"۽ توهان شايد چار ڏينهن پهريائين مُلتان ۾ PIA جي هڪ فوڪر کي باهه لڳڻ ۽ ڌماڪي سان ڦاٽڻ واري ڳالهه سوچي رهيا آهيو؟" مون ڳالهايو.

"Off-course ماءِ ڊيئر." هن چيو ته مون ٺهڪ ڏنو ۽ کيس ٻڌايو: "سينئي فوڪرز کي گرائونڊ ڪيو ويو آهي ۽ مان ته هڪ ائيربس ۾ پيو وڃان جنهن ۾ گهٽ ۾ گهٽ 500 مسافر چڙهن ٿا. اهو جهاز انٽرنيشنل فلائيٽس ۾ استعمال ٿيندو آهي ۽ ان ۾ چار انجڻ لڳل آهن." مون هن کي اطمينا ڏياريو.

جهاز جي دروازي تي پهچي پسنديده اخبار 'ڊان' ڪنئيءَ اچي سيٽ تي ويٺس. ته هن هدايت ڪئي، "رن-وي تي پهچي فون ڪجو مان اهو ڪلاڪ انتظار ڪنديس پنهنجو خيال رکجو ان وچ ۾ مان وضو ڪري ڪجهه نفل پڙهي ٿي وٺان." هن ٻڌايو.

الائجي چو هميشہ ڪنهن اجنبي ڊپ جو شديد احساس هن جي خيالن ۽ آواز سان چنبڙيل هوندو هئو. موت جو خيال هن کي ڏيجاري رهيو هو. يا هوءَ ان جي احساس کان ڪنبي رهي هئي؟ ماڻهو ڪيترو تہ ڪمزور ۽ ڏڄڻو آهي! مون سوچيو.



ان ڳالهہ کي ڪافي مهينا گذري ويا. Ultra-Modern گهراڻي جي ڇوڪري هئڻ جي باوجود روايتي اخلاق ـ ۽ ثقافتي قدر اسان ٻنهي جي وچ ۾ حائل ٿي ويا هئا!

آرمي اسٽيڊيم جي واڪنگ ٽريڪ کان وٺي جيم ۽ ڪلب کان وٺي هوٽلن جي فيملي ڊائننگ هالس تائين اسان ٽيئي ڄڻا 'مان'. 'اربانا' ۽ هن جي گهري دوست ملندا رهياسين. پر وري بہ ڪلچرل ڊفرنسز جي ديوارِ چين اسان کي ڏار ڏار ڪري بيهاري ڀڃي هئي.



اها جولاءِ جي ننڍهڻ –گرمي هئي ۽ ڪانو جي اک نڪري رهي هئي. هاسپيٽل جي دريءَ ٻاهران گلن بجاءِ شڪل سَر بيٺل هئا. گرميءَ جسم تي ونڊايا! سيني جا ڪپڙا پگهريل ۽ گهنج گهنج هئا. ڪمري جي ڇت ۾ جڙڻ بي سبب پکو هلي رهيو هئو. هوءَ بيماريءَ جي بستري تي هئي هن جي هيڊ جهڙي ڇهري ۽ اکين منجهہ عشق اوطاقون ناهي ڇڏيون هيون ۽ ڪانيون ٻڏيو وينو هوا مون هن جي اکين ۾ نهاريو تہ اتي هاڻ نہ چانڊوڪي رات هئي، نہ چنبيليءَ جي مهڪ ۽ نہ وري رنگن ۽ روشنين جا ترورا! ان بجاءِ ڪاري رات، ويرانن ۾ بيٺل ڪا اڪيلي قديم پراسرار عمارت. پنن ڇڻيل وڻ ۽ اڏامندڙ چہرا نظر اچي رهيا هئا!

هن جڏهن پنهنجا چپ چوريا تہ لڳو: شام لهي سنجها ۾ بدلجي رهي هئي ۽ ڪئٿولڪ چرچ جا گهنڊ وڄڻ لڳا هئا. لڳو ٿي تازو ئي ڪا وارتا ٿي گذري آهي. شايد يسوع کي فريسين ۽ صدوقين صليب تي چاڙهي ڇڏيو آهي ۽ هن جون اکيون مريم مگدلينيءَ جي اکين جيان يسوع جي صليبجڻ تي روئي رهيون آهن. مان بيوفائيءَ جو پيڪر بڻيل هئس. يا وفا جو سو منهنجي سمجهہ کان ٻاهر هئو.

ان جي ٻن ڏينهن کان پوءِ هن جو اهو خطرناڪ آپريشن `Duc' هو جنهن ۾ هن جي Re-cover ڪرڻ جا چانسز ففٽي ففٽي هئا. هن جي جسم تي

چڳڙ تيل گلابي ڪپڙا پيل هئا ۽ اڌ جسم تي ڌوتل پوتل اڇي چادر پيل هئي هوءَ بيڊ تي سڌي ليٽيل هئي. هن جي چپن تي ڪاسني رنگ جو ته چڙهي ويو هو. اداسي هن جي اکين منجهان درد جا ڳوڙها بڻجي ٽِمي رهي هئي. هوءَ ڪجهه هن طرح چئي رهي هئي:

"ماڻهو ائين ته ڪو نه ڪندو آهي!" هن منهنجين مجرم اکين ۾ نهاريندي ڳالهايو.

"هڪ – ٻئي جو خيال ڪندو آهي!"

"مسلسل چار مهينا120 ڏينهن ۽ 120 راتيون ڪي گهٽ ته ڪونهن ڪنهنجي تڙپڻ لاءِ. توهان جو ڏاڍو انتظار ڪيم بلڪ انتظار ڪري ڪري تڪجي پيس!" هن جي سڪل نوٽ نڙيءَ مان لفظ نڪتا.

ڪليل دريءَ جي ٻاهران سَرن جي پريان بيٺل يوڪلپٽس جا وڻ چڻ منهنجي بيوفائيءَ تي ڪنڌ نوايو بيٺا هئا! يا منهنجو ضمير مون کي لوئي رهيو هو.

"ماڻهوءَ کي ائين ڪرڻ نه جڳائي". هن جي آواز ۾ درد ۽ اڪيلائيءَ جو هڪڙو strange احساس هئو ۽ اکين جي ٻرندڙ- اجهامندڙ ڏيئن ۾ ڳوڙهن جا پکراج!

وہ خارخار ہے شاخِ گلاب کی مانند،
میں زخم زخم ہوں پھر بھی گلے لگاؤں اُسے!

هن جي ڪافي وقت کان چپ مون کي اندر ۾ وڍ وجهي رهي هئي. منهنجيءَ دل ڏاڍو چاهيو ته هوءَ منهنجي مجرم وجود کي ولوڙي ڇڏي پر هوءَ چپ چپ ڳوڙها ڳاڙي رهي هئي. ان ئي ويل مون سان گڏ آيل هن جي دوست هن کي پاڻي اوتي پيئاريو ۽ ٽشو سان هن جا ڳوڙها اگهيا ۽ اسان ٻنهي کي اڪيلو ڇڏي هلي ويئي. پر ان بعد اسان هڪ لفظ به نه ڳالهايو.



هن جي ان ڪيفيت ۽ اُڻ- تڻ مون کي ڏاڍو تڙپايو هو. سڄيون ٻه راتيون جاڳندو ۽ لوڙيندو رهيس. مون کي سمجهه ۾ نٿي آيو ته مان پنهنجي ظالم ۽ بي چين وجود کي ڪيڏانهن کڻي وڃان؟ مان هن جي دکن جو ڪو به درمان نه ڪري سگهيو هئس. هن کي ان حالت تائين پهچائڻ ۾ ٻين سان گڏ منهنجو به حصو هئو ننڊ نه اچڻ جي ڪري مان نيٺ اٿي وضو ڪيو ۽ سڄي رات نفل پڙهندي گذاريم. ذري ذري منهنجا هٿ هن جي حق ۾ دعا لاءِ کڃي کڃي تي ويا ته ڪنهن مهل ننڊ اچي ويم.

صبح جو هن جو آپريشن ٿيڻو هو. منهنجي ننڊ هن جي فون ڦٽائي ان وقت صبح جا يارهن ٿيا هئا ۽ اهو هن جي ننڊ مان اٿڻ جو وقت هئو. هن جي رنگر منهنجي اکين ۾ اطمينان جي چمڪ آڻي ڇڏي. مون هڪدم فون accept ڪيو ٻئي طرف هن جي پياري دوست جو آواز هئو: هوءَ روئي رهي هئي.

'Ur jan is no more!' هن رانيات ڪيو.

'Ali ur love is no more!' اڄ 'اربانا' ننڊ مان اٿي نہ سگهي آهي.

رات الائجي ڪيئن هن ٽرانڪيولائيزرس جو ٻڪ کائي ڇڏيو هئو ۽ هوءَ اسان سمورن کان رُسي تمام پري هلي وئي آهي. هن جو آواز سڏڪن ۾ گم ٿي ويو. منهنجي دل 'هنچ بيڪ آف نوٽردم' جيان دانهون ڪرڻ ٿي چاهيون پر ڪري نٿي سگهيس. منهنجي اکين ۾ آيل ڳوڙهن کي هاڻ مان روڪي نہ سگهيس. منهنجي اندر جو ڇڪندڙ گهاءُ ڄڻ تازو ۽ ويڪرو ٿي ويو هو!

'اي منهنجي دل! تون هڪ ڀيرو ٻيهر اڪيلي ٿي وئي آهين؟' مون پنهنجي پاڻ کي چيو.

'ڪيترو نہ هوءَ موت کان ڊڄي ٿي ۽ اڄ ان موت جي ڊائناسار هن کي پنهنجين سخت ڄاڙين ۾ رڙڪي ڇڏيو هو.' مون هن جي ڏوليءَ کي ڪلهو ڏيڻ مهل سوچيو هو.

هن جي موت تي هن جا پائر ڏاڍي اطمينان ۾ هئا. مون ڏٺو هنن کي ڄڻ سڪون اچي ويو هو.

هوءَ تہ مون سان شڪايت بہ چڱيءَ طرح نہ ڪري سگهي! هوءَ تہ پنهنجي حالت بہ چڱيءَ طرح مون سان بيان نہ ڪري سگهي هئي ۽ هن تہ پنهنجي اندر جي ڪيفيت بہ مون سان شيئر نہ ڪئي هئي ۽ بنان ٻڌائڻ جي هلي وئي هئي!



# پاڻي رے پاڻي تیرا رنگ کیسا؟ (1)

ريگستاني، جابلو ۽ صحرائي علائقن جي ماڻهن لاءِ پاڻيءَ جي اهميت تمام گهڻي آهي. اٿليپ ۾ اهم وٿ آهي. انهن دور دراز (Remote) علائقن ۾ کوهن، واهڙن، چشمن، آبشارن، تلائن ۽ ڪاريزن مان اڪثر عورتون نڪر جي دلن مٿن، پتل ۽ جست جي چڻونرن ۾ ڀيئڻ لاءِ پاڻي پرينديل نظر ايندیون آهن.

پاڻيءَ کان سواءِ انساني زندگيءَ جو جياپو ممڪن ڪونهي. ڪنهن چيو آهي تہ: 'پاڻي انسان جي سمورين ظاهري غلاضتن کي صاف ڪري ٿو پر ان جي اندر جي غلاظت کي صاف ڪرڻ کان قاصر آهي'. مان سمجهان ٿو تہ پاڻي انسان جي اندرين غلاظتن کي بہ صاف ڪري ٿو. ان ڪري پاڻيءَ جو رتبو عظيم آهي. پاڻي دنيا جي سمورن مشروبن کان عظيم مشروب آهي، جيڪو انسان کي شفا ۽ حيات بخشي ٿو.

ڪجهہ وقت پهريائين دنيا ۾ مهذب- پڻي جي نشاني تيل/ بارڻ (Fuel) جو استعمال هئو پر هاڻ معيار بدلجي ويا آهن. اڄڪلهہ دنيا ۾ جيڪو ملڪ گهڻي کان گهڻو پاڻي استعمال ڪري ٿو اهو ملڪ اوترو گهڻو مهذب لکجي ٿو.

وڏن وڏن ڪاسمو- پوليٽن شهرن ۾ ٺهيل عظيم الشان ۽ آسمانن سان ڳالهيون ڪندڙ عمارتن جي وجود جو سبب رڳو لوهہ جون بارس ۽ ڪانڪريٽ نہ پر ڪانڪريٽ جي Slump ۾ موجود پاڻي آهي. دنيا جي هر شيءِ ۾ پاڻيءَ جو ڪو نہ ڪو مقدار ضرور هوندو آهي.

پاڻيءَ ۾ ڪل ٽي ايٽم هوندا آهن بہ ايٽم هائيڊروجن گيس ۽ هڪڙو آڪسيجن جو هجي ٿو. ($H_2O$) پاڻيءَ جو فارمولو آهي. پاڻي دنيا جي عجيب ۽ قيمتي شيءِ آهي جنهن کي هميشہ استعمال ڪرڻ وقت بنان پئسي جي شيءِ سمجهي ضايع ڪيو ويندو آهي.

انڊيا جي هڪ بهترين شاعر 'گلزار' جنهن 'چاند پکراج ڪا' سان گڏ ٻيا بہ شاعريءَ ۾ ڪهاڻين جا ڪافي ڪتاب لکڻ سان گڏ 'ماچيس'، 'اجازت' 'مرزا غالب'، 'دل سي' وغيره وغيره جهڙيون خوبصورت فلمن جون ڪهاڻيون سرجيون آهن. تنهن جو هڪڙو گيت 'پاني ري پاني تيرا رنگ ڪيسا؟' آهي. جنهن کي آشا ڀوسلي پنهنجي خوبصورت آواز ۾ ڳايو آهي. گلزار جي امر شاعريءَ تي ٻڌل هڪ غير فلمي گيتن جي آڊيو بہ آشا جي سريلي آواز ۾ اڄ کان 20 سال پهريائين رليز ٿي پر اڄ اها ڪلاسڪس جي زمري ۾ اچي ٿي. ڪئسٽ جو نالو آهي: 'دل پڙوسِي هي' - آڊيو ۾ ڳايل هڪ گيت ۾ جيڪو بيڙيءَ ۾ ويهي ڳايل آهي، پاڻيءَ جي موسيقيءَ ۾ وهنتل آهي. موسيقي آشا جي ديهانت ڪيل مڙس 'آر ڊي برمن' جي ڏنل آهي. جنهن ان آڊيو کي هميشہ لاءِ امر ڪري ڇڏيو آهي.

انڊين فلم: 'ڪون هَي جو سپنون مين آيا' جو هڪ گانو عدنان سميع ۽ 'سُنيڌِي' جي آواز ۾ ڳايل آهي. گانو ڪجهہ هن طرح آهي:

اب جینا
مشکل ہے
ایسے میں
ہم دونوں
اک دوسرے میں
مل جائیں
ایسے کہ
پانی میں
پانی میں
پانی جیسے
ہوں پانی---
جیسے مل جائیں سانسوں سے سانسیں
جیسے مل جائیں ساگر سے ندیا،
آؤ مل جائیں ایسے جیسے پانی میں
ہو جیسے پانی!

شاعري 'سمير' جي آهي جيڪو بہ انڊيا جو بهترين شاعر آهي.
جاويد اختر جو هڪ شعر آهي:

خیر میں پیاسا رہا پر اس نے اتنا تو کیا،
میری پلکوں کی قطاروں کو وہ پانی دے گیا!

قيصر جو هڪ شعر آهي:

آوارگی کو رسم جوانی سمجھ کے ہم،
ڈھیروں شراب پی گئے پانی سمجھ کے ہم!

چائنيز مٿالاجي جي هڪ ڪتاب (LEGENDS & TALES FROM HISTORY) ۾ 'پين گو' دنيا جو تخليق ڪندڙ آهي. پين گو دنيا تخليق ڪئي ان کان پهريائين دنيا هڪ شاهي ڪاري بيضي جهڙي هئي، جيڪا پاڻيءَ ۾ تري رهي هئي. 18 - هزار سالن کان پوءِ پين گو (Pan Go) پنهنجي ڊگهي ننڊ مان جاڳيو ته هن کي اڪيلائي ۽ اڻاٺڪائي محسوس ٿي، جنهن ڪري هن ان ڪاري بيضي کي ڦاڙي ٻه اڌ ڪيو ته ان مان جنتن جي روشني نڪري وهڻ لڳي ۽ بعد ۾ ان مان جيڪو ٿڌو مادو نڪتو تنهن ٿرُ ۾ گڏ ٿي ڌرتيءَ کي ٺاهڻ شروع ڪيو. ان بعد پين 18 - هزار سالن کان پوءِ زمين ٿهي ٿهي ٿلهي ٿي ويئي ۽ آسمان به پري ٿيندو ٿيندو وچي مٿي بيٺو.

پين گو جي هڪ اک مان سج ٿهيو ۽ ٻيءَ اک مان چنڊ هن جي جسم مان پنج شاهي جبل ٺهيا ۽ رت جي ريلي مان رنيندڙ درياءَ وهي نڪتا. (دنيا جي تخليق ۾ پين گو به پاڻيءَ کي گهڻي اهميت ڏيندي درياوَ ٺاهيا.)

ڄنيني ڏند - ڪٿائن ۾ يُو (YU) جو ڪردار ائين ئي آهي جيئن مسلمانن وٽ حضرت نوح جو پراڻوَاتي انجينيئر هئو. چون ٿا ته هڪ ڀيري Yellow River (پيلو درياءُ چين جو تمام وڏو درياءُ آهي) جي هڪ ماتري هانگيءَ (Haanghe) ۾ هڪڙو زبردست طوفان ۽ ٻوڏ آئي. پاڻي ايترو ته گهڻو هئو جو جبل به ان ۾ ڍڪجي ويا ۽ ٻوڏ ۽ تباهيءَ جي ڪري ماڻهو بک مرڻ لڳا. شن (Shun) بادشاهه 'يُو' کي حڪم ڏنو ته ٻوڏ تي ضابطو آندو وڃي ته 'يُو' (YU) ونگ لانگ (Ying Long) نالي واريءَ هڪ اجگر بلا (Dragon) کي حڪم ڪيو ته هو پنهنجي پڇ سان هڪڙو شاهي ليڪو ڪڍي سمونڊن تائين وڃي ته ان جاءِ تان درياوَ ڪڍي پاڻيءَ کي اُپائجي. 'يُو' ان ڪم لاءِ درياون جي ديوتا کان درياون جا نقشا به هٿ ڪيا ۽ ٻوڏ جي صورتحال تي پڻ ڪنٽرول ڪيو.

دنيا جي پراڻي ڪتاب 'رگ ويد' ۾ جيڪو حضرت عيسيٰ عہ کان 12 - صديون اڳ سنڌوءَ جي ڪنارن تي لکيو ويو پاڻيءَ جي اهميت بابت هيٺيان لفظ لکيل آهن:

'جڏهن ڪجهه به نه هيو نه وجود ۽ نه غير وجود، نه خلا نه آسمان ته پاڻي هئو ڏاڍو گهرو پاڻي!'

رگ ويد ۾ تخليق ٽيندڙ دنيا بہ بيضي مان جنم وٺي ٿي جنهن کي 'هيرانيا گرڀا' 'Hiranyagarbha' جي ڪمپائونڊ نالي سان سڏيو ويو آهي. 'هيرانيا' معنيٰ سونهري يا سوني ۽ 'گرڀا' معنيٰ گرڀ، رحم، Womb يا ٻارُ Seed, Embryo يعني سوني بيضي مان هيءَ دنيا پيدا ٿي، جيڪو بہ اڌ ٿيو ۽ ان جي اڌ خول مان زمين ۽ اڌ خول مان آسمان ٺهيا. بيضي جي پيلي ٽڪيءَ (Yoke) مان سج ٺهيو.

ٻئي هنڌ لکيل آهي: 'خدا جي رحم ۾ سونهري ٻج هئو اهو باهہ جو ٻج، رحم يا Embryo جي پاڻين ۾ ٻڏل هئو اهو پاڻي پيٽ سان (Pregnant) ٿيو.' انَ ڪري اگني (باهہ) پاڻيءَ جو ٻار يا Bi-product آهي. پاڻيءَ کي باهہ تي فضيلت حاصل آهي. پاڻيءَ جي اندر ۾ (پيٽ ۾) باهہ سمايل آهي. پاڻيءَ مان بجلي بہ ٺهي ٿي. ٻين لفظن ۾ پاڻي باهہ کان بہ اُتم آهي. منهنجي خيال ۾ پاڻيءَ جي هڪ صفت خدا سان بہ ملي ٿي.

سڄي دنيا پاڻيءَ سان پري پيئي آهي. سموريون جيئريون شيون پاڻيءَ کان سواءِ رهي نٿيون سگهن ۽ جتي بہ پاڻي گهٽ آهي اُتي زندگي محدود آهي. پاڻي نہ رڳو شيون ٺاهڻ جي ڪم ٿو اچي بلڪ اهو فصل پوکڻ لاءِ بہ ضروري آهي. پاڻيءَ جا درياهَ ڊنڊون، ڍورا ۽ سمنڊ ماڻهوءَ جي خوراڪ جي هڪ زبردست ذخيري لاءِ پڻ ذميوار آهن.

پاڻيءَ جا درياءَ ۽ گليشيئر صدين کان ڌرتيءَ جي شڪل ٺاهيندا ۽ بگاڙيندا رهن ٿا. درياهَ پنهنجا وهڪرا ۽ موڙ بدلائيندا رهن ٿا.

'Bruce Feiler' پنهنجي ڪتاب 'ABRAHAM' ۾ هڪ هنڌ لکي ٿو:

"This is the Desert-These are the people living here, between the desert and people there must be water. The Story of Abraham is the Story of water. He does two things here: he plants a tree and digs a well that shows that he understood water, that he became water. He gave life to us all."

"هيءَ صحرا آهي ۽ هي هتان جا ماڻهو آهن. صحرا ۽ ماڻهن جي وچ ۾ پاڻيءَ جي موجودگي تمام ضروري آهي. حضرت ابراهيم جي ڪهاڻي دراصل پاڻيءَ جي ڪهاڻي آهي. هن هتي بہ ڪم ڪيا. هن وڻ پوکيو ۽ کوهہ کوٽيو جنهن مان ثابت آهي تہ هن کي پاڻيءَ جي اهميت جي خبر هئي ۽ ها هو (حضرت ابراهيم) جڻ پاڻيءَ جيان ٿي پيو ۽ هن اسان سمورن کي نئين زندگيءَ سان همڪنار ڪيو."

سمورا وڻ ٽڻ ۽ ٻوٽا پاڻيءَ جي پيداوار آهن ۽ باهہ وري گندگاهہ ٻوٽن ۽ وڻن مان پيدا ٿئي ٿي. پاڻيءَ جا ٻار (اپم نپٽ) نالي باب ۾ 'رگويد' ۾ لکيل

آهي، تہ پاڻيءَ جي اَندرَ ۾ 'اوستا' لڪل آهي. يا 'اوستا' پاڻيءَ جو روح آهي. جنهن جي ڪري سڄيءَ دنيا جي اهم (Noble) مخلوق پيدا ٿي.

حضرت علي ع پنهنجي ڪتاب 'نهج البلاغہ' ۾ لکيو آهي تہ: 'ٽي شيون دنيا ۾ تمام اهم ۽ شيرين آهن. جن ۾ پهريون ماڻهوءَ جو اولاد آهي جيڪو گند جي هڪ ڦڙي مان پيدا ٿئي ٿو. ٻي شيرين شيءِ ماکي آهي جيڪا هڪ مک جي ٿُڪ آهي ۽ ٽيون 'پاڻي' آهي جيڪو زندگيءَ لاءِ اصل وٿ آهي پر اهو بہ جهنگن ۾ رڙُن پٽن ۾ رلندو ٿو وتي!'

ڪرسٽينا ليمب افغانستان تي لکيل سندس ڪتاب ۾ پاڻيءَ جي اٿهوند بابت هڪ پريس فوٽو گرافر جو قصو رقم ڪيو آهي، جنهن کي افغانستان جي پهاڙن ۾ رلندي اُڃ لڳي تہ هن ساٿس گڏ گائيڊ ڇوڪري کي چيو: 'يار تون ڪٿان پاڻي تہ هٿ ڪر تہ پيئان'. ڇوڪرو پاڻي ڳولڻ لاءِ نڪتو ۽ ڪلاڪ ڪن کان پوءِ پاڻي کڻي آيو پر اهو ڪنهن بوتل يا گلاس ۾ نہ پر ڇوڪري جي پيرن مان لاٿل گيتلن ۾ پيل هو.

"هي ڇا؟ تون پاڻي پنهنجن بوٽن ۾ ڀري آيو آهين؟ ۽ مان اهو پيئان؟"

"اهو بہ ڏاڍي مشڪل سان هٿ آيو آهي." ڇوڪري ٻڌايس.

"مان تنهنجي جوتن ۾ ڀريل پاڻي نٿو پي سگهان!"

"تنهنجي مرضي." ڇوڪري چيس.

ڪلاڪ ڪن کان پوءِ پريس فوٽو گرافر جي نڙيءَ ۾ جڏهن ڪنڊا چڀڻ لڳا تہ هن گيتلن ۾ ڀريل پاڻي کڻي پي ڇڏيو!

دنيا جا سمورا خوبصورت شهر يا تہ پاڻيءَ جي وچ ۾ ٽهيل آهن يا وري پاڻيءَ جي ڇوڏاري، جن ۾ سِڀي بيچڙ جا نظارا انسان کي خاص طرح تفريح لاءِ Attract ڪن ٿا.

هندو ميٿالاجي ۾ 'ورونا' پاڻيءَ جو ديوتا آهي ۽ يوناني ڏند ڪٿائن ۾ 'پينيئس' درياون جو ديوتا آهي.

# پاني رے پاني تيرا رنگ ڪيسا؟ (2)

سموري انساني تهذيب جي ڪهاڻي دراصل پاڻيءَ جي ڪهاڻي آهي. ارتقا جي فلسفي ۽ فڪر جي پويان بہ پاڻيءَ جا سمنڊ آهن. اڄ کان پنج ڪروڙ سال پهريائين دنيا جي پاڻين ۾ جانور جو هڪڙو زبردست نسل پيدا ٿيو جيڪو Mammalia، ٿڻن مان کير پيئاريندڙ خاندان سڏيو ويو. ان مان وري ڇاهي جهڙو هڪڙو جانور ۽ ان جانور جي ڪئين سڏريل Replicas منجهان اڄ جو انسان پيدا ٿيو.

پاڻي دنيا جي پکيڙ جو ستر سيڪڙو والاري ٿو. دنيا ۾ هر سال 7 مئي تي 'انٽرنيشنل واٽر ڊي' ملهايو ويندو آهي. انسان جي سموري ڪهاڻيءَ سان گڏ خدا جي ڪهاڻي بہ پاڻيءَ جي ڪهاڻي آهي. سمورن مذهبن جي ڪهاڻي بہ پاڻيءَ جي ڪهاڻي آهي. هندو مت ۾ گنگا نديءَ جو اڻ تٽ واسطو آهي. مسلمانن جي پيغمبر صلعم جي جد-امجد حضرت اسماعيل سان 'زم زم' جو پاڻي لاڳاپيل آهي. پاڻي نہ هجي ها تہ شايد نہ انسان هجي ها ۽ نہ خدا هجي ها! ڪرسچنس پنهنجن ٻارن کي بپتسما ڏيڻ لاءِ پاڻي استعمال ڪندا آهن.

دنيا جو ستانوي سيڪڙو پاڻي سمنڊن ۾ موجود آهي ۽ باقي ٽي سيڪڙو پاڻي ڍنڍن ۽ درياون مان ملي ٿو جنهن کي تازو پاڻي (Fresh water) چئجي ٿو جنهن مان بہ ٽي حصا وري جميل ۽ ڄمي ٿي ويل حالت ۾ آئيس ڪيپس (Ice caps) يا وري گليشئيرن (Glaciers) جي صورت ۾ ڌرتيءَ جي اترين ۽ ڏاکڻين قطبن ۾ پيو آهي، جن کي آرڪٽڪ (Arctic) ۽ اينٽارڪٽڪ (Antarctic) چئجي ٿو ٻيئي جميل علائقا يا Regions سڏجن ٿا. هڪ فارسي شاعر ماڻهوءَ کي مڇي ۽ دنيا کي هڪڙو عظيم بحر سڏيو آهي. سندس شعر آهي:

تُو کہ مثلِ ماہی حیرتی چہ زنی زبحر وجود دم!
بنشیں چو طوطی و ذمبور بِشنو خروشِ نہنگ را!

(تون تہ مڪڙي نِنيڙي مڇيءَ جيان آهين، سو پاڻ کي، پاڻيءَ جي عظيم بحر کي ڏسي پريشان
ڇو ٿو ڪرين؟ تون رڳو هڪ هنڌ چپ ڪري ويهه ۽ مگرمڇ جي پاڻيءَ ۾ ڇاڇولن کي ڏسندو رھ!)

دنيا جون سموريون آڳاٽيون تهذيبون گرم (Tropical) ۽ نيم گرم (Sub-Tropical) علائقن ۾ اُسريون نُسريون پر انهن تهذيبن پرسان دنيا جا عظيم درياءَ وهي رهيا هئا. مصر پرسان درياءِ نيل، يُوفريٽس (Euphrates) تگرس، هندوستان ۾ سنڌو (Indus) ۽ گنگا، چين ۾ هوانگ هو Yellow River ۽ ينگزي (Yangtze) درياءَ هئا، جن هزارين ڪلوميٽرن جون مسافتون طئي ڪري، پنهنجن ڪنارن تي آباد ماڻهن کي نہ رڳو جسماني پر روحاني طرح پڻ سيراب ٿي ڪيو. انهن ئي درياون پرسان دنيا جون پهريون پهريون لکيتون (Pictogramic-writings) پڻ وجود ۾ آيون. دنيا جي هڪ عظيم ايجاد ڪاغذ (Papyrus) پڻ ٿهيو ۽ انسان علم جي زيور سان سينگارجي ويو.

دنيا جي انهن عظيم تهذيبن جي کوٽيل کنڊرن منجهان جيڪي بہ مجسما، پٿر ۽ مٽيءَ جا ڪتبا ۽ سليٽون، پليٽون يا لوحون ۽ پٽيون مليون آهن، تن ۾ دنيا جا اهم ۽ خوبصورت ادب ۽ آرٽ جا نمونا پڻ آهن. ادب جا اهي نمونا پرئمڊ ٽيڪسٽ (Pyramid Texts) – (coffin-Texts) يا وري مُئلن جي ڪتاب (The Book of the Dead) منجهان پڙهي سمجهيا ويا آهن.

انهن درياون جي وسندين منجهان ئي پهرين ديوتا، ديويون ۽ بعد ۾ خدائن جا تصور ۽ آخر ۾ رڳو هڪ همہ گير خدا جو تصور پيدا ٿيو. مصري ديوتا 'را' يا 'ري' (Re) جنهن کي سڄ جو ديوتا ڪوٺيو ويندو آهي، تنهن جو هڪڙو فرمان آهي:

'I have made the four winds that every man might breathe there of like his brother during his time.'

'I have made the great waters that the pauper (غلام) like the lord might have use of them.'

'I have made every man like his brother and I have for bidden that they do evil (but) it was their hearts which undid that, which I had said.'

درياءِ سنڌ (Indus River) دنيا جو ڇهون نمبر وڏي ۾ وڏو درياءُ آهي جيڪو هماليہ جبل جي هڪ هنڌان 'Ice capes' مان نڪري ٿو.

سنڌو ’تبت‘ ۾ مانسرور ڍنڍ کان شروع ٿئي. ٽي هزار ڪلوميٽرن جو مفاصلو طئي ڪري اچي عربي سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪري ٿو. سنسڪرت زبان ۾ ’هماليہ‘ جي معنيٰ آهي ’برف جو گهر‘ ۽ ان هماليہ جبل جي سلسلي تي ’تبت‘ پرسان ’ڪيلاش‘ وٽ مانسرور ڍنڍ لاءِ هندو مٿالاجيءَ ۾ لکيل آهي تہ اُها برف، ٿڌ ۽ ڌنڌ ۾ ڍڪيل ڍنڍ ’فنا‘ ۽’بقا‘ جي ديوتا ’شِو‘ ۽ ان جي زال ’پاروتيءَ‘ جي آرامگاهہ آهي. هندو مت جي ڪتابن ۾ ان ڍنڍ مان نڪرندڙ چار درياوَ چئن جانورن جي وات مان نڪتل لکيا ويا آهن. ان ڪري چون ٿا انهن درياون جي نفسيات بہ انهن جانورن جهڙي آهي. ڍنڍ جي اوڀر مان نڪرندڙ درياءُ گهوڙي جي وات مان نڪتل آهي، جيڪو گهمندو ڦرندو ’برهم پتر‘ جي نالي سان بنگلاديش مان وهي ٿو.

هاٿيءَ جي وات مان نڪرندڙ درياءُ ’ستلج‘ جي نالي سان سڏجي ٿو جيڪو بعد ۾ گنگا ۽ سنڌوءَ جي طاس مان گذرندو وري سنڌوءَ ۾ واپس پلٽجي ٿو.

مور جي وات مان نڪتل درياءُ ’ڪرنالي‘ آهي، جيڪو اولهہ پاسي کان گذرندو گنگوتري جي گليشئر جي هيٺان ظاهر ٿيندڙ گنگا نديءَ سان وڃيو ملي. (جنهن درياءُ ۾ هندو مت موجب وهنجڻ سان گناهہ ڌوپجي ٿا وڃن ۽ ماڻهوءَ جي مرڻ کان پوءِ ان جي رک کي گنگا ۾ وهائڻ سان جڙ شانتي مليو وڃي!)

شينهن جي وات مان نڪتل درياءُ ’سنڌو‘ آهي، جيڪو اولهہ طرف وهي نڪري ٿو ۽ ٽي سئو ڪلوميٽر وهڻ کان پوءِ اتر طرف وهي ۽ وري ڦري گهري اولهہ طرف وهي ٿو ۽ ان ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ هزار نديون ۽ نالا اچي پون ٿا.

سنڌو درياءَ جو ذڪر دنيا جي هڪ تمام پراڻي ڪتاب ’رگويد‘ ۾ ڏاڍي عزت ۽ مانَ مرتبي سان ڪيو ويو آهي. ذڪر ڪيو ويو آهي تہ سنڌو گئو ماتا جيان رڙندو رنڀندو ميدانن مان گذري ٿو جيڪا پنهنجي ٻچي کي پٺي سڏيندي آهي.

ايوڌيا جي هڪ بادشاهہ ’ڀاڳيرٿ‘ جيڪو انتهائي طاقتور بادشاهہ هئو تنهن کي پنهنجي اولاد نہ ٿيڻ ۽ گنگا نديءَ کي ’پاتال‘ مان دنيا ۾ آڻڻ لاءِ ڏاڍو اونو هئو. ان خيال جي ڪري هن پنهنجي بادشاهي تياڳي ڇڏي ۽ سلطنت جو انتظام پنهنجن وزيرن جي حوالي ڪري هو ’گوڪرن‘ جي علائقي ڏانهن روانو ٿي ويو. جتي هن سخت تپسيائون ڪيون. نيٺ ’برهما‘ هن تي راضي ٿيو ۽ هن کان پڇيائين: ’توکي ڇا گهرجي؟‘ ڀاڳيرٿ چيو: ’مون کي پٽ جي نعمت سان نواز ۽ وڏڙن جي رک

گنگا ۾ وهائڻ لاءِ گنگا کي آسمان مان هيٺ لاهه'۔ نيٺ 'شوِ' هن تي راضي ٿيو ۽ گنگا کي هيٺ اچڻ لاءِ چيائين.

'ڀاڳيرٿ' هڪڙي فاتحانا انداز ۾ رٿ ۾ سوار ٿي اڳيان اڳيان هلي رهيو هو ۽ گنگا ان جي پويان پويان اچي رهي هئي. هن جي پاڻيءَ جون موجون نچنديون ٽپنديون. درياءَ جيان وهي رهيون هيون ۽ اهو پُرشڪوه نظارو ڏسڻ لاءِ سمورا ديوتا ۽ گندرو گڏ ٿي ويا. گنگا ڪٿي هيٺ ڪٿي مٿي ڪٿي آهستي ته ڪٿي تکڙي پنهنجيءَ موج ۽ مستيءَ ۾ وهي رهي هئي ۽ هڪ هنڌ هن 'جهنو' نالي هڪ رشيءَ جو ٺاهيل چبوترو به ڊاهي وڌو ڪاوڙ ۾ 'رشيءَ' گنگا جي سڄي پاڻيءَ کي ٻُڪ ۾ گڏ ڪري پي ڇڏيو! ته گنگا جي گم ٿي وڃڻ ڪري 'ڀاڳيرٿ' پريشان ٿي ويو. ان بعد ڪافي ديوتا، رشيءَ وٽ آيا ۽ کيس منٿون ڪيائون ته گنگا کي معاف ڪري ۽ ڀاڳيرٿ کي پنهنجين تپسيائن ۽ رياضتن جو صلو ملڻ کپي. بعد ۾ ان رشيءَ گنگا کي پنهنجي ساڄي ڪن مان وهائي ڪڍيو جنهن تي ديوتا خوش ٿيا. گنگا جيئن ته ڀاڳيرٿ جي جاکوڙ سان آسمانن مان هيٺ آئي هئي، ان ڪري ان کي 'ڀاڳيرٿي' به چئجي ٿو. (مٿيون قصو 'رامائڻ' ۾ بيان ڪيل آهي.)

'ديپا مهتا' جي هڪڙي فلم آهي 'Water' جيڪا گنگانديءَ جي ڪناري تي ٺهيل هڪ قديم آشرم ۾ داخل ٿيل، انهن وڌوائن 'بيواهه عورتن' جي ڪهاڻي آهي، جن لاءِ هندومت ۾ رڳو ٻه آپشنس هئا يا ته مئل مڙس سان گڏ 'ستي' ٿي وڃن يا سڄي زندگي آشرم ۾ گذارين. جتي هنن کي وار ڪوڙي، ململ جي اڇي رنگ جي ڪپڙن ۾ زندگي گذارڻي آهي. رنگين ڪپڙو ناهي پائڻو ۽ مٺائي، گوشت يا ڪو سٺيو سنو کاڌو ناهي کائڻو. 1938ع جي ڪالونيل انڊيا جي اها ڪهاڻي اٺن سالن جي هڪڙي بيواهه ٿيل ڇوڪريءَ جي ان بيواهن جي گهر ۾ داخل ٿيڻ سان شروع ٿئي ٿي، جيڪا ڇوڪري اتي رهندڙ ٻين پوڙهين جي زندگين ۾ ٿورڙي تبديلي آڻي ٿي. 'آشرم' ۾ موجود هڪ 'جوان وڌوا' گانڌيءَ جي هڪ پوئلڳ جي عشق ۾ گرفتار ٿي، آخر ۾ گنگا ۾ خودڪشي ٿي ڪري ڇڏي.

انڊيا ۾ ان فلم جي عڪس بنديءَ دوران انتها پسند ڌرين 'شو سينا' وغيره ان فلم کي نه ٺاهڻ بابت 'ديپا مهتا' کي ڌمڪيون ڏنيون ۽ جلوس ڪڍي فلم بندي بند ڪرائي ڇڏي. ديپا مهتا ۽ ٻين کي مارڻ جون ڌمڪيون ملڻ بعد پنجن سالن جي رنڊڪ بعد اها فلم پوءِ سريلنڪا ۾ ٺاهي مڪمل ڪئي ويئي. 'ليزا راءِ' جوان وڌوا ۽ 'جان ابراهيم' گانڌين آئيڊيلسٽ جو ڪردار ادا ڪيو آهي ۽ ڊيوڊ هيملٽن ان فلم جو پروڊيوسر آهي.

اردوءَ ۾ جديد شاعريءَ ۾ 'شهزاد نير' جو نالو ڪافي اڳتي آهي. آرميءَ ۾ رهندي بہ هن 'سياچين' گليشيئر تي جيڪو طويل نظم لکيو سو هڪڙي آرمي آفيسر جو تجربو نہ پر هڪ خوبصورت دل رکندڙ شاعر جو زبردست تجربو هو. تازو هن جي نظمن جو هڪڙو مجموعو 'برفاب' جي نالي سان بہ ڇپيو آهي. جنهن ۾ سياچن ۾ ڇميل برف چوي ٿي:

کب تلک برف بن کر جمی ہی رہوں
کیوں نہ پانی بنوں اور روانی بنوں
میرے سورج، میرے دیوتا
کچھ حرارت ملے
نقطۂ منجمد سے میں اوپر اُٹھوں
میں چلوں
میرے سورج، میرے دیوتا!
دیکھ میری طرف
میں بھی پانی ہوں لیکن روانی نہیں
مجھ کو موسم نے گہری اسیری میں رکھا ہوا ہے
میرے اصل پانی ـــ میرے دیوتا!
بھاپ، بادل، ندی ـــ سب میرے روپ ہیں
میں بھی پانی ہوں لیکن روانی نہیں
میرے سورج
ذرا مجھ پہ آنکھیں جما
دیکھ مجھ کو!

قديم چيني مذهب 'تائو ازم' جي مقدس ڪتاب ۾ هڪ هنڌ لکيل آهي: چڱائيءَ ڏانهن هلو اها پاڻيءَ جيان آهي. پاڻي هر ڪنهن لاءِ فائديمند آهي. پاڻيءَ جي چڱاين جو ہي ڪنهن بہ شيءِ سان مقابلو نہ ٿو ڪري سگهجي.
پاڻي دنيا جي نرم ۽ ملائم ترين وٿ آهي. (جوهر آهي) جيڪو جڏهن سخت ترين پهاڙ تي ڪري ٿو تہ ان ۾ بہ ڦاڙ وجهيو ڇڏي بلڪل ائين ئي روح مادي مٿان گذري ٿو تہ مادي ۾ حل ٿيو وڃي.

●

# *پروميٿيئس جو قبيلو Black Fever ۾ ورتل دنيا ۾ ماڻهوءَ جو ڀاڱ

563 ق. م ۾ 'لمبيني' نيپال ۾ 'ڪپل وستوءَ' جي راجا جو پٽ 'گوتم' پيدا ٿيو هن جي زندگيءَ جي جاکوڙ ۾ ماڻهن کي ڏنل اپديش جو محور انسان جي هن ڪيفيت کان پوءِ شروع ٿيو تہ:

'انسان پوڙهو ٿئي ٿو.'
'انسان بيمار ٿئي ٿو.'
'نيٺ انسان مري وڃي ٿو!'

'گوتم ٻڌ' کي ان جهوريءَ بيمار ڪري وڌو. انسان جي اهڙي ڪمزوريءَ واري ڪيفيت هن کي هڪڙي زبردست Black Fever ۾ مبتلا ڪري ڇڏيو. هُو ان ڪيفيت مان جند نہ ڇڏائي سگهيو ان ڪري هن پنهنجي پيءُ راجا 'سدو- ڌن'، ماءُ 'مايا' هڪ خوبصورت زال ۽ پٽ سميت محلات جي سهولتن کي ٻنُ ڏيئي جهنگ جو رستو ورتو. اهو جهنگ جو رستو هڪ قسم جو 'Way of Escape' هئو. هن ڪاڏو ڪائڻ ڇڏي ڏنو. ڇهن سالن تائين جهنگلي ٻوٽين جا پن ۽ ٻج هن جو پوجڻ بڻيا. جنهن ڪري هن جي ٻُنڊڻن جا نشان اڄ جي داڦوڙي جهڙا ٿي ويا.

گوتم جهنگ جهاڳيندو 'نربدا' نديءَ وٽ پهتو جنهن تي ڪافي وقت کان انڊيا جي حڪومت بهادر ڊيم ناهڻ تي گهريو ۽ 'God of Small Things' جي ليکڪا: ڪيرالا جائي سنهڙي ۽ بهادر ڇوڪري 'اُرن ڌتي رَاءِ' ان عمل جي بدلي ۾ اتي رهندڙ لکين گهٽ- ذات ماڻهن جي ڪميونٽي 'دَلت' ۽ 'آدي واسي' جي متاثر ٿيڻ تي، انهن ماڻهن سان گڏجي ڊيمن خلاف ويڙهہ وڙهي رهي آهي:

* پروميٿيئس: يونان جو باغي ڪردار ديوتائن جي حڪمن جو انڪاري هن اولمپس جبل تان باهہ چورائي ۽ ان ڏوهہ ۾ پاتالن ۾ اڄ تائين هُو سزاوار آهي!

'Big Dams and Nuclear Bombs both are Political instruments and the Weapons of Mass destruction. Both weapons, Governments use to control their own People!'

(وڏا ڊيم ۽ نيوڪلائي بم نه رڳو سياسي اوزار آهن. پر گڏوگڏ زبردست تباهيءَ جا ڪارڻ پڻ! جن کي حڪومتون پنهنجي عوام کي دٻائڻ لاءِ استعمال ڪن ٿيون.)

گوتم جنهن اڍائي هزار سال پهرين جي انڊيا ۾ ذات پات جي نظام کي ننديو سو اج به هندوستان ۾ پنهنجي مڪمل طاقت سان موجود آهي!

'دَلت' قبيلي لاءِ گلزار جو هڪڙو نظم آهي:

ٹوٹے کپ جیسا تھا وہ،
اس کا ہینڈل تھا ہی نہیں،
کوئی منہ نہ لگاتا،
لب جل جاتے تھے،
ہاتھ میں لو تو گرم تھا،
انگلیاں جلتی تھیں،
باس نے اک دن باہر پھینک دیا اس کو،
چل سالا 'دلت'
دفتر کا ہر شخص اس کو ٹوٹے کپ کی طشتری لگتا ہے اب!'

۽ اُرن ڌتي راءِ جي 'God of Small Things' جي لکڻ کان وٺي گلوبلائيزيشن ۽ وڏن ڊيمن خلاف جدوجهد دراصل انسان جو' Way of Escape' آهي. 'جڏهن ماڻهو ڪجهه نٿو ڪري سگهي ته پوءِ ڪجهه ڪري ٿو!' اسان جي مٿان آسمان جو تنبو اسان جي مرضيءَ جي برخلاف رنگ پيو بدلائي، جنهن لاءِ ڪنهن ايراني شاعر 'تفو بر تو اي چرخ گردان تفو' جا لفظ استعمال ڪيا آهن. 'اي رنگ بدلائيندڙ آسمان 'تڪ اٿئي!'

هڪ وڏي فهرست آهي 'پروميٿيئس' جي قبيلي جي ماڻهن جي. باغين جي هڪ وڏي قطار آهي، جيڪي ڦاسين تي چاڙهيا ويا ۽ سندن ڪنڌ 'ڀڳت سنگهه' ۽ 'ڀٽي' 'جيان اڄان به انصاف جي انتظار ۾ لڙڪيل آهن! پروميٿيئس جنهن ديوتائن جي قانونن کان انڪار ڪيو سو به دراصل 'Way of Escape' هئو. ماڻهو هڪ زمين، هڪ آسمان ۽ هڪ افق جي اندر زمان ۽ مڪان 'Time & Space' جي چائنٽ ۽ فريم ۾ قيد آهي! ۽ ماڻهوءَ جي نحيف ۽ نبل جسم سان هن دنيا ۾ ڪافي سخت قانون به لاڳو ڪيا ويا آهن! ماڻهوءَ کي فطرت جي هزارين قانونن جي چاڪ ۾ جڪڙيو

ويو آهي. چاڪ ڦري ٿو تہ ماڻهو بہ ڦري ٿو بلڪ ڦيراٽيون ٿو پائي! قانون ۽ قاعدا آهن، جيڪي ماڻهوءَ جي اندروني دنيا (Inner world) تي نافذ آهن ۽ وري ساڳيا قانون ۽ قاعدا ماڻهوءَ جي ٻاهريئن دنيا تي بہ لاڳو آهن. ماڻهوءَ سان مارشل لائن ۽ ڪرفين واري ڪيفيت لاڳو آهي، جنهن ۾ ان کي زبردستي واڙيو ويو آهي.

'۽ هر ماڻهوءَ کي پنهنجو قد - بُت، رنگ، رُوپ ۽ الڳ ڀاڳ آهي!'

'Each one has brought a Singular destiny of his own, his own character and Soul!'

مٿيون جملو اسٽالن جي ڌيءَ 'سويٽلانا ايليو ويوا' پنهنجي ڪتاب 'Twenty Letters to a friend' ۾ لکي ٿي: 'هوءَ سويٽلانا اسٽالن سڏائڻ جي بجاءِ پنهنجي نالي پويان پنهنجي ماءُ جي خاندان جو نالو سڏائڻ پسند ڪري ٿي.'

اسٽالن جي ان ڌيءَ ٽي شاديون ڪيون. اسٽالن جي پٽ ياڪوف (yakov) 1928ع ۾ خودڪشيءَ جي ڪوشش ڪئي، پر بچي ويو. اسٽالن سندس پٽ جو مذاق اُڏايو: 'ڇا تہ ڳالهہ آهي، هُن کي سڌو فائر ڪرڻ بہ نٿو اچي!' بعد ۾ هُو جنگي قيدي بڻجي جرمنن جي ڪيمپ ۾ پهتو تہ هن پاڻ کي بجليءَ جي لوڙهي سان ٽڪرائي پنهنجو انت آندو ۽ اسٽالن جي زال 'ناديہ' بہ خودڪشي ڪري ڇڏي. خودڪشيءَ کان پهرين هن هڪڙو ڊگهو خط لکيو جنهن ۾ هن اسٽالن جي مخالف 'مينشويڪن' (اقليت) جو پاسو ورتو جيڪي جيلن ۾ بند هئا.

گوتم ٻڌ پيدائش کي، (ماڻهوءَ، جيتن، جانورن ۽ وڻن جي پيدا ٿيڻ کي) غم جو ڪارڻ قرار ڏنو. يعني دنيا جو وجود ۾ اچڻ هن لاءِ دک جو ڪارڻ هئو. وابستگيءَ کي (مرد ۽ عورت جي) هن غم جو سبب قرار ڏنو ۽ ان ڪري هن کي غير وابستگي ئي آزادي محسوس ٿي! پر گوتم هن ڪائنات اندر ھين عظيم قانونن، زمان ۽ مڪان (Time & space) جي قيد کي محسوس نہ ڪري سگهيو؟! پر ڪهڙي خبر تہ 'Time & space' پاڻ بہ قيدي هجن؟! بلڪ زمان ۽ مڪان پڻ ڪن اصولن ۽ قانونن ۽ متن جا پابند هجن؟! ۽ اهڙيءَ طرح اها هٿ-ڪڙي نہ رڳو جِيوَن ۽ جنترن کي لڳي پيئي آهي، پر قانون بہ قانونن جا قيدي آهن. ان ڪري منهنجيءَ نظر ۾ ماڻهوءَ جي آزادي بيهودو خواب آهي. اها ممڪن ئي ڪانهي. Logically اها ممڪن آهي، پر حقيقي طرح اها ممڪن ئي ڪانهي. دنيا جو ڪو بہ مَتو اُصول، قانون، قاعدو ۽ نظريو ڪنهن

ڪي بہ (نہ ماڻهوءَ کي ۽ نہ ڪنهن مُلڪ کي) آزادي عطا ڪري ٿو سگهي! اها آهي دنيا جي حقيقت! ۽ دنيا جو ياڳ تہ انسان نہ رڳو جيئڻ ۽ مرڻ جي چڪر ۾ ورتل آهي، بلڪ اهو جڻ ڪنهن پائيپ ۾ قاٿل آهي! ۽ پائيپ مان نڪرڻ جي ڪوشش ڪندو تہ پنهنجا هَڏَ گُڏ ڀڃائيندو پائيپ جي Size تبديل نہ ٿيندي! بلڪل اهڙيءَ طرح جيئن گوتم جي اخلاقي شبدن تي ٻڌل ڪتاب منجهہ لکيل آهي:

'فرض ڪريو تہ ڪو شخص زمين کي کوٽي ٿو تہ ڇا هُو زمين کي ختم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو؟ نہ! ڇو تہ زمين ڪافي اونهي آهي!'

'فرض ڪريو تہ ڪو شخص آسمان کي رنگ ڪرڻ جي ڪوشش ٿو ڪري، تہ ڇا هُو آسمان جو رنگ بدلائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو؟ نہ! ڇو تہ آسمان تمام گهڻو ڪشادو ۽ آڳاهون آهي! اهو ماڻهو ٿڪجي اهو ڪم ڇڏي ڏيندو.'

'فرض ڪريو تہ هڪڙو شخص، هڪڙيءَ مشعل سان درياءَ جي پاڻيءَ کي سڪائڻ ٿو چاهي، تہ ڇا هُو ان درياءَ کي سُڪائي ڇڏيندو؟'

'بلڪل نہ! ڇو تہ درياءَ وڏو ۽ مهان آهي ۽ پڪرو آهي ان کي هڪ ڏياتيءَ سان نٿو سُڪائي سگهجي!'

'اسان کي آدرشن لاءِ پنهنجو سر ڪپائڻ جو سبق تہ پڙهايو ويجي ٿو پر ڪنهن بہ آدرش لاءِ جرح ڪرڻ جي آزادي ناهي!'

(محمد عمر ميمڻ)

'خوابن جي ڪري اسين هڪڙي اهڙي انبوهہ جو حصو آهيون، جيڪو جشن ملهائيندو ڪئين صدين کان گذري رهيو آهي، ڏاڍو دلڪش ٿو لڳي اهو انبوهہ!' ميلان ڪنڊيرا 'گرانڊ مارچ' ۾ لکي ٿو. جيڪو سندس ناول 'The un-Bearable lightness of Nothingness' جو هڪ باب آهي ۽ جنهن ۾ هن استالن جي پٽ ياڪوف جي مرڻ جو سبب ڪيس برطانوي جنگي قيدين طرفان مهڻي هاب ڪرڻ هو تہ هُو ڪاڪُوس ۾ ويجي جيڪو ڪِنُ ٿو ڪري، سو صاف ڪري جنهن ڪري هن روز روز جي ڀنڊيءَ کان بچڻ لاءِ پنهنجي پاڻ کي بجليءَ جي باربيڊ وائرس سان ٽڪرائي خودڪشي ڪري ڇڏي

'ماڻهوءَ جو ياڳ ڇا ڪجهہ پيو آهي؟'

ماڻهوءَ جو ياڳ بس جمڻ ۽ ان جو مرڻ آهي. نہ رڳو ماڻهو پر هرشيءِ جو ياڳ بہ اهو ئي آهي. ان فطري قانون، انسان کي دک جي کُن ۾ لوڙهي ڇڏيو آهي. جنهن قانون کي تبديل تہ ڪير بہ نٽي ڪري سگهيو ان ڪري دنيا جي Genius ماڻهن خودڪشيون ڪرڻ شروع ڪيون. خودڪشي بہ way of Escape آهي ۽ خودڪشي رڳو اها ڪانهي، تہ ماڻهو ريوالور سان پاڻ کي

شوت ڪري پر خودڪشي هيءُ بہ آهي تہ 'هيڪل سليمان' پاهران يهودين جا دوڪان ڏاهجن. 'يسوع مسيح' پاران نظام جي مخالفت خودڪشي هئي. 'ليڊي ڊيانا' پاران 'دودي الفائد' سان دوستي بہ خودڪشي هئي. 'سقراط' پاران ديوتائن کان انڪار بہ خودڪشي هئي ۽ 'فرانز ڪافڪا' پاران پنهنجي ڦڦڙن ۾ پريل ٽي بيءُ جي بيماريءَ جو وقت سر علاج نہ ڪرائڻ بہ خودڪشي هئي ۽ گوتم طرفان فرد جي خواهش جو خاتمو بہ خودڪشي آهي!

پوءِ ماڻهو دنيا ۾ رهڻ وان ڪري موجود آهي تہ هُو خودڪشي ڪري؟ يا Way of Escape ڳولي. جيڪو هڪ طرح عبادت ڪرڻ بہ آهي. ڇا ماڻهوءَ جي هن دنيا ۾ موجودگي 'ڏوهہ' آهي؟ ماڻهو پنهنجي زندگيءَ کي جيئن گذاري ٿو. جهڙي طرح جيئي ٿو ان سڀ ڪجهہ سان اندر جي اُونهاين تائين نفرت ٿو ڪري. ان نفرت جو احساس اُداسي، اڪيلائي ۽ چِڙ آهي، بلڪ ڊپ پڻ آهي. هر ماڻهو پنهنجي زندگي ڊپ واري ڪيفيت ۾ گذاري ٿو!؟

جيڪڏهن باريڪ بينيءَ سان ڏٺو وڃي، تہ ماڻهو هن دنيا ۾ رهڻ بہ گهَرَ پيا ڪن. هڪڙا خودڪشيون پيا ڪن ۽ ٻيا وري موت جو انتظار پيا ڪن! ۽ ڇا اهو Black Fever ناهي؟ شيڪسپيئر 'King Lear' ۾ چوي ٿو:

'As flies to want on boys are we to the gods, they kill us for their Sport.'

۽ 'Pericles' ۾ چوي ٿو:

'O you gods!

Why do you make us your goodly gifts.

And Snatch them Straight away?

اُن ڪاري بخار ۾ ورتل دنيا ۾ انسان جي اندر ۾ هرڻن جيان ڊوڙندڙ اڪيلايون، مايوسيون، بي انت ڏک ڇا ان کي زندگي ڪرڻ ڏئي ٿو؟ بلڪل نہ.

(خوبصورت ڪالم لکندڙ پياري ارشاد ميمڻ جي هيٺئين SMS کان انسپائر ٿي لکيل)

Me grateful Sir, Hope you will Continue to Share Such great thoughts with me, a man of no worth.

I'm having an other bout of Severe depression. a sick person can not return any thing good to any body. me fighting with my Self. will call you when the battle is on inter mission. Love you!

●

# اهو پنو جيڪو لڪڻ وسري ويو!

(Yellow Leaves from Autumn)

صدين کان، سڄي دنيا ۾ اهو (Concept) رائج آهي، تہ مرد، مضبوط ذهن ۽ جسم جو مالڪ آهي، ان جي جسم ۾ زبردست پٺا (ڏونرا) Muscles ٿين ٿا، ان ڪري اهو طاقت جو بہ حامل آهي، اهو جبلن کي توڙي سگهي ٿو ۽ دريائن جا رُخ موڙي سگهي ٿو. ڇو تہ اهو ڀڃريون Weights کڻي سگهي ٿو. پر اڄڪلهہ جون مايون بہ ڪڇا (Under Wears) پايو ٻانهن جا ڏونرا پيون ڏاهين، ڀڃريون پيئون کڻن، ڊوڙن جا مقابلا پيون کٽين ۽ باڪسنگ بہ پيون وڙهن. دراصل پُراڻن وقتن ۾ انهن کي ڪجهہ بزرگ قسم جي (مس ٽائيپ) عورتن سازش ڪري انهن ڪمن کان پري رکيو هو ۽ سازش ڪري مردن کي بہ اهو باور ڪرايو هو تہ اهي قوي ۽ جوان مرد آهن. اهي جبل ڦاڙي ۽ ڏونگر ڏاري سگهن ٿا. اهي ڇوڪرين لاءِ آسمان جا تارا لاهي آڻي سگهن ٿا. پر وقت ۽ حقيقتن اهو ثابت ڪيو آهي تہ اهو سڀ ڪجهہ غلط هئو. 'عورت صنفِ نازڪ آهي' سو خيال بہ دراصل ڪجهہ سازشي قسم جي عورتن پيش ڪيو يا وري سازشي مردن سوچيو هو. نہ تہ دراصل صنف نازڪ تہ مرد آهي، جنهن کي خواه مخواه، ٻلوان، طاقتور پهلوان، جوان، شينهن وغيره وغيره قرار ڏيئي صدين کان وٺي ڪيس جنگين جي ميدانن ۾ لاهي مارايو ويو آهي ۽ عورتن پنهنجي ذات ۽ آباديءَ کي محفوظ رکڻ لاءِ پنهنجي پاڻ کي نازڪ جسم، نازڪ ذهن ۽ نازڪ خيال قرار ڏياري، دراصل پنهنجي عقل/سازش جو ڪٿيو ڪاڏو آهي! جڏهن بہ، جنهن بہ ملڪ ۽ قوم تي ڪو نازڪ وقت اچي ٿو تہ قوم جي مردن ۽ نوجوانن کي سڏيو وڃي ٿو ۽ کين فوج ۾ ڀرتي ڪري جهنگن ۽ ويرانن، ريگستانن ۽ بيابانن ۾ اُڇيو ٻُڪيو رلائي مارايو ويندو آهي.

مرد ڇا آهي، جيڪو ڪو خاص ڪم ڪندو هجي؟ وڏاڻ ۾ هٿوڙا تہ ڳارين (هندو لوهارن) جون مايون بہ ڪٽيو پيون هَر ڦار ناهين. پوءِ مرد ڪهڙو تير تا هڻن جو انهن کي ايترو مٿي تي چاڙهيو ويو آهي؟ جهاز جيڪڏهن مرد ٿا هلائين تہ عورت بہ ٿي هلائي، اسپيس ۾ خلانوردي جيڪڏهن مرد ٿو ڪري تہ عورت نہ ڪئي آهي ڇا؟ سمنڊ جي گهرائي ۾ جيڪڏهن مرد ٽري سگهي ٿو تہ عورتن لاءِ بہ اهو ڏائي هٿ جو کيل آهي. باسڪيٽ بال، فوٽ بال، هاڪي، ڪرڪيٽ، ٽينس، بيس بال ۾ هاڻ تہ فِري اسٽائيل (جنهن ۾ هڪ ٻئي کي ويڙهو ڪڪڙ وانگر وارن کان جهليو ڇَڇَ کان جهليو ٻانهن مروڙيو ٽنگ ڇڪيو ۾ ماريو سڀ ڪجهہ جائز آهي) ۾ بہ عورتون ڪنهن بہ مرد کان گهٽ ڪونهن. دنيا ۾ ڦهليل سوين راندين جي ڪلبن ۾ عورتون Muscles ناهي رهيون آهن. عورتن جي ڏونرا ناهڻ تي رڳو هڪڙي 'پڳوان رجنيش' کي اعتراض هئو. مون کي لڳي ٿو تہ اها بہ عورتاڻي سازش هئي! پر سنڌ ۾ 'نياڻي' ست قرآن آهي، جو تصور ڏيئي انهن کي پردي جي قيد ۾ ويهاري دراصل عورت جي بي عزتي ڪئي ويئي آهي!

❊ عورتن جي جسماني بيهڪ Structure نہ رڳو مرد کان بهتر ۽ مضبوط ٿئي ٿي، پر هر طرح سان مردن کان اعليٰ پڻ آهي. انهن ۾ تڪليف ضبط ڪرڻ جي قوت بہ مرد کان هزارين ڀيرا وڌيڪ آهي، جيڪا مرد ۾ بلڪل ڪانهي.

❊ عورتن جي کل هيٺان، چربيءَ جو Cushion ٿَهہ ٿئي ٿو جيڪو مرد ۾ ٿئي ئي ڪونہ. اهو ٿَهہ نہ رڳو هن کي سيءَ کان بچائي ٿو بلڪ ٻار کي بہ گرمي پهچائي ٿو.

❊ عورت جو جسماني مڪينزم اهڙو آهي، جو ڪين وڏن وڏن حادثن مان ۾ انهن جي اثرن مان باحفاظت پار ڪرائي ٿو ڇو تہ عورتن ۾ جلد روئڻ جي صلاحيت موجود آهي ۽ اُهي جيئن تہ روئڻ ۾ ماسترس ڪيل هونديون آهن (آهي نہ شادي شده مردن لاءِ ڪلڻ جي ڳالهہ؟) ان ڪري هنن جي دماغ تي غم جو اثر گهٽو وقت رهي ئي ڪونہ. ڪيترو وقت ويچارن مردن مٿان غم جو انبوهہ رهي ٿو (لفظ 'ويچارن' جي اڳتي هلي پاڻ ئي وضاحت ٿي ويندي!) تنهن ڪري عورتن جي تناسب سان مردن جي عمر گهٽجيو وڃي، ان ڪري تہ پراڻن وقتن کان وٺي عورتن لاءِ چيو ويندو آهي تہ اُهي قيامت جا تڏا ويڙهينديون!

❊ سراسري طرح دنيا جي هر قوم جو مرد عورت کان گهٽ ۾ گهٽ

---

(نوٽ: خيال رهي تہ هن مضمون ۾ جتي بہ عورت جو ذڪر اچي، 15 کان 50 سالن تائين جون ڇوڪريون، بلڪ 50 کان 95 سالن جون عورتون بہ پاڻ کي ان ۾ شامل نہ ڪن. هي مضمون 95 سالن کان 120 سالن تائين جي عورتن لاءِ بہ نہ لکيو ويو آهي، بلڪ هيءُ مضمون 120 سالن کان 200 سالن تائين جي عمر وارين عورتن لاءِ لکيو ويو آهي.)

ٽيهہ (30) سال اڳ مري ويچي!

* مردن جي دماغ جي بناوت اڻ مڪمل ٿئي ٿي ۽ جيئن جيئن مرد جي عمر وڌي ٿي، عورتن کان اڳ هنن جا دماغ سُسڻ شروع ڪن ٿا. اها ٻي ڳالهہ آهي تہ انهن جي دماغ جي سائيز عورتن جي دماغن کان وڌي آهي، پر ان سان ڪهڙو ٿو فرق پوي، دماغ تہ ڍڳي جو بہ وڏو ٿئي ٿو اڏوهيءَ ۽ ڪِوَل ڍڳي کان وڌيڪ عقلمند ڇو آهن؟ جيڪي ماڻهن جيان پنهنجا گهر اڏين، کاڌي خوراڪ جا ذخيرا ڪن، ٻچا ڇٽين ۽ بدلجندڙموسمن ۽ زلزلي جو شعور پڻ رکن!؟

* سموريون پيچيده ۽ موتمار Cronic بيماريون جهڙوڪ: ذيابطيس، دل جا عارضا، فالج جا حملا، جگر جا مرض ۽ السر جي بيماري مردن ۾ گهڻي ٿي ٿئي پر عورتن ۾ گهٽ. پر اصل ڳالهہ هيءَ آهي تہ سچو ڪم 'سارتر' جي ساهيڙيءَ مائي 'سائمن دي بوائر' (Simone de Beauvoir) خراب ڪيو آهي، جيڪا مائي سندس عمر عزيز جي 96هين سال ۾ پئرس جي هوائن مان لطف اندوز ٿي رهي آهي، جڏهن تہ سارتر 1980ع ۾ گذاري ويو! محترمہ ڪافي سال اڳ سوين صفحن جو هڪڙو شاهي ڪتاب 'The Second Sex' لکيو جيڪو ڪنهن بہ مرد ماڻهوءَ کي اجلائي هڻجي، تہ نہ چَري نہ پيئي، اهو ڪتاب لکي هن مردن کي ڏاڍو بڇڙو ڪيو بلڪ ان ڪتاب ۾ هن عورتن کي مردن کان وڌيڪ بڇڙو ڪيو! ان ڪري مون کي 'ميل شاونزم' جي جذبي ويهڻ نہ ڏنو ڇو تہ مان 'ميل شاونزم' جو ايترو تہ ڪٽر حامي آهيان، جيترو وي ايس. نائپال 'هندو شاونزم' جو بہ نہ هوندو!

* مردن جي مٽي جا وار ننڍا ۽ جلد ڇڻي انهن کي گنجو ڪريو ڇڏين ۽ هِن 'صنفِ مضبوط' جا گهاٽا ڊگها ۽ ڪارا وار پيا وڌن ۽ مڪمل ٿين. اُن دوران صرف انهن وارن جي ڪجهہ ڇڳن سان جيڪي ڳِتي تي لڙڪنديون رهنديون آهن، ڪٿين متير مڙس، ڪٿين شير پهلوان ڏسندي ئي ڦان ٿيو ڪريو پون! اهڙي ئي ڪنهن سمي لاءِ شيخ اياز چيو هو:

ڪنهن ڪاريءَ ڇڳ تي رات ڪُٺي ۽ ڳاڙهي ڳل تي باک ڦٽي!

* مردن جا دماغ دنيا جا حادثا ۽ ڏُک ۽ تڪليفون سَهڻ ۾ ڪمزور ٿين ٿا، ان ڪري عورتن جي مقابلي ۾ انهن ۾ خودڪشين جا امڪان چار ڀيرا وڌيڪ ٿين ٿا!

### گلاس توڙا بارا آني!

چون ٿا تہ عورت اڻ ڄهو Creature آهي، اها پهاڄ، سس ۽ ننهن کي برداشت نٿي ڪري سگهي. پر تاريخ اسان کي اهو ٻڌايو آهي تہ عورت نہ پر مرد اڻ ڄهُو اٻهرو ۽ بي دماغو آهي: اردو شاعريءَ ۾ رقيبِ رُوسياهہ (رقيب ڪاڙ ڪنهون) جو لفظ امير خسروءَ ڇو ايجاد ڪيو؟ (هونئن امير خسروءَ طبلا پڻ ايجاد ڪيا هئا!) ان ڪري جو هڪ ئي معشوق جا ٻہ عاشق، پنج منٽ بہ گڏ ويهي نٿا سگهن! پر اهو معشوق پنجن عاشقن جي وچ ۾ پنج ڪلاڪ ويهي سگهي ٿو بلڪ پنجن ڏينهن تائين بہ ويهي سگهي ٿو. بشرطيڪ عاشق برداشت ڪن!

مرد ٻئي مرد کي بلڪل نٿو سهي، جيئن شينهن شينهن کي، بگهڙ بگهڙ کي، ڦاڙهو ڦاڙهي کي ۽ ڪتو ڪتي کي بنهہ نٿو برداشت ڪري. تيئن مرد (صنف نازڪ) برداشت ڪرڻ بجاءِ هٿيار کڻيو ٻئي مرد کي ماريو وجهي ۽ پوءِ وري ان قتل کي 'ڪارو ڪاريءَ' جو ڪيس ٺاهيو وجهي! پوءِ پلي ڳالهہ مال جي پيل تان اُٿي هجي، يا قرض وٺي، نہ ڏيڻ واري هجي يا ڪا ماڻتياڻي همراهہ سان تہ نہ ٺهي، پر ڳوٺ ۾ ٻئي سان ٺهي وڃي، تہ بہ مسئلو تہ غيرت جو ٿيو نہ. پوءِ ڪير مڃي يا نہ مڃي! (قلم تازو: منهنجو هڪڙو دوست لاڙڪاڻي جي ڪنهن ننڍي شهر ۾ SDO واپڊا ٿي ويو ۽ بجليءَ جي بلن جي اوڳاڙيءَ تي سختي ڪرڻ لڳو. تازي محاوري موجب 'مڙس پگهار کان وڌيڪ ڪم ڪرڻ لڳو' ۽ هڪڙي ڳاڙهي ٽوپي پاتل ڪمدار کي ڌمڪي ڏيندي چيائين: "پنجن ڏينهن ۾ بل نہ ڀيٽاريئہ تہ ميٽر ڪٽائي ڇڏيندومانءِ" ۽ آفيسر هليو ويو! ٻن ڪلاڪن کان پوءِ ڪمدار ماڻهو موڪلي چورايس تہ: "منهنجو ميٽر ڪٽيو تہ شهر جي پري بازار ۾ ڪارو ڪري ماريندومانءِ!" اهو ڏينهن اڄوڪو ڏينهن، SDO ان شهر ۾ وري نہ ويو! راتو واهہ همراهہ ٽپڙ وڏا گاڏيءَ ۾ ۽ وڃي ڊسٽرڪٽ هيڊ ڪوارٽر ۾ رپورٽ ڪيائين! اڄڪلهہ اها حالت آهي: 'کھایا پیا کچھ نہیں، گلاس توڑا بارہ آنے!'

ڪاري ڪاريءَ جي ڪيسن ۾ ڏٺو ويو آهي تہ عورتاڻي عشق جي پيرائتي خبر ڪا عورت ئي ويهي مرد کي ٻڌائيندي آهي ۽ هن جا ڪن پريندي آهي! يعني اڪثر هڪڙي عورت سازش ڪري پنهنجي ٻي دشمن عورت پوءِ پلي اها سندس ڏيءَ هجي کي مرد هٿان مارايو هڪ ڌڪ سان ٻہ شڪار ڪريو ڇڏي! واڻئي واري ڳالهہ تہ: 'ٻاڇي جي ٻاڇي تيوڻ جو تيوڻ!' عورت مريو وڃي ۽ مرد جيل هليو وڃي، ان طريقي سان نانگ بہ مريو وڃي ۽ لٺ بہ بچيو وڃي! آهي نہ مرد ڪم عقل ۽ جذباتي، اٻهرو ۽ اڌ مغزو ۽ صنف نازڪ! توهان ٻڌاڻن ۽ سڪن جا لطيفا ۽ بيوقوفيون تہ ڪوڙ ٻڌيون هونديون پر توهان ڪڏهن ٻڌاڻين ۽ سڪياڻين جو هڪ بہ اهڙو لطيفو ٻڌو آهي؟

**دنيا عورتن کان شروع ٿي عورت تي ختم ٿئي ٿي:**

هڪ سروي موجب سال 2002ع ۾ سنڌ ۾ ڪل 382 ماڻهن کي سنڌ ۾ ’ڪارو ڪاري‘ ڪري ماريو ويو يا قتل ڪيو ويو جنهن ۾ 245 عورتون ۽ 137 مرد هُئا. پر مرد ڪيڏا نہ صابر ۽ شاڪر آهن جو اڄ تائين ڪنهن بہ مرد جي واتان اها ڳالهہ نہ نڪتي آهي تہ 137 مرد بہ هئا. جيڪي 245 عورتن سان گڏ مُئا. بلڪ اڄ تائين ڪنهن بہ عورت ڪالم ڪار انهن مردن جي بي موت مرڻ وڃڻ تي ڪو ڪالم لکيو هجي يا دانهن ڪُوڪ ڪئي هجي تہ ٻڌايو؟ مردن جي مرڻ تي اهي بلڪل چپ آهن ۽ چپن کي چونو هڻيو ويٺيون آهن. (آهي نہ ناانصافيءَ ۽ ظلم جي ڳالهہ؟) منهنجي خيال ۾ اها بہ هڪ عورتاڻي سازش آهي؟

ڪنهن دؤر ۾ ڪامريڊ مائوزي تونگ جو هڪڙو قول، Qoute ڪيو ويندو هو تہ: ’سمنڊ جي تري ۾ بہ ڇپيون وڙهن تہ سمجهو تہ اُها بہ سامراجي سازش آهي.‘ ان ڪري منهنجي خيال ۾ جيئن اڄڪلهہ چون ٿا تہ: ’ There's almost nothing in the World, that dosent have a jewish connection!‘ ’دنيا ۾ اهڙو ڪوبہ واقعو نٿو ٿئي، جنهن جون تندون تارون يهودي ڪاز سان وڃي نہ ملنديون هجن!‘ منهنجي خيال ۾ اها ڳالهہ بلڪل غلط آهي، ڪوبہ مائي جو لال (هتي ’مائي‘ تي زور آهي... معاف ڪجو زور مائيءَ تي نہ پر لفظ تي آهي) ان ڳالهہ کان انڪار نٿو ڪري سگهي تہ دنيا عورت کان شروع ٿئي ٿي ۽ عورتن تي ئي ختم ٿئي ٿي ۽ دنيا ۾ اهڙو ڪوبہ واقعو حادثو يا مظهر وارد نٿو ٿئي، جنهن جو کُر پير عورت سان نہ ملندو هُجي! هر ٻار عورت جي رحم ۾ پلجي ٿو ان ڪري دنيا ۾ ٿيندڙ هر واقعو عورت سان ڳنڍيل آهي. هر ٻار جمڻ بعد عورت جي اثر يا دٻاءَ هيٺ رهي ٿو. مرد ٻار آهي تہ ماءُ جي اثر (دٻاءَ) هيٺ هوندو آهي، جوان ٿئي ٿو تہ هن کي زال جي صورت ۾ ماءُ گهرجي ۽ هو زال جي اثر (دٻاءَ) هيٺ رهي ٿو ان بعد اڌڙوٽ ٿئي ٿو تہ وري بہ ٻي زال يا محبوبا جي صورت ۾ هو نئين زال يا محبوبا جي اثر (دٻاءَ) هيٺ رهي ٿو. حاصل مقصد تہ هر مرد ٻن يا ٽن ٻاهين وچ ۾ گذاري ٿو جڏهن تہ عورت ٻار آهي تہ پيءُ کي بليڪ ميل ڪري ٿي. زال آهي تہ مڙس کي بليڪ ميل ڪري ٿي ۽ مڙس مريو وڃي تہ اها پٽن ۽ پائرن کي ويٺي بليڪ ميل ڪري! مرد سڄي عمر عورتن جي ڪپڙن، سون ۽ ميڪ اپ جا خرچ پريو

پريو تباهہ ٿيو مريو وڃن، پر عورتون پيئون جيئن ۽ پوڙهيون ٿين ۽ مزا ماڻين! (آهي نہ ڪاوڙ اچڻ جهڙي ڳالهہ؟)

مان سوچيان پيو تہ جيئن 'مارڪس' يا 'لينن' چيو هو: 'سڄيءَ دنيا جا مزدورؤ! هڪ ٿي وڃو!' مان دنيا جي مردن کي صلاح ٿو ڏيان تہ دنيا جا سمورا مردئو (هتي م تي زير آهي پيش نہ) هڪ ٿي وڃو! دنيا جا سمورا مردؤ! پنهنجن بسترن کي ڇڏيو خدارا هاڻ تہ اکيون کوليو هڪ ٿي وڃو ۽ پنهنجي اصل صنفِ نازڪ واري حيثيت کي سُڃاڻو!

ڪوبہ مرد پوءِ اهو گڏهہ گاڏي هلائيندو هجي يا بادشاهہ! روزانو گهران تيار ٿي ناشتو ڪري (گهڻين حالتن ۾ اهو ناشتو سندن هٿ سان ئي تيار ڪيل هوندو آهي.) ڪم ڪار ڪرڻ لاءِ ڇو ٿو نڪري؟ عورت جي دنيا کي قائم دائم رکڻ لاءِ! عورت جي گهر کي ۽ عورت کي هلائڻ لاءِ (آهي نہ ڏک جهڙي ڳالهہ؟)

## جادو وه جو سَر چڙهہ ڪي بولي:

مرد ڪيترو بہ ننڍو هجي يا وڏو هجي، پلي اهو پنهنجي پاڻ کي گهر جو وڏو يا چڱو مڙس سمجهي (سمورا ڏيان وارا مرد قلم کڻي نوٽ ڪن) اهي بيشڪ مزدور، وڪيل، انجنيئر، ڊاڪٽر، بيورو ڪريٽ، وزير يا وزيراعظم هجن ۽ صدر ٿيو پيا سڄو مُلڪ هلائين، پر انهن جي گهرن ۾ ويٺل صرف هڪ عورت انهن کان بہ وڌيڪ بااختيار ۽ طاقتور آهي، ڇو تہ اها وري ان مرد تي حڪومت ڪري ٿي. ان ڪري هڪڙي صدر ۽ وزيراعظم جي زال ان کان وڌيڪ سياڻي آهي! (آهي نہ پتي جي ڳالهہ؟) ۽ ڪير ٿو چوي تہ عورتن کي برابريءَ جا حق مليل ناهن؟ انهن کي برابريءَ کان ڪجهہ وڌيڪ حق مليل آهن. عورتون MQM جي الطاف حسين وانگر ظاهري عهدو ڇو ماڻين ۽ ملڪ ۾ خوار خراب ٿين؟ اهي (Politics) ۽ اَڻ ڏٺي طاقت (Invisible Power) تي يقين رکن ٿيون. (جادو وہ جو سر چڑھ کے بولے) عورتن جي صلاحيت ۽ ڪوبہ داءُ ڪڏهن بہ خالي نہ ويندو آهي! سياڻن چيو آهي تہ هر ڪامياب مرد جي پويان هڪ ذهين عورت هوندي آهي! ڪنهن بہ مرد جي ڪاميابيءَ کي مان تہ ڪونہ ٿو مڃان، اها دراصل عورت جي ڪاميابي هوندي آهي. دراصل هر ذهين عورت مرد کي ڪامياب ڪرائي ئي دم پٽيندي آهي، مرد تہ ويچارو هوندو آهي اڳڙين جو گڏو!

عورت جي مرد کان برتر هجڻ جا ڪجهہ بيا مثال آهي آهن:

* مرد جسماني طرح بيمارين ۾ جلدي وڪوڙجن ٿا. انهن جو هاضمي جو سرشتو ساهه جو سرشتو رت جي دوري جو سرشتو وغيره عورتن جي مقابلي ۾ جلدي ناڪارا ٿئي ٿو ان ڪري اوهان کي اوهان جي ئي شهر يا ڳوٺ ۾ آڱرين تي ڳڻڻ جيترا مرد مس ملندا جن پنهنجي شاديءَ جا پنجاهه سال پورا ڪيا هوندا يا وري انهن جي زال انهن جي موجودگيءَ ۾ مري ويئي هوندي! مرد شاديءَ جا پنجاهه سال پورا ٿيڻ کان پهرئين پاڻ پُورا ٿي چڪا هوندا آهن! مردن ۾ جيڪڏهن ڪا خاص فوقيت آهي ته اها سندن (Semen) ۾ موجود (Spermatozoa) جي آهي، جنهن جي خاصيت عورت کان وڌيڪ وقت هلي ٿي، پر وڌيڪ عمر جي ڪري رت جو دؤرو گهٽجڻ جي ڪري سندن جنسي صلاحيت گهٽجيو وڃي! پر پوءِ به چو ته ڪنهن مردن جي لاءِ چئي چڏيو آهي ته اُهي مرد آهن، ان ڪري هو حڪيمن جا در ڳوليندو وتندو آهي.

* مرد حادثن ۾ وڌيڪ مرن ٿا ۽ عورتون گهٽ. ظاهر آهي ته چالاڪ عورتن جيڪو سماجي نظام وضع ڪيو آهي، ان تحت اُهي پاڻ ته بيڊ تي سُتيون پيون هونديون، ٿانوَ ٻهاري نوڪرياڻيون ڪن، جاڳ جي وقت ويهيو هالا جي ٺهيل جنديءَ جي پينگهن ۾ لُڏن ۽ چاڪليٽن، آئيس ڪريم ۽ بادامن ۽ پستن جا دُونا ختم ڪن ۽ ويچارا مرد گهرن مان ٻاهر نڪري، اُنهن لاءِ انهن سمورين شين جو بندوبست ڪن، ته ظاهر آهي حادثن، دهشتگردي جي واقعن ۽ جنگين ۾ مرد ئي مرندا! ٺوئن ٺاورز ۾ مُئل ڇهه هزار ماڻهن ۾ گهٽيون عورتون هيون؟ نه هئڻ جي برابر. لڳي ٿو فطرت به عورتن لاءِ ڪم پئي ڪري، (ظاهر آهي فطرت مؤنث جو ٿي!) صدين کان انهن واقعن ۽ جنگين ۽ بيمارين ۾ مرد ذات جو نسل ختم ٿي رهيو آهي. هر محاذ تي مرد مري رهيو آهي ۽ عورت رڳو روئي رهي آهي! ان ڪري منهنجي اقوام متحده کي اپيل آهي ته دنيا مان ختم ٿيندڙ Species (جنسن) 'پانڊا' ۽ اهڙن ٻين جانورن سان گڏ 'صنف نازڪ' مردن جي ختم ٿيندڙ نسل بابت به ڀرپور مهم هلائي ۽ پنهنجي انساني حقن جي چارٽر ۾ واضح ڪري ته اڄ کان پوءِ جنگيون صرف عورت وڙهندي ۽ اُهائي انهن ۾ ختم ٿيندي ۽ تاريخ کان اڳ وارو مادري نظام رائج ڪيو وڃي، جنهن ۾ عورت قبيلي ۽ گهر جي ڊائريڪٽ سردار هئي. هن سلسلي ۾ جمال ابڙي جي ڪهاڻي 'مان مڙد' ترجمو ڪري دنيا ۾ ورهائي وڃي! جيئن عورتن کي پنهنجي اصل حيثيت جي خبر پوي! بلڪ مردن کي به پنهنجي اصل حيثيت جي خبر پوي.

### ويچارا مرد، ٻارن ڄڻڻ ۽ کير پيارڻ کان محروم:

مردن رڳو هڪ هنڌ عورتن جي آبادي خلاف زيادتي ڪئي آهي ته انهن بسن ۾ عورتن لاءِ سيٽون اڳيان رکيون آهن ته جيئن ٿي ايڪسيڊنٽ ٿئي، پهرين عورتون مرن. پر منهنجي خيال ۾ اها مردن نه پر 'خانداني منصوبا بندي' وارن جي سازش ٿي لڳي. پر اوهان کي خبر آهي ته ان خانداني منصوبا بنديءَ تي به عورتون قابض آهن.

* مرد ٻار ڄڻڻ واري صلاحيت کان محروم آهن. چو ته اُهي ٻارن کي کير پيئارڻ واري صلاحيت ۽ فوقيت کان به محروم ڪيا ويا آهن. هڪڙي دوست مون کي ٻڌايو ته: 'منهنجي پاءُ کي پُٽ ڄائو آهي.' ته مون کي سندس سادگيءَ تي روئڻ اچي ويو.

* ڇوڪرا ۽ مرد، ڇوڪرين ۽ عورتن جيان هوشيار، چالاڪ ۽ چتر زبان نٿا ٿين. ان ڪري مئٽرڪ ۽ انٽر جي رزلٽ ۾ گهٽيون مارڪون کڻي بهترين پوزيشن ڇوڪريون ئي ماڻين ٿيون ۽ ٽيبل ٽاڪ ۾ بلڪ شام جو چانور چونڊڻ مهل، ڀاڄي ڪٽڻ مهل، فون تي ڳالهائڻ مهل ۽ بنان هٿيارن جي جهيڙا ۽ جنگيون ڪرڻ مهل (جن ۾ جُنبڻ پنڻ جو آزادانه استعمال ٿيندو آهي) ۾ عورتن جي ڳالهائڻ جي صلاحيت ڏسڻ جهڙي هوندي آهي.

* الله تعاليٰ مردن کي خوبصورتيءَ کان به پري ڪري ڇاهيو آهي، مردن جو رنگ روپ، چهري جي بناوت، ڪنهن به عورت کان ڪنهن به صورت ۾ چڱي ڪانهي! مرد بدصورت، بي ڊولا، پيٽ ڦوڪيل (بنا ٻار جي ٻـا) ۽ ڏاڙهين مُڇن وارا ٿين ٿا. جڏهن ته عورتون سِلم، سمارٽ، بنان ڏاڙهي ۽ مُڇن جي ٿين ٿيون. ان ڪري سندن بليڊن جو خرچ به بچي پوي ٿو. شڪر ٿيو جو عورتن کي ڏاڙهيون ۽ مڇون ڪونه ٿيون، نه ته هئي ڪنهن سان جُٽ ٿئي نه ٿئي بيوٽي پارلر وارا مري وڃن ها. افغان عورتون ظالم طالبان دؤر ۾ به ڏاڙهي رکڻ واري قانون کان آجيون هيون ته انهن کي گهٽ ۾ گهٽ چار انچ ڏاڙهي رکڻ کپي ۽ بعد ۾ انهن جي وڃڻ بعد هو ڏاڙهيون لاهڻ واري خفي کان به ڇٽيل هُيون.

### راسپوٽين ۽ عورت:

سينٽ ٿامس عورت کي هڪڙو 'غير ڪامل مرد' يا هڪڙو حادثاتي وجود سڏيو آهي. آهي نه بي عقلو مرد! سينٽ ٿامس جيڪڏهن پاڻ عورت

هجي ها تہ اهڙي ڳالھہ پنهنجي دماغ ۾ اچڻ بہ نہ ڏئي ها! سينٽ ٿامس جيڪڏهن سائنس پڙهي ها تہ اهڙي ڳالھہ بلڪل نہ ڪري ها ۽ سينٽ ٿامس ڪي جيڪڏهن دماغ ۾ هجيءَ پوٽ وينل آهي تہ: 'الله تعاليٰ جيئن تہ مردانگيءَ خصوصيتن جو حامل آهي ۽ هيءَ دنيا الله تعاليٰ مردن لاءِ جوڙي آهي تہ ڪيس ڀُل آهي. تاريخ اهوئي ثابت ڪيو آهي تہ جنهن بہ شيءِ ۾ مردانگيون خصلتون ۽ خاصيتون هجن ٿيون, اها شيءِ عورت ڏانهن ئي جهڪيل هجي ٿي. پلي ڪو مڃي يا نہ مڃي!

ويچارو 'راسپوٽين' روسي تاريخ ۾ هڪڙي بدنام ترين شخصيت جو لقب ماٺي اَمر ٿي چڪو آهي. سندس زندگيءَ ۾ تمام گهڻا مردهُن جا دشمن ٿي پيا (نيٺ هو هڪڙي مرد هٿان ئي قتل ٿيو پر عورتن ان جي مدد ڪئي) سبب اهو هو جو هن جي زندگيءَ ۾ تمام گهڻيون خوبصورت ۽ طاقتور عورتون موجود هيون. ڪنهن بہ مرد سان مرد جي دشمني پيدا ڪرڻي هجي تہ ان لاءِ هڪ ئي خوبصورت عورت جو هجڻ, ان ڪي قتل ڪرائڻ لاءِ ڪافي آهي, 'راسپوٽين' سان تہ اَڻ ڳڻيون عورتون گڏ هيون! مطلب تہ عورتن نٿي چاهيو تہ 'راسپوٽين' دنيا ۾ گهڻو وقت جيئي, ان ڪري هنن, ايستائين جو 'زار' جي محبوبا ۽ زال بہ 'راسپوٽين' سان گڏجي هڪ ٿي ويون ۽ اهڙيءَ طرح 'راسپوٽين' پنهنجيءَ ننڍي عمر ۾ ئي وڃي رب ڪي پرتو. هن جي مارڻ وارو تہ مرد هئو پر قاتلن جي ٽولي ۾ بہ عورتون بہ شامل هيون ۽ جڏهن هن جو موت ڪنفرم ٿيو تہ اعليٰ درجي جون عورتون قاتل جي گهر ۾ گڏ ٿيڻ ۽ ڪيس مبارڪون ڏيڻ لڳيون, ڪن تہ قاتل جا هٿ چُميا ۽ ڪيس دعائون بہ ڏنيون. ان مان ثابت ٿيو تہ عورتن ڪي 'راسپوٽين' ڪي مارائڻ جو ڪيڏو نہ شوق هئو! (پر راسپوٽين ڪي مارائي پنهنجي پير تي عورتن پاڻ ڪهاڙو هنيو) 'راسپوٽين' لاءِ مشهور هو تہ هو خوبصورت ۽ اعليٰ طبقي جي عورتن سان جنسي تعلقات رکندو هو. انقلاب روس بعد 'راسپوٽين' لاءِ انڪوائري ڪري رڪارڊ درست ڪيو ويو پر انڪوائري دوران ڪنهن بہ عورت تي الزام تراشي نہ ڪئي وئي ۽ نہ ئي وري اها جرح تہ انهن 'راسپوٽين' جهڙي سادي, غريب ۽ اڻ پڙهيل ڳوٺاڻي ڪي پنهنجي سونهن جي سامانن سان ڀرپور وَارَ ڪري مات ڪيو ورغلايو ۽ ان جي جسم ڪي جيئن چاهيو تيئن استعمال ڪيو! اها انڪوائري جي منهنجي هٿ ۾ هجي ها تہ مان اعليٰ طبقي جي انهن سمورين حسينائن جي پاڪدامنيءَ ۽ منافقت جا وڪا پڌرا

ڪيان ها. جن ويچاري اڻ پڙهيل ۽ سادي ٽانگي هلائڻ واري کي ڳوٺ ۾ بار بار خط لکي ۽ تارون ڪري پٺي ماسڪو گهرايو ۽ پنهنجين سازشن جي ڄار ۾ ڦاسائي پٺي هن کي اخلاقي طرح تباهه ۽ تاراج ڪيو ۽ آخر ۾ قتل ڪرائي دم پٽيو.

'قلو پطره' پنهنجي پيڻ جي عاشق کي ستن دروازن واري جيل ۾ ڇو بند ڪيو هو؟ صرف اُن ڪري ته هو 'قلو پطره' سان سمهڻ کان انڪار ڪري رهيو هو!

عورتن جي هن دنيا ۾ صدين کان عورتن نه رڳو گهر، ٻارن ۽ مردن تي پر Media تي پڻ پنهنجي پڪڙ مضبوط رکي آهي، ان ڪري عورت جي ڪيل ڪابه زيادتي رڪارڊ تي نٿي آندي وڃي. خاص ڳالهه هيءَ به آهي، ته عورت جي زيادتي ظاهر ظهور بنهه نظر نٿي اچي، اُن ڪري عورت طرفان ڪيل زيادتيون به مرد جي حصي ۾ لکجي وڃن ٿيون. (آهي ڪو اهو رڪارڊ رکڻ وارو؟) عورتن جا نيوز اينڊ انفارميشن چينل Fox, BBC,CNN ۽ الجزيره کان به تيز آهن!

مرد جيئن ته 'صنفِ نازڪ' آهي، اُن ڪري اهو هڪ ڪلاڪ به انتظار نٿو ڪري سگهي. جڏهن ته عورتون انتظار ڪرڻ جي عظيم صلاحيت رکن ٿيون. جيڪا صبر ايوبي کان ڪنهن به طرح گهٽ نه آهي. عورتون پنهنجي محبوب جي اچڻ جو سالن تائين انتظار ڪري سگهن ٿيون. اُهي پنهنجي ٻار جي وڏي ٿي جوان ۽ مرد ماڻهو ٿيڻ جو انتظار ڪن ٿيون ۽ ان سان گڏ اهي پنهنجي مڙس جي پوڙهو ٿي، طاقت وڃائڻ، وڏي نوجوان ٿيل ٻارن اڳيان پنهنجي وقعت وڃائي، پهرين بيمار ۽ پوءِ خوار خراب ٿي مرڻ جو انتظار به ڏاڍي تن دهيءَ سان ڪن ٿيون!

دنيا جي هڪ قديم ڪتاب 'ارٿ شاستر' ۾ ديوتائن لکيو آهي ته: 'عورت ٻاروتڻ ۾ پنهنجي پيءُ جي اطاعت ۾ گذاري ٿي، جوانيءَ ۾ مرد جي اطاعت ۾ ۽ جڏهن مڙس مريس ٿو ته پٽن جي اطاعت ۾ گذاري ٿي. (ٿي ويا نه ديوتا به ديوين جي سازش جو شڪار؟) مرد پاڻ ٿي بي عقل ۽ بددماغو آهي ته ڇا ڪجي؟ پوءِ پلي ڪٿي اهو ديوتا ئي هجي.

علامه اقبال جهڙي ڊاڪٽر ماڻهوءَ به ڇا ته خوب شعر لکيو آهي:

وجودِ زن سے ہے کائنات میں رنگ!

علامہ جھڙو ماڻھو بہ لاھور جي شاھي پاڙي جي رَنگن جو شيدائي ھو. ۽ چون ٿا تہ شاھي پاڙي مان نڪري ٻاھر آيو تہ شاھي مسجد جي چاڙھين تي پَساھہ پُورا ڪيائين.

**سٺو نچڻ وارو مرد ڪامياب مرد آھي:**

ٽي وي تي توھان چوويھن ڪلاڪن مان ڪنھن بہ ڪلاڪ ۾ ڪوبہ چينل ڪوليو: اتي ڪانہ ڪا عورت گانو ڳائي نچي رھي ھوندي، يا وري نچائي رھي ھوندي، ۽ ھر عورت جي زندگيءَ جو اصل ۾ اولين مقصد مرد کي نچائڻ ھوندو آھي. مزي جھڙي ڳالھہ تہ ھر عورت کي بخوبي پتو ھوندو آھي تہ سندس زندگيءَ جو اولين مقصد ڇا آھي؟! پراڻي دؤر (ويھين صدي) جي فلمن ۾ رڳو ھيروئن کي نچڻو ٿي پيو پر ھاڻ ايڪويھين صديءَ ۾ ھيرو کي بہ نچڻو ٿو پوي، ھيرو کي تہ گاني کان ٻاھر بہ نچڻو ٿو پوي ۽ مڙس کي نہ رڳو گھر کان ٻاھر، پر گھر اندر بہ نچڻو ٿو پوي! ھڪ معمر خاتون جو چوڻ آھي تہ دنيا ۾ نچڻ بلڪ سُٺو نچڻ وارا مرد ئي ڪامياب مرد ليکبا آھن. ان ڪري ھر مرد جو عورت اڳيان نچڻ چڱي ڳالھہ آھي، اُن سان ماڻھو جي جسم جي بھترين ورزش بہ ٿئي ٿي. ان ڪري ھر سُٺي مرد جي بھتر صحت لاءِ ضروري آھي، تہ اھو مرڻ گھڙيءَ تائين سندس زال اڳيان نچندو رھي! بلڪ سٺو نچندو رھي.

عورت دراصل توسيع پسنديءَ جو ٻيو نالو آھي، ان ڪري شاديءَ بعد سڀ کان پھرين ھوءَ ٻارُ چاھيندي آھي. ان بعد ھوءَ پھرين پنھنجي مڙس ۽ گھر تي حڪمرانيءَ جا پير پختا ڪندي آھي. (جنھن عورت کي ٻار ناھي، اھا حڪمران نٿي ٿي سگھي) ان بعد مڙس جي مائٽن تي ۽ خاص ڪري پوڙھي شينھن (سَسِ) تي حڪمرانيءَ جو خواب ڏسندي آھي، ان بعد مڙس جي ٻين مائٽن تي حاوي ٿيڻ جي ڪوشش ڪندي آھي ۽ جيڪڏھن پوڙھي شينھن تي ڏارو ھلي ويس يعني ان کي پنھنجي دام ۾ ڦاسائي ويئي تہ ھوءَ ٻن گھرن جي راڻي ٿي ويندي آھي. ان بعد ھوءَ ٻين ٻارن بلڪ گھڻن پُٽن جي خواھشمند ھوندي آھي ۽ جيئن ئي پٽ جوان ٿيا، تہ مڙس ھن کي گھر جي ڪُنڊ ۾ سُتل ھڪڙو بيمار ذھني ۽ جسماني طرح خالي سُڪل ڪدوءَ يا ڪريلي جھڙو (جنھن مان ڳر ۽ ٻج نڪتل ھجن) وجود نظر ايندو آھي. جنھن لاءِ عام طرح ھن جو تبصرو ھوندو آھي: 'انھيءَ پوڙھي جي ھاڻ الله مت ڪسي ورتي آھي!' ۽ مڙس کي اھڙو غلام سمجھندي آھي، جنھن کي سندس

جوانيءَ ۾ پگهار ۽ هاڻ (Old Age) ۾ ملندڙ پينشن جي صلي ۾ جيڪڏهن جيئرو رکڻ لاءِ سموري گهر وارن لاءِ پڪل ڪاڏي مان ٽورڙو ڪاڏو (جو تہ بيمارين جي ڪري ان دؤر ۾ ڪاڏو گهٽ ئي ڪائبو آهي) ڏنو وڃي تہ اهو شڪل چُوتو گهٽ ۾ گهٽ چُڙندو تہ رهي ۽ جي مري وڃي تہ گهر جي ڪنهن فرد تي قتل جو ڪيس تہ داخل نہ ٿئي. جيان برداشت ڪرڻ ضروري سمجهيو ويندو آهي! اهو پوڙهو جي ڪا آمدني يا مال مُلڪيت نٿو رکي پوءِ تہ سندس زندگيءَ ۾ اوندهہ ئي اوندهہ آهي. هن کي دوائن ۽ علاج لاءِ بہ گهر جي مالڪياڻيءَ جي پٽن کي سوال ڪرڻا پوندا.

پٽن جي جوان ٿيڻ بعد هوءَ پنهنجي حڪمرانيءَ کي توسيع ڏيڻ لاءِ انهن کي واري واري سان ۽ چُپ چُپ ۾ خيال ڏيارائيندي آهي تہ هاڻ توهين جوان (بالغ) ٿي ويا آهيو ان ڪري اوهان لاءِ چنڊ جهڙيون ڪنواروں ٿي چونديان. انهن چنڊ جهڙين کي ڳولڻ لاءِ هوءَ ڪيئن پنهنجي ئي جنس جي ڇوڪرين کي ڏسڻ کان پوءِ رد ڪندي ويندي آهي. هن جو قد ننڍو آهي. هن جو رنگ سانورو آهي، هيءَ ڪاري آهي، هن جي تعليم گهٽ آهي، هن جي ڪاڏي وڏي آهي، هن جو قد وڏو آهي (اٺ جي ڳچيءَ ۾ گهنڊڻي ٻڌندس ڇا؟) هوءَ پنهنجي پٽ کي ننڍڙي گهنڊڻيءَ سان تشبيهہ ڏيندي آهي ۽ پرائي ڌيءَ کي اٺ سان. بيشڪ سندس پٽ ڪوجهو ڪارو بدافعالو بدلچڻو جواري، شرابي، ڪن حالت ۾ زاني، ڪم چور، ڪم ظرف ۽ بندرو هجي، پر ماءُ آخر ماءُ آهي، هوءَ پنهنجي پٽ لاءِ حُور ڳوليندي ۽ خدانخواستہ ڪيس جيئن ئي اهڙيون حورون لڌيون، هوءَ پٽن جون شاديون ڪرائي پنهنجيءَ دنيا (حڪومت/اقليم) ۾ اضافو ڪندي آهي. ننهون، اُنهن جا ٻار ۽ شاهي گهر. بلڪ گهرَ ۽ ان بعد جيڪڏهن ٿي سگهيو تہ هن جي ڪوشش هوندي آهي تہ نہ رڳو ڏاڏي ۽ ناني، پر پڙ-ڏاڏي ۽ پڙ-ناني ٿي سيني جي جُند چڙهي! (آهي نہ پوڙهين کي پاٽي مان ڪڍڻ واري ڳالهہ؟)

**عورت ۽ جمهوريت بہ پهاچون:**

عورت ڪڏهن بہ دنيا جي بيءَ عورت جي جمهوري، اخلاقي ۽ انساني حقن ۽ حقيقت پسنديءَ کي نہ سمجهيو آهي. اها انصاف ۽ جمهوريت جي خلاف هوندي آهي. انصاف، جمهوريت ۽ انسانيت جي بدلي هوءَ مامتا ۽ محبت جي فقرن (Terms) کي وڌيڪ سمجهندي آهي. ان ڪري مون کي

عورت جي تاريخ ۽ يهوديءَ جي تاريخ ۾ ڪوبہ فرق محسوس نہ ٿيندو آهي! يهودي دراصل عورتاڻو مزاج رکندڙ (حاسد) قوم آهي ۽ عورت وري يهوديءَ جو مزاج رکندڙ مخلوق .(Creature) ٻنهي جي دل ۽ تاريخ ۾ ڪنجوسي، واپار، نواڻ پسندي، غير جمهوري رويا، غير انساني رويا. قدامت پسندي ۽ مذهب سان محبت ڳُتي پريل آهي! ٻنهي جي تاريخ ٻڌائي ٿي تہ انهن مارون ڪائي ڪائي بہ آڻ نہ مڃي آهي. انهن کي بيشڪ اوهين Concentration Camps ۾ رکو (Auschiwitz) لوڙهن ۽ ڊيٿ ڪيمپ ۾ رکو پابند سلاسل ڪيو انهن کي ڪار جي شيشن کي ميٽ هٽي پردو ڪرايو انهن کي وڏين وڏين حويلين ۾ جتي نر پکي پير نہ هڻي رکو انهن کي ڪهاڙين سان ڳترا ڳترا ڪريو گولين سان پروڻ ڪريو هٿيارن جي سائي ۾ ويهاريو پر ٻنهي کي نيٺ پنهنجي پسند جو گهر (ملڪ) هٿ ڪرڻ جو ملڪو حاصل آهي. ڪنهن بہ عورت جو پُٽ ٻي عورت جي پٽ کي ماري اڇي، ماءُ کي پوءِ بہ پنهنجو قاتل پُٽ، مسڪين ۽ وليءَ جهڙو لڳندو!

هڪڙي يوناني فلاسافر ۽ ڊراما نگار ارسطو فينس (Aristophenes) سندس هڪ ڊرامي ‘Lysistrata’ ۾ عورتن جي هڪڙي گروپ جو ذڪر ڪيو آهي، جيڪي جنسي ضرورتن تحت سماجي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ فوج ۾ شامل ٿين ٿيون. بهرحال 'ارسطو فينس' اهو واحد يوناني فلاسافر ليکڪ آهي، جنهن مردن کي سندن حيثيت ياد ڏيارڻ لاءِ ڪوشش ڪئي آهي، جنهن هڪ (Myth) تحت 'اڊمائس' ۽ 'ايفياليٽس' نالي ٻن باغي ماڻهن طرفان هڪ ڏينهن خدا سان وڙهڻ جو پَهہ ڪري آسمان ڏانهن اُڏامڻ واري ڪهاڻي بيان ڪري آخر ۾ اهو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ (Same Sex) سان محبت ڪرڻ 'پاڪ' آهي ۽ عورت سان محبت ڪرڻ 'زنا خوري' آهي، ڇو تہ ان سان بقول هن جي ٻارن جو 'ڪن' ئو پيدا ٿئي! 'ارسطو فينس' (445 ق.م) دنيا جو پهريون قديم ليکڪ آهي، جنهن 'Homo Sexuality' جي حمايت ڪئي آهي ۽ ان بابت دنيا جي تخليق جو جواز پيش ڪري دليلن سان سمجهايو آهي تہ مرد مردن سان ۽ عورتون عورتن سان عشق ڪن تہ بهتر آهي. گويا هن 'Lisbianism' ۽ 'Masculinity' جا بنياد دليلن سان رکڻ سان گڏ مردن لاءِ ڪجهہ بهتر سوچيو. پر قديم يوناني شاعره ۽ نرتڪي 'سيفو' (610 ق.م) تہ 'Lisbianism' جي انسٽيٽيوشن هلائي. 'ارسطو فينس' اِن حوالي سان صوفين جي Sect کي بہ اوج ڏيندڙ دنيا

جو پهريون فلاسافر آهي، جنهن مرد جي جسم کي عورت جي جسم کان وڌيڪ خوبصورت چيو آهي ۽ خدا تعاليٰ کي بہ مردانگيون خصوصيتون رکڻ واري هستي چيو آهي. جنهن ڪري ملڪ ۾ صوفي پيدا ٿيا ۽ ان بعد درگاهون پيدا ٿيون ۽ ان بعد مدرسا پيدا ٿيا ۽ ان بعد ٽريننگ ڪيمپون پيدا ٿيون ۽ ان بعد 'جهادي' پيدا ٿيا ۽ ان بعد 'طالبان' پيدا ٿيا ۽ ان کان بعد نائن اليون جهڙا واقعا ٿيا ۽ ان بعد طالبان ختم ٿيا ۽ ڪرزئيءَ کي حڪومت ملي! ڪرزئيءَ کي حڪومت ملڻ تہ دراصل يهودين جي سازش هئي. پر ان سڀ ڪجھ جي پويان 'ظالم عورت' جو خاص هٿ آهي. ڇو تہ جيڪڏهن عورت نہ هجي ها تہ ڇوڪرا ڪيئن پيدا ٿين ها؟ ۽ افغانستان ۾ ڪجھ وار-لارڊس انهن سان شاديون ڪيئن رچائين ها ۽ انهن کي ٽينڪن تي ويهاري ڪابل جي رستن تي ڪيئن گهمائين ها؟

مٿئينءَ ڳالھ مان صاف ظاهر آهي تہ افغانستان دنيا جو واحد مُلڪ آهي، جتي ريل گاڏي جي پٽڙي، اَنُ، گوشت، ميوا، ڀاڄيون، پڪيون جايون، رستا ۽ پاڻي ۽ بجلي تہ ڪانهي پر عورتن جا اهي سڀ حق حقوق بحال آهن، جن لاءِ اڄڪلھ سموريون Femenist عورتون سڄيءَ دنيا ۾ روئين ٿيون. خبر پئي تہ افغانستان ۾ 'عورتن' سان نہ پر 'ڇوڪرن' سان ظلم آهي. يعني مرد ذات سان انڌيرنگري آهي.

### ڪنڊوم انڊسٽريءَ جو رڪارڊ منافعو:

مون کي تہ 'سائمن دي بوائر' جو شاهي ڪتاب 'The Second Sex' بہ فيملي پلاننگ وارن جي ڪا سازش ٿو لڳي. ڇو تہ ان ڪتاب ۾ 'سائمن'، عورتن کي مشورو ڏنو آهي تہ جيڪا بہ عورت شادي نہ ڪندي، اها آزاد پکيءَ 'Free as Flying Bird' جيان زندگي گذاريندي ۽ ظاهر آهي تہ جنهن گهر ۾ مڙس نہ هوندو اتي ٻار بہ نہ ٿيندا ۽ گهر ۾ سُک هوندو! 'سائمن' عورتن کي صلاح ڏني آهي تہ: 'هو ٻار ڄڻڻ کان انڪار ڪري ڇڏين!'

ان بعد ٿيو تہ ڪجھ ڪونہ ٿيو باقي سنڌ جي شيدياڻين ۽ انهن جي حويلين ۾ وينل مالڪياڻين ۽ ڪڏهن سُک جو ساھ کنيو. ترت پوءِ يورپي ملڪن ۾ خاص طرح فيمنسٽ شادي شده عورتن مڙسالن سان بغاوت شروع ڪئي، جنهن سان ٿيو تہ ڪجھ بہ ڪونہ ٿيو باقي 'ڪنڊوم انڊسٽريءَ' کي هٿي ملي. رڪارڊ منافعو ٿيو ۽ انهن جا شيئرز مهانگا ٿي ويا ۽

ماڻهو 'ساٿي' تي ياڙڻ لڳا. اهو ساٿي 'عورت لاءِ عورت' ۽ 'مرد لاءِ مرد' چوندڀو ويو جنهن ڪري نوجوانن بہ سک جو ساهہ کنيو ۽ عورتن سان شادي ڪرڻ جي ڊپ کان هنن کي جيڪي پگهر پئي آيا ويا. سي لٿا ۽ صدين کان شاديءَ جا ڳرا زنجير جيڪي اڄڪلهہ جي برگر فيمليز جا ڇوڪرا ڪٽي بہ نٿا سگهن، تني ڪٽو ڪٽو ٿي ويا ۽ انهن پنهنجيون WebSites کولي دنيا کي ٻڌائڻ شروع ڪيو تہ اُهي نوجوان 'گي' سڏائڻ ۾ فخر محسوس ڪن ٿا ۽ هاڻ تہ انهن 'آرنالڊ شيوارزينگر' ۽ 'بُش' کي بہ ڌمڪي ڏني آهي تہ ايندڙ اليڪشن ڪٽي تہ ڏيڪاريو تہ توهان کي مڃون! 'ساٿين' نيويارڪ ۾ ڪلئي عام شاديون بہ ڪيون آهن. منهنجي خيال ۾ 'لزبين' ۽ 'گي' طرفان بش کي ڌمڪي دراصل 'اسامہ بن لادن' جي سازش ۽ دهشتگردي آهي. ظاهر آهي تہ 'بش' جهڙو ڪوڙو ۽ تکي جو خسيس ماڻهو (جنهن کي ايتري بہ جنرل نااليج ڪانهي تہ پاڪستان جو صدر ڪير آهي) پاڻ ڏاڍن سان هٿ اٽڪائيندو تہ يقينن اهڙا ڏينهن ڏسندو. مون کي انهن 'گي ڇورن' ۽ 'لزبين رنن' جي ڌمڪين ۾ اثر ٿو محسوس ٿئي. هونئن بہ قومن جي قسمتن جا فيصلا جيڪڏهن مرد ڪندڙ هجن ها تہ اهو نظر نہ اچي ها؟ چوندا آهن: 'ڪانون کي جي پُڇ هجن ها تہ اُڏامندي نہ نظر اچن ها.' قومن ۽ ملڪن جا فيصلا مردن ڪڏهن ڪيائي ناهن. قومن جا فيصلا هڪ تہ 'عورتون' ڪنديون آهن ۽ ٻيا ڪدڙا فقير (هتي منهنجو اشارو بينظير صاحبہ ڏانهن بلڪل ڪونهي ۽ ناهيد خان صاحبہ ڏانهن بہ بلڪل ڪونهي!) ۽ انهن ٻنهي جنسن جي آباديءَ کي مرد پلي ڇا بہ ڪن، پُڇي نہ سگهندا. ڪدڙا فقير. (هتي منهنجو اشارو وَڙو ڪدڙي ڏانهن بلڪل ڪونهي، تنهن الهيار وارا نوٽ ڪن) 'عورتون' ۽ هاڻ 'گي' ۽ Lisbians جو تعداد ملائي دنيا جي آباديءَ جو 70 سيڪڙو ٿيڻ کان پوءِ 'مرد' ڇا ڪري سگهندا؟ (هتي منهنجو اشارو آصف زرداري صاحب ڏانهن بلڪل ڪونهي!) اصل ۾ اهي ٽئي ڏريون جي گڏجي وڃن تہ مردن کي جهنگن ۽ جبلن ۾ بہ لڪڻ جو گس نہ لڀي پر ڪو ڏنو ٽڪر آڏو ٿو اچين جو اهي ٽي ئي ڏريون وري پاڻ ۾ نهن ئي ڪين.

### سينٽن/ فادرن ۽ پوپن جي ڪاوڙ:

سورهين صدي جي هڪ سينٽ 'آگسٽائين' هڪ ڀيري فيصلي ڪن انداز ۾ چيو تہ: عورت نہ سنو فيصلو ڪري سگهي ٿي ۽ نہ وري مستقل مزاج مخلوق آهي! ان بعد اُتر سنڌ ۾ ڪارين جا فيصلا سردارن ڪرڻ شروع

ڪيا. منهنجي خيال ۾ تہ هاڻ وقت اچي ويو آهي، تہ ڪارين جا فيصلا سرداريائيون ڪن، ان لاءِ خوشونت سنگهہ سان صلاح ڪرڻي پوندي لئٽن چرچ جو فادر 'ترتوليان' لکي ٿو: 'اي عورت! تون شيطان جي رهڻ جي جاءِ آهين، پر تون تہ ان کي بہ تباهہ ٿي ڪري ڇڏين، جنهن تي شيطان بہ سڌو سنئون حملو نٿو ڪري (هتي فادر جو اشارو پاڻ ڏانهن آهي) تنهنجي ئي غلطيءَ سان پُٽ ماريو ويو!' لڳي ٿو سينٽ کي ڪا ڇِپ آيل آهي. سينٽ 'ايمبروز' چيو: 'آدم کي حوا گناهہ تائين وٺي ويئي هئي نہ ڪو آدم حوا کي، اهو سچ آهي تہ عورت جنهن کي گناهہ تائين وٺي ويندي آهي، ان کي ئي پنهنجو آقا بہ سمجهندي آهي! ۽ ويچارو سينٽ 'جان' اجهو هيئن ٿو ڏانهي. 'سمورن وحشي جانورن مان ڪوبہ عورت جيترو نقصانڪار ڪونهي!' سينٽ جُروم لکيو: 'اچو تہ اسين سڀ هٿ ۾ ڪهاڙي کڻون ۽ شاديءَ جي ٻي ثمر وڻ کي پاڙئون وڍي ڇڏيون!'

انهن سينٽن کي الاجي ڇو عورت کان ايڏي نفرت هئي؟ لڳي ٿو يا تہ کين عورتن گاهہ نہ وڌو هوندو يا وري چرچ ۾ موجود Nuns طرفان گهڻو ڏنگيل هئا. حالانڪ حضرت عيسيٰ عليہ السلام بنان پيءُ جي 'مائٽو' پُٽ هو ۽ اُن بيبي سگهوريءَ جي ئي وجود سان. انهن سينٽن ۽ پوپن کي حضرت عيسيٰ عليہ السلام مليو ۽ سندن ڏنڊو هليو. عيسائي تثليث (خدا مريم عيسيٰ) تي مشتمل آهي ۽ بيبي مريم کي عظمتن جي بلندين تي پهچائڻ وارا بہ اهي سينٽ آهن ۽ عورت کي چنڊيل، جنڙي ۽ جادوگرياڻي ۽ راهبا بنائڻ وارا بہ اهي پادري آهن. 14هين صديءَ کان سورهين صديءَ تائين انهن پنجاهہ لک عورتن کي باهين ۾ ساڙايو سندن نظر ۾ اهي جادوگرياڻيون هيون!

تاريخ ۾ جون آف آرڪ، مونا ليزا، قلوپطره، هيلن، سيفو چاند بيبي، ممتاز محل، ليليٰ خالد وغيره جي مثالن سان طاقتور فرمانروا، جنگجو مجاهد، آرٽسٽ، ڳائڻيون، نرتڪيون، راهبائون ۽ ڪافي مشهور طوائفون رهيون آهن ۽ هر دؤر جي مردن انهن جي اهڙي حيثيت اڳيان سِر تسليم ڪيو آهي، بلڪ ڪن کي تہ پوڄيو آهي. پر عورت جي توسيع پسندانہ طبيعت جيڪا طاقت ۽ غلبي پسند آهي، سا چاهي ٿي تہ هوءَ هر جاءِ تي، هر اسٽيج ۽ هر محاذ تي خاص ۽ مٿاهين هجي، بلڪ سيني کان مختلف پڻ هجي، ان ڪري هن کي فيشن ۽ ڊزائين، رنگ ۽ شوخي، ميڪ اپ ۽ سُرخي، ڪپڙا ۽ سينڊل، سون ۽ هيرا، اهو سڀ ڪجهہ پسند آهي! جيڪو هن جي

حُسن کي وڏيڪ نکاري ۾ نمايان ڪري. ان ڪري هوءَ رڳو گهر تي حڪمرانيءَ کي ڪافي نٿي سمجهي. پر هر دؤر جي اقتدار جي ايوانن تي بہ هن جو قبضو هوندو آهي ۾ هن جا ڪيل فيصلا قطعي ۽ آخري هوندا آهن. اسان مان گهٽن کي اها خبر ڪانهي تہ لينن جيڪو 1917ع ۾ آڪٽوبر انقلاب آندو ان جي آڙ ۾ نڪولس زار جي گهر واري محترمہ زارينہ صاحبہ جي سازشن جو بہ گهٽو هٿ هئو. 1905ع کان وٺي 1917ع تائين اڪثر حڪومت جي وزيرن ۾ ڪبيرن کي ڪيڏڻ ۾ رکڻ واري اُهائي هئي.

مردن تاريخ جي هر دؤر ۾ بنان ڪنهن امتياز جي عورت کي جيڪا عزت ڏني آهي، تنهن مان هوءَ ڏاڍي ئي ڪانہ ٿي. جيئن تہ عورت هر شيءِ جون سڀ واڳون پنهنجي هٿ ۾ رکڻ پسند ڪندي آهي ۽ عورت جي مزاج ۾ غلبو پائڻ واري خواهش اڪنامڪس جي پهرئين اصول جيان لامحدود آهي ۽ ان جو ڪو انت ڪونهي. ان ڪري عورت ۾ وڏ کان وڏ ملڪن جون سرزمينون حاصل ڪرڻ واري بادشاهہ جي نشي ۾ چُور سوچ ۾ ڪوبہ فرق نہ هوندو آهي. ايستائين جو عورت راڻي هوندي بہ بادشاهہ هجڻ جي خواب ۾ غلطان هوندي آهي.

**مناجاتون:**

مردن اڄ تائين سمونڊن جيتري مس کپائي، آسمان جي دفترن جيڏي جيڪا شاعري ڪئي آهي، ان ۾ هنن ايڏي ساراهہ خدا تعاليٰ ۽ ان جي پاڪ نبين ۽ رسولن سڳورن جي بہ نہ ڪئي آهي، جيتري عورت جي. پرَ تہ بہ عورت مطمئن ڪانهي، ناراض آهي. چون ٿيون 'ميل شاؤنزم' اسان جي شخصيت کي گُهٽو هٽي ڇڏيو آهي!

آندري بريٽن نالي هڪ شاعر 'ابدي نغمو' ۾ لکي ٿو:

هن پنهنجي خوبصورت پُنيءَ جي زور سان مٿي اڇل کاڌي،
هن جو پيٽ آگسٽ جي ڪٽڪ جي ڪِپ جهڙو سفيد.
هن جي وريل چيلهہ کان مٿي هن جي بدن جو حصو آتشبازيءَ جيان پڙڪي ٿو
جڻ ابابيل جا بہ نازڪ وريل پرَ. هن جون ڇاتيون سمور جيئن آهن،
جن جي ٻرندڙ مُنهن مان نڪرندڙ ٽانڊن جهڙي روشني. ڏسڻ واري کي انڌو ڪريو ڇڏي ۽
هن جون ٻانهون گيت ۾ خوشبوءِ گڏيل روحن جي ڏارائن جهڙيون آهن!

مون اڄ تائين ڪنهن هڪ بہ شاعره جو اهڙو شعر ناهي پڙهيو جنهن ۾ هن مرد جي ايڏي ساراهہ ڪئي هجي! هن مرد جي مضبوط ٻانهن ۾ ٽنگن

جي مسلز ۽ ڏوڙن، چيلهہ جي مضبوطي ۽ بهادري، طاقت، ايمانداري ۽ انصاف جي بہ ڪٿي بہ ساراهہ نہ ڪئي آهي. ان جو سبب سندس طبيعت ۾ بغض جو پريل هجڻ آهي! چو تہ هوءَ ساراهہ صرف سندس ذات لاءِ ئي مخصوص ڪيل سمجهي ٿي. ٻيو تہ ٿهيو پر ڪڏهن ڪڏهن تہ هوءَ سندس خوبصورت ڌيءَ لاءِ بہ ساراهہ ڪرڻ بدران حسد محسوس ڪندي آهي! ان ڪري هوءَ ڪنهن جي ساراهہ ڪري ئي ڪانہ! مردن عورتن لاءِ بادشاهين کي ٽُڏي ڇڏيو. 'هومر' جيڪا 'اوڊيسي' لکي آهي، سا ڇا آهي؟ اها ٽروجن جنگ جو ذڪر آهي، جيڪا 'يُوليسس' ديوتا جي نگرانيءَ ۾ 'اسپارٽا' ۽ 'ٽراءِ' جي ٻن قديم يوناني شهرن جي نوجوانن هڪ ٻئي سان وڙهي؟ ان جو سبب ڪو بلخ شير مهر ۽ شائستا عالماڻي ڪونہ هئا، پر اُها جنگ 'هيلن آف ٽراءِ' جي 'پيرس' نالي هڪ 'اسپارٽا' جي جوان سان ڀڄي وڃي ڪورٽ ميرج ڪرڻ بعد لڳي هئي.

'اسپارٽا وارن اسان جي ڇوڪري ڀڄائي آهي!' ٽراءِ جا غيرتمند نوجوان اکيون ڳاڙهيون ڪري انبوهہ ٿاهي ٻيهي رهيا ۽ ٻوءِ رڳو هڪڙي ڇوڪريءَ لاءِ ڏهن سالن تائين مرد، مردن سان ائين وڙهندا رهيا، جيئن ڪڏهن ڪڏهن شڪارپور، ميرپور ماٿيلو ڀنو عاقل ۽ گهوٽڪيءَ ۾ رهندڙ ڪن بہ ٻن سنڌي ذاتين ۾ مورچا ٿاهي ويڙهہ وڙهبي آهي. جديد مردن تہ شائستہ عالماڻيءَ سان همدردي ڪندي پوليس ۽ فوڊ ۾ نوڪريءَ جو آرڊر ڪرايو. حالانڪ ڀني عاقل جي عالماڻين لاءِ هوءَ 'ڪاري' آهي، پر ان لاءِ اخبارون ڪاريون ٿيون، ڪئلينڊر ڇپيا، ڊراما لکيا ۽ جاگيرداري سماج کي ٽُڪ لعنت ڪئي وئي ۽ ان جو منهن ڪارو ڪيو ويو.

قديم مردن بہ وسان ڪونہ گهٽايو. انهن عورت کي فطرت جي ديوي، افلاڪ جي ملڪہ، بابلي تهذيب ۾ پاتال جي ديوي عشتار جيڪا سمورين ڌرتيءَ ۽ آسمانن جي قوتن جي مالڪ هئي، ڪڏهن ڪڏهن پاتال مان هوءَ بلا وانگر سُري ٻاهر نڪري ايندي هئي. (هونئن بلا ۽ عورت ۾ ڪافي مشابهت آهي بلا بي خياليءَ ۾ ڇڪ هڻندي آهي ۽ عورت ٻڌائي پوءِ) ان بعد سونهن جي ديوي وينس، زهره، شام جو ستارو، ماروتي ديوي جيڪا مٿل کي جيئرو ڪري، ڪڏهن بہ هڪ هنڌ نہ ٽڪندڙ تعيش پسند، فطرت جهڙي انڌي ۽ ظالم، هڪ ئي وقت خدا جي صفتن جيان رحيم ۽ غضبناڪ، انڊيا ۾ رام جي سيتا، سرسوتي، گنگا، پاروتي، جمنا، ڪالي ماتا، فريجيا، شام اناطوليا ۽ سائوٿ ايشيا تي

حڪمراني ڪندڙ مصر ۾ اها اسس (Isis) آهي، سامي قومن هن کي 'عشتارات' چون ٿيون ۽ يوناني هن کي (Cybele) ڪوٺين ٿا، پر ان هوندي بہ فيمنسٽ، مرد کان ناراض آهن!

دنيا ازل کان عورت جي آهي ۽ ابد تائين رهندي، جيئن سون لاءِ چيو ويندو آهي تہ اُهو عورت جو نہ پر سوناري جو هوندو آهي. ان جيان دنيا نہ ڪڏهن مرد جي هٿ ۾ نہ آهي، عورت مرد کي ڪٽڪ ڪارائي ۽ مرد سندس چوڻ وٺي ڪاڏي، ان ڪري جنت مان تڙيو ويو. گهٽن ئي عقل جي اڪابرن عورت جي ان عمل جي ڪري کيس شيطان سڏيو آهي. عيسائيت توڙي هندوازم، عورت کي شيطاني صفتون ڏاريندڙ ۽ مڪار صفت، فساد جي جڙ ۽ ڪارو نانگ ڪوٺيو آهي.

هندومت جي هڪ اهم ڪردار راجا دسرٿ جي خوشيءَ ڀريل گهر کي تباهہ ڪرڻ، رام ۽ ان جي زال سيتا کي چوڏهن سالن جو جهنگ جو بن واس (جلاوطني) ڏيارڻ واريون بہ عورتون، مڪار 'منترا' ۽ رام جي ماٽيلي ماءُ 'ڪائيڪي' هيون ۽ ان بعد وري جهنگ جي بن واس دوران راجڪماري 'سپرانڪا' جو رام تي عاشق ٿي پنهنجي ڀاءُ 'راوڻ' کان 'سيتا' کي اغوا ڪرائڻ واري سڄي ڪهاڻي دراصل عورتن طرفان گهر ٽٽائڻ جي ڪهاڻي آهي.

راوڻ پنهنجي ڀيڻ 'سپرانڪا' جي عشق کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ 'سيتا' کي اغوا ڪري پنهنجي قلعي ۾ ڪٺي وڃي ٿو ۽ ان جي عزت تي حملو ٿو ڪري ۽ بعد ۾ رام سيتا جي سَت تي اعتبار نٿو ڪري.

قديم ترين هندو ناٽڪ 'مرڇڪ تيڪا' جنهن جو ليکڪ راجا 'سوڏارڪا' هو ۾ هڪ هنڌ عورت جي تعريف ڪجهہ هن ريت ڪيل آهي:

دولت جي لاءِ عورت مُسڪرائي يا ڳوڙها وهائي،
هوءَ پنهنجي مرضيءَ سان ماڻهوءَ کي نچائي ٿي!
هن تي پلي اعتبار ڪريو پر هوءَ توهان تي اعتبار نہ ڪندي
عورتون سمنڊ جي لهرين جيان بي ثبات ٿين ٿيون
انهن جي چاهت آواره ٿئي ٿي
جهڙيءَ ريت بادلن تي سج جو پاڇو
هو پوري شوق سان ماڻهوءَ کي چنبڙي پون ٿيون
پوءِ جيڪو انهن کي دولت ڏئي ٿو انهن کي هو پاڪر ۾ ڀريو وينيون آهن.
'نپوڙڻ بعد ان کي ڇڏيو ڏين!

ڪالي داس جي ناٽڪ 'شڪنتلا' ۾ هڪ هنڌ راجا چوي ٿو:

عورت سڀني کان مڪار ٿئي ٿي،
جاٺين ٿي،
ڪوئل جا ٻچا جيستائين اُڏامڻ نٿا سِکن،
هوءَ پنهنجي ٻچن جي پرورش
ٻين پکين کان ڪرائيندي آهي!

## تراشيدم، پرستيدم، شڪستم:

فيثاغورث (Pathagorus) لکيو آهي: 'هڪڙو سُٺو سرچشمو موجود آهي، جنهن نظم و ضبط، روشنيءَ ۽ مرد کي تخليق ڪيو ۽ هڪڙو بُرو سرچشمو موجود آهي، جنهن بي ترتيب، ظلمت يعني اوندهہ ۽ عورت کي ٺاهيو 'منو' جي قانون ۾ عورت کي پَست هستي قرار ڏيئي، ان کي غلاميءَ ۾ رکڻ لاءِ چيو ويو آهي. حمورابيءَ زال کي ڏنل جائداد رکڻ جو حق تہ ڏنو آهي، پر اها ان کي وڪڻي نٿي سگهي. بائيبل جي ٽئين ڪتاب 'احبار' ۾ عورت کي بار ڊوئيندڙ جانورن جهڙو ڏسڻ پسند ڪيو ويو آهي. رومي قانون انهن کي زير نگراني رکڻ ۽ انهن جي ڪمزور عقل تي زور ڏنو آهي. ڪليسيائي قانون عورت کي شيطان جو آڪاڙو قرار ڏنو آهي. اسلام ۾ وراثتي قانون تحت پيءُ جو حصو پاءُ جي اڌ جيترو ۽ ٻن عورتن جي شاهدي هڪ مرد برابر آهي.

سقراط جي زال 'Xantippe' پنهنجي مڪر ۽ بداخلاقيءَ جي ڪري سڄيءَ دنيا ۾ مشهور آهي. روسي ليکڪ ٽالسٽاءِ جي زال بہ بداخلاق ۽ نافرمان هئي، جنهن ڪري ٽالسٽاءِ جي زندگي عذاب ۾ گذري ۽ هن جو موت هڪ ريلوي اسٽيشن تي بينچ تي ٿيو.

'روسو'، جنهن کي جديد تعليم جو باني مڃيو ويندو آهي، ان لکيو: 'عورت کي مرد جي اطاعت ۽ ان جي ناانصافيءَ کي جبر سان گڏ برداشت ڪرڻ لاءِ ٺاهيو ويو آهي.'

مارڪس عورتن جي حقن کي پرولتاريہ جي حقن سان سلهاڙيو آهي ۽ هن عورت کي برابريءَ جا حق ڏيڻ لاءِ لکيو آهي. سوشلزم عورت کي آزادانا جنسي تعلقات ۽ مرضيءَ جي شاديءَ جو حق ڏنو آهي پر جنسي لاڳاپا بنا ڪنهن اُجوري جي!

جان اسٽوارٽ مِل اهو پهريون مرد هو جنهن 1867ع ۾ انگلينڊ جي پارليامينٽ آڏو عورتن جي برابريءَ جي حقن بابت تقرير ڪئي ۽ ٻہ سال پوءِ عورتاڻي تحريڪ جي باني محترمہ Leon Richier عورت جا حق لکيا ۽ ٻين

الاقوامي ڪانفرنس ڪوٺائي، جيڪا 1878ع ۾ ٿي پر اها ڪا خاص ڪاميابي نہ ماڻي سگهي. فرانس ۾ بہ ان تحريڪ جو ساڳيو حال ٿيو. ان جو سبب عورتن ۾ ہڏيءَ جو فقدان هو عورت جيئن تہ باغي ذهن رکندڙ ۽ نافرمان قسم جي مخلوق آهي، ان ڪري اُها انفرادي طرح بغاوتون ڪري ٿي، اها ان جي جنس جي ڪمزوري آهي، بهرحال پنهنجي طبيعت ۾ هوءَ مرد کان وڌيڪ خطرو کڻڻ واري، پاڻ ارپڻ واري ۽ Dynamic آهي.

ڪل جهڙي ڳالهہ هيءَ آهي تہ سڄي جي سڄي عورتاڻي تحريڪ کي هلائڻ وارو، پٺي ٺپڻ وارو ۽ ان تحريڪ جي هر ممڪن مدد ڪرڻ وارو صدين کان مرد ئي رهيو آهي.

تجھ کو چاہا، تیری دہلیز کو سجدہ نہ کیا،<br>
وہ میرا عشق تھا اور یہ میری خودداری ہے!



# رسول ۽ عورتون

آسڪر وائلڊ جو قول آهي: "عورتون تصوير هونديون آهن ۽ مرد ڪو معمو يا حساب! جيڪڏهن توهان اهو چاهيو ٿا تہ عورت جو واقعي ڇا مطلب آهي تہ ان طرف ڏسو هن کي ٻڌو بلڪل نہ!"

هاڻ اوهان چوندئو تہ 'آسڪر وائلڊ' هڪڙو تہ عورتن جو دشمن قسم جو ماڻهو هو ڇو تہ هو قديم يوناني فلاسافر 'ارسطو فينس' جي فلسفي موجب: مرد سان محبت ڪندڙ شخص هئو بلڪ ان الزام جي ڪري هن جيل بہ ڀوڳيو. 'وائلڊ' دراصل 'سُقراط' جي عام اخلاقيات تي هلندڙ هئو هو سهڻن ڇوڪرن سان محبت ڪرڻ جو عادي هئو. سقراط تي جيڪي الزام لڳا ۽ سماجي قانون موجب هن وهہ وٺو پيتو ۽ تڙپي مري ويو. انهن الزامن ۾ خاص هي هئا تہ: سقراط سُهڻن ڇوڪرن سان عشق ٿو ڪري ۽ ديوتائن جو انڪاري آهي. 'Inquisitions' اصل ۾ لاطيني لفظ آهي جنهن جو مطلب آهي 'مذهبي عدالت' جن ۾ پراڻن دؤرن کان وٺي Grand Inquisitor's محتسب اعليٰ يا چيف جسٽس يا وري 'قاضي القضات' ماڻهن کي، مذهبي عدالتن ۾ ديوتائن جي خلاف هلڻ يا مذهبي ڪتابن ۾ لکيل ڳالهين جي خلاف هلڻ جي ڪري 'بدعتي' قرار ڏيئي سزائون ڏيندا هئا. رومن ڪيٿولڪ ڪليسيا تہ انهن عدالتن ذريعي هزارين بلڪ لکين ماڻهن کي ٽنين ۾ ٻڌي جلايو، ساڙيو ۽ ٻاريو! 1233ع ۾ پوپ گريگوري اٺين ۽ فرانس جي 'بدعتين' کي سڌو ڪرڻ لاءِ 'پاپائي عدالتون' قائم ڪيون. ان بعد پوپ انوسنٽ 'Innocent' (پوپ معصوم) جي نالي سان هڪ پوپ انهن عدالتن کي سرڪاري طرح اختيار ڏيارائي وڏيڪ مضبوط ڪيو ۽ بعد ۾ صليبي جنگيون بہ شروع ڪيون.

انهن ئي احتسابي عدالتن مشهور سائنسدان 'گليلو' کي بہ پنهنجي عظيم طاقت ۽ سخت گير رويي ۽ بي رحمانا طريقي ڪار جي زد ۾ آڻي

اعتراف ڪرايو (تہ هن جيڪا سائنسي کوجنا ڪري پتو لڳايو تہ زمين ڦري ٿي ۽ آسمان جا سيارا/ گرھہ بہ ڦرن ٿا سو سڀ ڪجھہ ڪوڙ ۽ غلط هئو!) ان بعد گليلو جي سزا ۾ گهٽتائي آئي ان کي عمر قيد ۾ بدلايو ويو. هسپانيا ۾ 1483ع کان جيڪي عدالتون قائم ٿيون، اهي ڏاڍيون خطرناڪ عدالتون هيون. 1469ع ۾ اتر هسپانيا جي رياست ڪاسٽيل (Castile) جي ملڪ 'ازابيلا' ۽ هڪڙي ٻي رياست 'اراگون' جي حڪمران 'فرڊانند' ٻنهي پاڻ ۾ شادي ڪئي ۽ ماڻهن کي زبردستي عيسائي ٿاهڻ جو پهہ ڪيائون. هنن ٻين رياستن ۽ مُلڪن تي حملا ڪري مسلمانن ۽ يهودين کي زبردستي عيسائي ڪرڻ شروع ڪيو جنهن سان لکين مسلمان ۽ يهودي انهن ملڪن مان ڀڄي ويا پر نون عيسائين، خاص ڪري مسلمان/ عيسائين تي عجيب غريب الزام هڻي ڪين هيسائي رکيو ويندو هو جنهن ۾ هڪڙو الزام هيءُ بہ هئو تہ 'نوان عيسائي ٿيل مسلمان وهنجن گهٽو ٿا!' انهن ئي عدالتن بعد ۾ پنهنجن عيسائين (نئين فرقي پروٽيسٽنٽ) جي بيخ ڪني بہ شروع ڪئي ۽ آخر ۾ تہ انهن عدالتن پنهنجن رومن ڪيٿولڪ عيسائين کي بہ نہ ڇڏيو. 1483ع ۾ (Thomas de Torquemada) ان عدالت جو محتسب اعليٰ مقرر ٿيو ۽ پنهنجي مرڻ تائين ماڻهن تي ظلم ڪندو رهيو. هن جي طاقت ايتري گهٽي هئي جو خود پوپ جا بہ پگهر نڪرندا هئا!

سورهين صديءَ جي يورپ ۾ جيڪو بہ ادب تخليق ٿيندو هو تنهن ۾ اڪثر آسماني فرشتن، خدا تعاليٰ، حضرت عيسيٰ، بيبي مريم، بزرگان دين يا رسولن، بلڪ حضرت عيسيٰ جي چيلن جو ذڪر عام هئو ۽ ڪڏهن ڪڏهن تہ ڊرامن ۾ خود خدا کي بہ اسٽيج تي ڏيکاريو ويندو هو!

وڪٽر هيوگو جي مشهور ناول 'Natre Dam de Paris' 'پيرس جو ڪُبڙو عاشق' ۾ لوئي يارهين جي دور حڪومت ۾ فرانس جي ولي عهد جي ڄمڻ جو جشن يا سالگرھہ ملهائڻ لاءِ ماڻهن کي بنان ٽڪيٽ جي هڪڙو اخلاقي ڊرامو ڏيکاريو ويو جنهن جو ٽائيٽل هئو:

'Le Bon Jugement de la tres Sainte at gracieuse vierge Marie'

'پاڪواري ۽ سگهوري مريم جو دانشمنداڻو فيصلو' ڊرامي ۾ بيبي مريم سگهوري پاڻ بنفس نفيس آئي ۽ پنهنجي دانش منداڻي فيصلي جو اعلان ڪيائين.

روس ۾ عيسائي خانقاهون عام هيون جن ۾ مذهبي تعليمات جو دور دورو هئو. جتي مذهبي نظم عام طرح پڙهيا ويندا هئا. انهن ۾ هڪڙو ننڍڙو

نظم هئو: ’خداوند جي ماءُ سڳوري ملعونن جي وچ ۾!‘ نظم ۾ ’سڳوري ماءُ‘ جهنم جو دؤرو ڪري، هن سان چيف ملائڪ ميڪائيل عه به گڏ آهي بلڪ هن جو گائيڊ آهي. هوءَ گناهگارن ۽ انهن جي اذيتن جو جائزو ٿي وٺي. دوزخ ۾ هڪڙي شاهي ڍنڍ به هئي جنهن ۾ پيل گناهگار اتان تري ڪڍهن به ٻاهر نٿي نڪري سگهيا ۽ جن کي خدا تعاليٰ به وساري ڇڏيو هو! انهن گناهگارن جي حالت ڏسي حضرت عيسيٰ عه جي سڳوري ماءُ جي اکين مان ڳوڙها روان ٿي ويچن ٿا. هوءَ خدا تعاليٰ جي دربار ۾ ڳوڙا ڳوڙي روئي روئي دوزخ ۾ پيل ماڻهن جي لاءِ منٿون ٿي ڪري پر خدا تعاليٰ ڪيس سندس ئي پُٽ حضرت عيسيٰ عه جي هٿن ۾ ٺوڪيل ڪليون ۽ زخم ٿو ڏيکاري تہ: ’ڏس! هنن ظالمن منهنجي مربي ۽ نيڪ پُٽ جي ڪهڙي نہ خراب حالت ڪئي هئي ان ڪري مان هنن کي نہ بخشيندس!‘ بعد ۾ بيبي مريم سمورن سينٽن (Saints) سمورن ملائڪن، اوليائن، شهيدن وغيره کي ڪٺو ڪري ڳوڏا اونڌا ڪري خدا جي دربار ۾ ٻا ڏائي ٿي تہ خدا تعاليٰ ان ڳالهہ تي راضي ٿئي ٿو تہ هر سال ’گڊ فرائيڊي‘ کان وٺي خميس جي ڏينهن تائين انهن گناهگارن تي اذيتن جو سلسلو بند رهندو (يعني سال ۾ صرف ست ڏينهن) تہ گناهگار ان رعايت تي بہ خدا تعاليٰ جو ٿورو بجا ٿا آڻين ۽ چون ٿا: ”يا خدا! تو اسان سان انصاف ڪيو!“

ڳالهہ ڪٿان ڪان وڃي ڪٿي پهتي. عيسائيت کي ڦهلائڻ ۾ دراصل ٻن عورتن بيبي مريم عه ۽ مريم مگدليني جو هٿ آهي، جن صليب ملڻ جي ٽئين ڏينهن جڏهن مرڻ واري جي ڪا رسم ڪرڻ لاءِ گرم تيل کڻي ان غار وٽ پهتيون جنهن غار ۾ حضرت عيسيٰ عه جو لاش رکي ان جي مُنهن مٿان شاهي پٿر رکيو ويو هو تہ انهن عورتن ڏٺو: غارجي منهن تان پٿر هٽيل هئو. تڪڙو اندر وڃڻ تي هنن ڏٺو: اتي هڪڙو ملائڪ ويٺو هو جنهن اعلان ڪيو تہ: ”اي عورتون اوهان جي اچڻ کان ڪجهہ گهڙيون پهريائين حضرت عيسيٰ عہ آسمان ڏانهن اڏامي ويو آهي، هن کي خدا پاڻ وٽ گهرائي ورتو آهي. سمورن بني اسرائيلين کي وڃي ٻڌايو تہ هاڻ هو هڪ خاص وقت تي واپس موٽندو!“ ان بعد عيسائيت وڌڻ لڳي.

اسلام ۽ يهوديت ۾ ٻن عورتن جي ڀهاج پٽي. اُنهن مذهبن جي پس منظر ۾ جيڪو ڪردار ادا ڪيو آهي سو شايد رسولن بہ نہ ڪيو آهي ۽

عيسائيت ۾ بيبي مريم ۽ مريم مگدليني جيڪو ڪردار ادا ڪيو آهي سو حضرت عيسيٰ ع بہ نہ ڪري سگهيو.

عورت هن دنيا ۾ مرد کان وڌيڪ بهتر، وڌيڪ ڪم واري وڌيڪ ترقي پسند، وڌيڪ نواڻ پسند ۽ وڌيڪ ڦلدائڪ رهي آهي ۽ هن دنيا ۾ جيتريون بہ عورتون آهن اوترا انهن جا قسم آهن! ان ڪري عورت کي سمجهڻ بنهہ مشڪل بلڪ ناممڪن آهي. عورت ڇا آهي ۽ ان جي اصليت ڄاڻڻ جو مرض قديم زمانن جيترو پراڻو آهي ۽ ان راهہ ۾ گهٽائي عقل جا اڪابر بہ منجهي پيا ۽ پنهنجي شڪست تسليم ڪري ويهي رهيا! تنهي سامي مذهبن جي باني مباني حضرت ابراهيم ع جي ٻن زالن بيبي ساره ع ۽ بيبي حاجره جي وچ ۾ جيڪو اختلاف پيدا ٿيو سو اختلاف اڄ بہ يهودي قبيلن ۽ مُسلمانن خلاف تعصب جي باهہ جهيٽي ٽيڻ نٿو ڏي. سقراط ان سلسلي ۾ چيو: 'مون جنهن بہ مسئلي تي غور ڪيو ان جو حل مليم پر مان اڄ تائين عورت جي فطرت کي نہ سمجهي سگهيس!' عورت مومل جي ماڙيءَ جيان انگڙونگڙ آهي يا سُٺ جي مُندل ڦوري جيان آهي. سقراط جو هڪڙو ڪيڏو نہ خوبصورت قول آهي، چوي ٿو: 'عورت جي دل جون هزارين اکيون هونديون آهن پوءِ بہ هوءَ پنهنجي محبوب جي عيبن کي ڏسي نہ سگهندي آهي!' پر جيڪڏهن عورت پنهنجي محبوب جي عيبن کي ڏسڻ شروع ڪيو تہ: پوءِ هن محبوب جو حشر ايترو تہ برو ڪيو آهي جو محبوب کي ڏينهن ڏٺي جا تارا نظر آيا آهن!

مصر جي خلديو جي ڌيءَ 'نازلي' بيگم هڪ ڀيري رڳوان ڳالهہ تان چڙي پيئي تہ هن جي مڙس سندس هڪ ڪنيز کي لنچ مهل هٿ ڏوئيندي چيو: 'بس پياري!' بس رڳو ان لفظ بعد نازليءَ خانم ٻيو ڪجهہ بہ نہ ڪيو ڪنيز جو سر وڍرايو ۽ ان مان مغز ڪڍي ان ۾ چانور ڀرائي رڌايائين ۽ ڊنر تي هن جو مڙس دَسترخوان تي پهتو تہ نازلي بيگم چيس: "هيڏانهن هٿ وڌائي هڪڙو گرهہ 'پياريءَ' جو بہ کائي وٺو! ڏاڍي مزيدار آهي!" عورتن لاءِ مشهور آهي تہ: اهي روئڻ ۾ ماهر آهن پر اهو ايترو بہ صحيح ڪونهي. هڪڙيءَ يورپي عورت جو چوڻ آهي تہ: 'هيءُ بلڪل غلط آهي تہ مرد روئين نٿا! منهنجي ڪنڌ تي مٿو رکي اڄ تائين جيترا بہ مرد رُنا آهن اهي ايترا گهٽا هئا جو مان جيڪڏهن في ڳوڙهو بہ ڊالر وٺڻ شروع ڪيان ها تہ اڄ دنيا جي امير ترين عورت هجان ها بلڪ مائيڪرو سافٽ ڪمپنيءَ جي مالڪ

ڪان بہ وڌيڪ دولتمند هجان ها!' تازو جڳ مشهور ليکڪ 'پائلو ڪوئلو' پنهنجي مطالعي هيٺ آيل ڪتابن جي چونڊ ڪري 'Inspirations' جي نالي سان جيڪو ڪتاب ڇپارايو آهي ان ۾ الف ليليٰ هزار داستان واري حصي ۾ عورت جي مڪاريءَ وارو ليک پڙهڻ وٽان آهي.



**ماڻهوءَ جانور (هڪ قديم ڪهاڻي):**

خدا تعاليٰ! گڏهہ کي تخليق ڪيو ۽ ان کي چيو "تون سج اُڀرڻ کان اُلهڻ تائين پنهنجن پُٺن تي بار کڻي بنا ٿڪڻ جي ڪم ڪندو رهندين تون گاهہ کائيندين ۽ تو ۾ عقل جو ذرو بہ نہ هوندو. تون پنجاهہ سالن تائين جيئرو رهندين ۽ تون هڪڙو گڏهہ هوندين!؟"

گڏهہ هٿ ادب جا ٻڌي عرض ڪيو: "يا الله! پنجاهہ سالن جي زندگي ڪافي گهڻو عرصو آهي ان ڪري مون کي صرف ويهن سالن جي زندگي ڏني وڃي." خدا هن جي خواهش قبول ڪري ورتي.

خدا تعاليٰ ڪتي کي تخليق ڪيو ۽ ان کي چيو: "تون ماڻهوءَ جي گهر جي رکوالي ڪندين. تون ماڻهوءَ جو وفادار ۽ بهترين دوست هوندين, هو جيڪو ڪجهہ بچيل سچيل توکي ڏيندو سو کائيندين ۽ پنجويهن سالن تائين جيئرو رهندين ۽ تون هڪڙو ڪُتو هوندين!"

اهو ٻڌي ڪتي جواب ڏنو: "خداوند! اهڙي حالت ۾ پنجويهن سالن تائين جيئرو رهڻ ڪافي گهڻو آهي. مون کي صرف ڏهہ سال عطا ڪيا وڃن تہ بہ ڪافي آهن." خدا ڪتي جي خواهش بہ قبول ڪري ورتي.

خدا باندر کي تخليق ڪيو ۽ ان کي چيو: "تون هڪڙو باندر هوندين تون وڻ جي هڪڙي ڏار کان ٻئي ڏار تائين ٽپو ٽپندين ۽ ڊوڙندين ۽ ڪرتب ڏيکاريندين تون تفريح مهيا ڪندين ۽ ويهن سالن تائين جيئرو رهندين!"

باندر جواب ڏنو: "ويهن سالن تائين جيئرو رهڻ تہ ڪافي گهڻو هوندو مون کي صرف ڏهہ سال عطا ڪيا وڃن." خدا تعاليٰ هن جي خواهش بہ پوري ڪري ڇڏي

آخر ۾ خدا تعاليٰ ماڻهوءَ کي خلقيو ۽ ان کي چيائين: "توکي مون انسان ڪري تخليق ڪيو آهي: تون سڄي دنيا ۾ اڪيلو عقل ۽ فهم وارو خلقيل هوندين. تون پنهنجي ذهانت استعمال ڪري سمورن جانورن جو آقا

ٻڌجي ويندين. تون دنيا تي حڪومت ڪندين ۽ تنهنجي عمر اسان 20 ويهه سال رکي آهي!“

ماٺهوءَ جواب ڏنو: ”ياالله مون کي هڪ طرف انسان ٿيڻ جو شرف ڏنو پيو وڃي ۽ ٻئي طرف وري زندگي ايتري مختصر عطا پئي ڪئي وڃي جو مان حيران آهيان. ان ڪري مون کي مهرباني ڪري گڏهه وارا رد ڪيل ٽيهه سال، پندرهن سال جيڪي ڪتو وٺڻ لاءِ تيار ڪونهي ۽ ڏهه سال باندر وارا جيڪي ان قبول نه ڪيا آهن اهي به مون کي عطا ڪيا وڃن ته ڏاڍو چڱو ٿيندو!“

خدا تعاليٰ ماڻهوءَ جي خواهش به قبول ڪري ورتي.

ان کان پوءِ ماڻهو ويهن سالن تائين ماڻهوءَ جهڙي زندگي گذاري ٿو ۽ پوءِ شادي ٿو ڪري ۽ ٽيهه سال گڏهه وانگر سمورو بار پنهنجي پٺن تي کڻي سهڪي سهڪي ۽ ڊوڙي ڊوڙي بلڪ ڏنڊا به کائي کائي پورا ڪري ٿو: ۽ جڏهن هن جا ٻار وڏا ٿي وڃن ٿا هو پندرهن سال ڪتي جهڙي حياتي گذاري ٿو. گهر جي چوڪيداري ڪري ٿو ۽ هن کي جيڪو ڪجهه به ڏجي صبر سان کائي گذاري ڪري ٿو. نيٺ جڏهن پوڙهو ٿي رٽائرمينٽ جي زندگي ٿو گذارڻ لڳي ته آخري ڏهه سال هو باندر جهڙي زندگي ٿو گذاري هڪڙي پٽ جي گهر کان ٻئي پٽ جي گهر۔ هڪڙي ڌيءَ جي گهران ٻي ڌيءَ وٽ ۽ پوٽن پوٽين، ڏوهٽن ڏوهٽين کي خوش ڪندي ۽ مشڪريون ڪندي گذاري ٿو!

●

# ڪي ماڻهو تاريخ تين ٿا!

ماٺو! مجنون هم سبق بوديم در ديوان عشق
او به صحرا رفت و مادر ڪوچه ها رُسوا شدم!

(ماءُ مون کي ڪا خبر ڪانهي تہ منهنجو همر- ڪلاسي مجنون جيڪو عشق جي درياءَ ۾ غلطان هئو اسان ٻنهي مان ڪير ڪشادي رڻ - پٽ ڏانهن نڪري ويو ۽ ڪير سوڙهين ڳلين ۾ پٽڪندو رهيو؟!)

مون کي اڄ تائين ڪا خبر پئجي نہ سگهي آهي! حقيقت اها آهي تہ: مان نهايت گهٽ علم ۽ ڪم فهم ماڻهو آهيان. زمانن ۽ زمينن بابت تہ ٺهيو پر مان پاڻيءَ جي قطري ۽ مٽيءَ جي ذري (Particle) کي سمجهڻ جو علم بہ ڪونہ ٿو رکان، ان ڪري مون کي خبر ڪانهي تہ 'رڻ ۾ ٺريل رات مٿان چنڊ جو چهرو خوبصورت لڳندو آهي يا پرسان سُتل ان ڇوڪريءَ جي ڳهن جي ڪنڪ. جيڪا واريءَ ۾ وهنتل هوندي آهي؟! دشت جي واريا سي ۾ رُڃ جو جسم وڻندڙ آهي يا پاڻيءَ جو اهو ٻوڪو جيڪو منزل هٿ بعد ڪنڌا پريل ۽ سُڪل ٿوٽ تيل نڙيءَ بعد ڪوهہ مان ڇڪي ڪڍبو آهي؟ مون کي اها بہ خبر ڪانهي تہ ڇال هڻندڙ غزال جي اکين جي چمڪ وڻندڙ هوندي آهي يا ٽانڊن تي پڪل ان جي گوشت جي خوشبوءِ؟ مون کي اڄ تائين اها بہ خبر نہ پئجي سگهي آهي تہ آخر امن ۽ انقلاب ۾ ڪهڙو فرق ۽ خوبصورتي آهي! جنگ خوبصورت آهي يا امن؟!'

اڃا بہ ٿي ڏينهن پهريائين اِها خبر ڇپي آهي تہ نيئنترا سهگل جڏهن نيو گلوبلائيزيشن ۽ جديد ڪالونائيزيشن بابت ڳالهائي رهي هئي تہ وي- ايس نايپال رڙيون ڪري ان کي چُپ ڪرائي ڇڏيو؟ (ڇا هو ڪيس انگريزن طرفان مليل 'سر' جي خطاب جو بچاءُ ڪري رهيو هو؟ مون کي ڪا خبر ڪانهي).

مون کي اڄ تائين اهو بہ پتو نہ پئجي سگهيو آهي تہ اُرن ڏتي راءِ G/8 جي ملڪن کي ڇو پئي نندي؟ گذريل صديءَ ۾ طاقتور مُلڪن هڪ ئي قوم

ڪي بہ- اڌ ڪندي ديوارِ برلن ڇو ناهي، پوءِ ماڻهو اها لڪي لڪي ڇو ٽپندا ۽ گولين جو ٻک ٿيندا هئا؟ ۽ ان ديوار جي پورن ۾ گُل ڇو رکيائون؟ ميڻ بتيون ڇو ٻاريائون؟ اسپري پينٽ سان سلوگن ڇو لکيائون؟ شعر ڇو رقم ڪيائون؟ ۽ پوءِ وري ان کي ڇو ڍاٺائون؟ جڏهن تہ چين ۾ ان کان بہ شاهي ديوار صدين کان موجود آهي!

دراصل ماڻهوءَ جي اندر ۾ اڻ-ڏٺي جو رومانس ۽ عشق وڌيڪ مقدم ۽ پختو ٿئي ٿو بنسبت ڏٺل ۽ واپرايل جي! خدا سان ماڻهوءَ جو ازلي- ابدي عشق بہ اُن ڪري لازوال آهي.

اچوڪو موقعو مون پنهنجي دلبر- دوست ۽ ٻاجهاري اُستاد محترم محمد ابراهيم جويي تي لکڻ لاءِ ڪڍيو آهي بلڪِ ان کي عقيدت جا گل (Floral Tributes) پيش ڪرڻ لاءِ چونڊيو آهي. ڇو تہ سچ هيءَ آهي تہ جويو صاحب صرف هڪڙو انسان نہ پر تاريخ آهي. سنڌ جي هڪ صديءَ جي تاريخ. هو اسان سنڌين جو مائٽ، دوست، استاد، رهبر ۽ ڪتاب آهي. اهڙو ڪتاب ۽ اهڙي پوٿي، جنهن کي هينئين سان هنڊائجي تہ لک لهجن! هن اڪيلي شخص جو اسان سمورن اديبن، ادب دوستن، سنڌي ادب تعليم ۽ تاريخ لاءِ ايترو تہ وڏو قد- بُت آهي، ايترو تہ گهڻو Contribution آهي، جنهن جو ڪو ڇيهہ ئي ڪونهي. ڪو آرو ٻرو ئي ڪونهي! حقيقت هيءَ آهي تہ جويي صاحب جي خدمتن جو ذڪر فڪر ڪرڻ لاءِ مون وٽ اهي لفظ ۽ اُها طاقت ئي ڪانهي، جنهن سان هن جي شخصيت ۽ عظمت جو ذڪر خير ڪجي!

جويو صاحب مون کي هيڊيگر جيان جبل جي چوٽيءَ تي ٺهيل ڪُٽيا ۾ وينل علم ۽ ڏات سان ڀريل هڪڙو اهڙو شخص لڳندو آهي جنهن جي ڪکن سان اڏيل جهوپڙيءَ جي پورن مان هميشه علم جي روشن لاٽ جا ڏيا ۽ دونهان نڪرندي نظر ايندا آهن. هيءُ اهو شخص آهي جنهن جو نہ رڳو پيار ۽ پنهنجائپ پر منهنجي حياتيءَ جي پوٽليءَ ۾ ٻڌل ثمر ۾ هن جا دڙڪا ۽ تنبيهون بہ شامل آهن ۽ هن جا ڏڙڪا بہ منهنجي ان زاد- راهہ جي هَڙَ ۾ خوبصورت پوپٽن جيان ساهہ کڻي رهيا آهن. هن جا ٿهڪ منهنجي بگريءَ ۾ خوشبودار گلن جيان تازا دم موجود آهن. ۽ هن جون سمجهاڻيون منهنجي لاءِ اڳتي وڌڻ جو اتساهہ آهن.

'O to be a butter fly, and fly near you.'

ڪئين سالَ اڳ جي زمانن جي ڳالهہ آهي: جڏهن مان صرف پنجن سالن جو هئس ۽ مون کي خبر نہ هئي تہ مان پرائمري اسڪول ۾ جيڪو نيرو ۽ ڳاڙهو پرائمر تو پڙهان تنهن جي مٿان جنهن 'محمد ابراهيم جويي' جو نالو لکيل آهي، هڪ ڏينهن اهوئي شخص سندس صحافي ڪالونيءَ واري گهر ۾ هڪ ڪتابن سان ڏٽيل ڪمري ۾ مون کي پنهنجي هٿ سان نارنگيون ڳتي کارائيندو ۽ مون سان عشق ۽ انقلاب بابت ائين ڪچهري ڪندو جيئن محبوبا پنهنجي عاشق کي پنهنجيءَ چوٽيءَ ۾ لڳل گل ڪڍي پيش ڪري. هو پنهنجي علم ۽ ذات جي ورهاست ائين ڪندو هو جيئن چوڏهينءَ جو چنڊ روشني ۽ سحر پيدا ڪندو آهي!

جويي صاحب جي ان ڪمري تي ڪافي سال اڳ مون هڪڙو خاڪو لکيو هو، جنهن کي 'خان محمد پنهور' پنهنجي رسالي ۾ ڇاپيو هو: جويي صاحب اُن خاڪي کي ڏاڍو پسند ڪيو هو ان وقت ڪمري جي اولهہ طرف ڪُلنڊڙ دريءَ مان مون کي نظر ايندڙ انگلش روزز جا ٽڙيل شاهي رنگين گل، بوسنيائي ڪنوارين جيان لڳندا هئا ۽ اتي ٽڙيل رابيل ڪنواريءَ جي مرڪ جيان.

منهنجي مصروفيت جي ڪري اسان جي وچ ۾ ان بعد يگن جو فاصلو اچي ويو اسان جو اُٿڻ ويهڻ/ ملڻ جُلڻ محدود ٿي ويو. پر تہ بہ جويو صاحب جڻ منهنجي لاءِ سمنڊ جي وچ ۾ بيڪن هائوس. مان پنهنجي خيالن جون راهون رستا ۽ دڳ معلوم ڪرڻ لاءِ جڻ هن عظيم ۽ پلاري ماڻهوءَ جو قطب نما استعمال ڪندو هئس. جڏهن بہ مون لکڻ گهٽايو. جويي صاحب خوابن ۾ خيالن ۾ ۽ پاڻ ذاتي طرح اچي منهنجي هٿ ۾ قلم ڏنو! ائين ئي جيئن هن شيخ اياز ، غلام رباني آگري صاحب، جمال ابڙي، غلام محمد گرامي، جمال رند، نجم عباسي، تنوير عباسي، حفيظ شيخ ۽ ٻين گهڻن کي هٿن ۾ قلم ڏنا، رستو ڏيکاريو ۽ رهنمائي ڪئي. مان بہ انهن خوش قسمت ماڻهن مان هڪ هئس جن کي جويي صاحب جهڙو استاد ڪامل مليو.

ٿي سگهي ٿو تہ اسان جي نئين نسل جا يونيورسٽين مان فارغ ٿيندڙ جوان، هن هيڏيگر جهڙي چپ چپات ۾ گذاريندڙ/ جبل جي چوٽيءَ تي جهوپڙيءَ اڏي رهندڙ درويش صفت ماڻهوءَ جي نالي کان بہ واقف نہ هجن پر انهن کي اهو ياد رکڻ گهرجي تہ جي اسان جي سنڌ جي ويهين ۽ ايڪويهين صديءَ ۾ خدانخواستہ محمد ابراهيم جويو نہ هجي ها تہ سنڌ جي موجوده

صورت بہ نہ هجي ها! هيءَ اڪيلو ماڻهو سنڌ جي ادبي ۽ سياسي تاريخ تي محيط آهي. جيئن سنڌ جي سيد کان سواءِ سنڌ جو ذڪر ممڪن ڪونهي تيئن سنڌ جي جديد تاريخ ۽ ادب کي مضبوطي ۽ نظرياتي اوج جويي صاحب ئي ڏني آهي. چون ٿا تہ جويي صاحب 'ذوالفقار علي ڀٽي' جي 71ع ۾ هن ملڪ (جنهن جي هڪ ڪناري هماليا کان 'رگويد' ۾ ذڪر ڪيل سنڌو ماتا نڪري ٿي ۽ ٻئي ڪناري تي ختم ٿئي ٿي). مٿان حاڪميت بعد پنهنجي خوشيءَ جو اظهار هنن لفظن ۾ ڪيو هو تہ: 'اڄ مان حقيقي طرح خوش آهيان جو راجا ڏاهر بعد پهريون سنڌي ان قديم سنڌ جو وري ٻيهر حاڪم بڻيو آهي، جنهن جو بنياد چچ بن سلائچ رکيو هو!' واقعي اهو خوشيءَ جو مقام هئو حقيقي خوشيءَ جو موقعو جڏهن پنجاب جو ڪاٽو سنڌ دشمن حاڪم رنجيت سنگهہ سنڌ جي سرحدن کي سمنڊ تائين هٿ ڪري ان تي حڪومت ڪرڻ جي خواهش رکي سگهيو ٿي (جيڪا سندس مرڻ گهڙيءَ تائين پوري نہ ٿي سگهي) تہ پوءِ ڪو سنڌي ان موقعي تي ڇو نہ خوش ٿئي جڏهن چچ بن سلائچ واريءَ سنڌ تي ڪو سنڌي حڪمران بڻجي؟! جنهن جون سرحدون ڪشمير کان ڪراچيءَ تائين هيون؟

مون کي اهو پتو بہ نٿو پوي تہ جويو صاحب سالن بلڪ يُگن کان اهو سڀ ڪجهہ ڇو پيو ڪري؟ ۽ مون کي اها بہ خبر ڪانهي تہ ماڻهو خوبصورت خواب ڇو لهندا آهن؟

مون پنهنجي تجربي ۾ پهريون اهڙو پوڙهو ماڻهو ڏٺو آهي، جيڪو منهن ۾ گُهنج وجهي نهارڻ بجاءِ ٻين ڏانهن کلي نهاري ٿو: مُون کي ياد آهي تہ ڇهہ مهينا کن پهرين جڏهن مان ساڻس ملڻ لاءِ ويو هئس تہ هن مون کي چيو: 'بہ منٽ ترسو' هو باٿ روم ۾ ويو ۽ پنهنجو Artificial Crown هٽي آيو هو. سندن چوڻ هو تہ 'دوست سان ٺهڪ تہ خوبصورت لڳن!؟'



# ‘Conflict is God’

There is a greater difference between one man and an other man between two animals of diferent species! (Michel De-Montaigne)

اج تائين اهو فيصلو نہ ٿي سگهيو آهي تہ: Jean Paul Sartre فرد جي جنهن ڪانفلڪٽ جي ڳالهہ ڪري ٿو ان Conflict دنيا کي ڪيترو فائدو ڏنو آهي؟! سارتر، فرد کي پنهنجي انفراديت قائم رکڻ لاءِ ضد ۽ جهيڙي جو سبق ڏنو آهي بلڪ پنهنجي انفراديت قائم رکڻ لاءِ ٻئي جي مخالفت ڪرڻ لاءِ چيو آهي!'

منهنجي خيال ۾ (Devil is a conflict & Conflict is a God) اهوئي ڪانفلڪٽ جيڪو ڪڏهن شيطان، مردود آهي سو ڪانفلڪٽ ڪڏهن ڪڏهن عظيم خُدا بہ بڻجي وڃي ٿو! خدا جيڪو ڪُل آهي ۽ ڪڏهن ڪڏهن جُزَ بہ آهي!

ڪانفلڪٽ نفرت جو رُوپ وٺي آدم۔ خوريت ڏانهن وڌي ٿو ۽ پهرين اهو ذات تي ۽ بعد ۾ غير ذات تي حملو ڪري ان کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو: دنيا ۾ ماڻهوءَ جي 'خواهش' ۽ 'جذبن' جي ڪابہ حدَ ۽ حسابُ ڪونهي!

دنيا ۾ ماڻهوءَ اج تائين رڳو بہ حرڪتون ڪيون آهن: 1. جهيڙا پيدا ڪيائين، 2. پهريان جهيڙا ختم ڪري ٻيا نوان جهيڙا پيدا ڪيائين! يعني پهرين Conflict پيدا ڪيائين ۽ اُهي ختم ڪري ٻيا نوان Conflict پيدا ڪيائين دنيا پاڻ بہ ائين ئي هلي ٿي! اهوئي طريقو آهي تہ دُنيا جي ابتدا ۽ انتها ٿئي. دراصل ابتدا ۾ انتها لڪل هجي ٿي ۽ انتها ۾ ابتدا ويڙهيل هُجي ٿي! دنيا Conflict مان پيدا ٿي ۽ Conflict ئي ان جي ختم ٿيڻ جو سبب بڻبو.

دنيا ۾ پيدا ٿيل سمورا Conflicts جن تحت اج تائين جنگيون وڙهيون ويون سي سڀ نسلي برتري قائم رکڻ ۽ پنهنجي طاقت ۾ لامحدود اظافو

ڪرڻ لاءِ هئا. وڌهيا ويا! ايستائين جو يهودي ۽ مسلمان هڪ ئي قبيلي جا هوندي بہ صرف نسلي برتريءَ جي مڳي ڪري هڪ ٻئي سان ٺهن ئي ڪين! اها دراصل ٻن مذهبن جي جنگ ڪان وڌيڪ ٻن رسولن جي خاندانن جي نسلي جنگ آهي! دنيا اڳي ئي مذهبي ڪتابن ۽ پوٿين جي ڪري ورهايل هُئي پر 19 صديءَ جي آخر ڏاري جڏهن هڪڙو غير مذهبي ڪتاب 'داس ڪيپيٽال' لکيو ويو تہ دنيا هڪ نئين بُحران مان گذرڻ لاءِ تياريون ڪرڻ لڳي. ان ڪتاب تاريخ سان گڏجي ويهين صديءَ جي پهرئين اَڌَ ۾ بہ اهم انقلاب برپا ڪيا. جن يورپ ۽ ايشيا کي خاص طرح ۽ آفريڪا ۽ لئٽن اَميريڪا کي عام طرح جهنجهوڙي وڌو! دنيا دراصل اُن دؤر ۾ 11_صديءَ ۾ ايرندڙ (Crusade) صليبي جنگين ڪان بہ وڌيڪ لوڙيو!

ڪجهہ Conflicts ڪتابي صورت ۾ نہ هوندي بہ ڪتابن وارن Conflicts ڪان وڌيڪ مضبوط هوندا آهن. اهي اختلاف ماڻهن ۽ قومن جي اندر جي ايوانن جي ڪلر لڳل پٽين تي لکيل هوندا آهن! يا وري ڪي Conflict خوابن جي پيٽن تي انڊر- ويئر ۽ بريزيئر پاتل خوبصورت ڇوڪرين جان گهمندا يا وري سن- باٿ ڪندا رهندا آهن!

ڪي ڪانفلڪٽ ماڻهوءَ جي اندر جي بيابانن ۽ ريگستانن ۾ زهريلن نانگن جيان وَٽ ڪائيندا رهندا آهن! ڪي وري ماڻهوءَ جي ذهن جي سمنڊ ۾ ليمن فش جيان ترندا رهندا آهن! ڪي ڪانفلڪٽ ماڻهوءَ اندر ترٽل جيان ڇپ هڻي ويٺا هوندا آهن ۽ ڪجهہ دير بعد هلڻ شروع ڪري ڇڏيندا آهن. ڪي وري صدين تائين Darment حالت ۾ ذهن جي تهہ- خاني جي ڪنهن پراهينءَ ڪُنڊ ۾ ٻار جيان اکيون بند ڪريو ستا پيا هوندا آهن! ۽ بعد ۾ اهي سڀ ذات، قوم، نسل، مذهب، جاگرافي، ٻولي، طبقي ۽ علائقي جي نالي تي دماغن جي ڏاڪڻين تي آدم خورن- ۽ Monsters جيان ڊوڙندا چڙهندا ويندا آهن ۽ دنيا ڏسندي آهي تہ ڪانفلڪٽ تلوار بڻجي يا وري ڪاتُ بڻجي ماڻهن جا ٻيرا ڪندو رهندو آهي! يا وري باهہ جا ڀنبٽ بڻجي سڀ ڪجهہ کي رک ڪندو ويندو آهي!

ماڻهو جهڙو ٻاڻ آهي. سڄيءَ دنيا کي بہ ان جهڙو ئي ڏسڻ گهري ٿو! دنيا جي وجود ۾ اچڻ جي پهرئين ڏينهن ڪان وٺي ماڻهوءَ جو ماڻهوءَ سان اختلاف هيءُ آهي تہ ٻيا بہ مون جهڙا هجڻ ڪپن جنهن رنگ ۾ مان رڱيل آهيان ٻيا بہ ان رنگ ۾ رڱجن! ۽ ماڻهوءَ جي اُن سوچ تہ ٻيا بہ مون جهڙا هجن يا منهنجي

سوچ رکندڙ منهنجا خيال رکندڙ هجن. ان خيالَ هن دنيا ۾ ہڙڏڪ وجهي
چڏيو آهي. دنيا ماڻهن جي گندن خيالن In forcebly implemented Ideas جي
ڪري پاليوتيڊ ٿي ويئي آهي. ماڻهوءَ هن دنيا جي حالت، ماحول، موسمن،
مذهبن، نظرين ۽ سياستن سڀ ڪجهه کي بدلائي ڇڏيو آهي، جنهن جو ڪيس
ڪو حق نٿو پهچي. سڀ ڪجهه بدلجي ۽ ختم ٿي رهيو آهي سواءِ ڪانفلڪٽ
جي ۽ ڪانفلڪٽ عظيم، سدا بهار، سدائين رهندڙ آهي، خدا جيان!

•

# غمناڪ شهر جو الميو

زوار نقويءَ جڏهن مون کي هن ڪانفرنس ۾ 'خاص مهمان' ٿيڻ لاءِ چيو ته 'آءٌ' پهريائين ته ڏاڍو حيران ٿيس ته: 'جهونا ڇا چوندا ته لطيف سائينءَ کي نه پڙهن نه پُرجهن ۽ ڪلهوڪا وات ڳاڙها ڇورا هليا آهن ڇڱا مڙس ٿي ڪُرسيون سنڀالڻ! سو زوار کي چيم: 'ٻيلي روايتون نه ٽوڙ' پر هن نه مڃيو ته مون وري بهانو ڪري چيومانس: "يانو! مون کي نه ايندي آهي تقرير ڪرڻ ۽ نه وري مان اسٽيج تي اچڻ جو منوداني آهيان." ته به هن نه مڃيو ته مان چپ ٿي ويس بهرحال وڏن کان معذرت سان مان اوهان آڏو حاضر آهيان حالانڪ زوار کي مون خاص طرح ڪنهن مقالي لکڻ کان به نابري واري هئي ڇو ته لطيف تي قليچ بيگ، ايڇ ٽي سورلي، منگهارام مهتاڻيءَ، ڊاڪٽر گربخشاڻي، ڪلياڻ آڏواڻي، دادا چيتمل پرسرام ڊاڪٽر نبي بخش خان بلوچ، ڊاڪٽر دائود پوٽي، ڊاڪٽر اينمي ميري شمل، ايم اي عالماڻي ۽ تنوير عباسيءَ جهڙن اڪابرن ۽ عالمن جيڪو لکيو آهي سو منهنجي خيال ۾ گهٽ ئي آهي گهٽ ۾ گهٽ سنڌي قوم جي ڏيگهه ويڪر جي حساب سان ته ڪافي آهي. ڇو ته سنڌي قوم جي ڏيگهه ۽ ويڪر هونئن ئي 'ضبي رهي آهي' پر ٿڻ به زوار نقويءَ ڏاڍو ضد بحث ڪيو ۽ مون کي 'هتي اچي ڪجهه نه ڪجهه ضرور ڳالهائڻ لاءِ چيائين ان ڪري مان اوهان آڏو حاضر آهيان پر مون کي ڪافي اعتراض آهن، جن مان ڪجهه اعتراض اُٿارڻ ضرور ٿو سمجهان.

محترم حاضرين!

پهريون اعتراض هيءُ اٿم ته زوار نقويءَ کي آخر ڪنهن صلاح ڏني هئي ته شاهه لطيف تي 'نيرون ڪوٽ' جي شهر ۾ ڪانفرنس ڪوٺائي جتي ڪرفيون هٽي ٻُٽيا اونڌا ڪري ڇڏيا آهن ۽ ايستائين جو اسين هيءَ ڪانفرنس به دهشت جي سائي ۾ ڪري رهيا آهيون. لطيف جو ضلعي شهر اڄڪلهه دهشتگرديءَ جي حوالي آهي!

(13 ڊسمبر 1989ع تي سائينجيز هوٽل حيدرآباد ۾ ملهايل لطيف ڪانفرنس جي موقعي تي خاص مهمان جي حيثيت ۾ ڪيل تقرير)

پيو اعتراض هيءُ اٿم تہ هن همراهہ نہ رکيو هيءُ ڪانفرنس ڪوٺائي آهي بلڪ سچي سال جا 'لطيف پروگرام' ملهائڻ ٿو چاهي. ڇا زوار 'شاهہ لطيف ڪلچرل اڪيڊمي' آهي؟ يا 'ڀٽ شاهہ ڪلچرل سوسائٽي' آهي، يا وري 'ثقافت کاتو' آهي جو اهڙا ڏنڊا ٿو ڪري؟

تيون تہ ڇا سنڌي قوم واقعي ان پوزيشن ۾ آهي يا اسان جون قومي حالتون اهڙيون آهن جو هن وقت اسين پنهنجي محسنن ۽ مفڪرن جي ولادت جا جشن ملهايون يا اسان جون حالتون ڪيڏاري ڳائڻ ۽ پڙهڻ جون آهن؟ خاص طرح ان صورت ۾ تہ ڪچي قلعي ۾ ٽئين نمبر تلاءَ جا سنڌي اولڊ ڪيمپس ۾ پناهہ گير ٿي ويا آهن ۽ ڳرڻ وارا وري ٻائيتاليهہ سال اڳ پارڻ پناهگير هُئا!

تفو بر تو اے چرخ گرداں تفو!

(اي رنگ بدلائيندڙ آسمان توتي ٿُڪ هجي!)

ان ڪري شاهہ لطيف تي جشن ملهائڻ کان، اسان جون حالتون اسان کي سوڳ ملهائڻ جا اختيار وڌيڪ ڏين ٿيون!

اڄ 31 ڊسمبر آهي ۽ جنوريءَ کان وٺي اڄ تائين لطيف سائينءَ جي هن شهر ۾ ٻارهن ڀيرا ڪرفيو لڳو آهي. ٻارنهن ڀيرا اسان تي هن شهر جي رستن ۾ گهٽين ۾ ڪلاشنڪوف جا برسٽ هليا ۽ جڏهن نيرون ڪوٽ جي رستن تي اسان جي بيگناهہ وهيل ۽ سرد ٿي ويل رت جا ڇاپڙ اڃا ميونسپل ڪارپوريشن جي عملي ڪرڙي صاف بہ نہ ڪيا آهن ۽ اڃا اسان جي يتيم ٿي ويل ٻارڙن جي اک تان ڳوڙهو بہ نہ سُڪو آهي ۽ اڃا اسان جي ٻاگهين ۽ ٻاين جي اُداس درديلن ٻارن ۾ سڏڪن جا آواز بہ مدّم نہ ٿيا آهن تہ ان صورت ۾ اسان کي ڪوبہ جشن ملهائڻ جو اخلاقي جواز آهي؟ اهو ان ڪري بہ تہ حيدرآباد سنڌ جو وچ ۽ دل آهي ۽ سنڌ جي دل ۾ خنجر کُتل آهي ۽ ان مان ڦڙو ڦڙو ٿي رت ڳڙي رهيو آهي. هيءُ شهر بيروت بڻجي ويو آهي! ان کان تہ بهتر هئو تہ زوار نقوي مسڪين جهان خان کوسي جي لاوارث ٿي مري وڃڻ تي ڪو پروگرام ڪوٺائي ها، جنهن جي مسڪين ٿي مرڻ ۽ سنڌين جي لاوارث ٿي مرڻ ۾ گهڻي ۾ گهڻي ڪافي مشابهت تہ هئي! پر شايد 'ڪوسا' ۽ چانڊيا (مولانا بخش چانڊئي صاحب ۽ نويد قمر الزمان کان معذرت سان!) ڏاڍن مان واندا ڪونہ ٿيا آهن يا وري هيڏا چڱا ڪم ڪرڻ کان پوءِ بہ سنڌ ۾ اڃا سيدن جهڙا معتبر نہ ٿيا آهن جو انهن تي ڪانفرنسون ڪوٺائجن! اها

ہي ڳالھ آهي تہ لطيف عشق بہ اُمتياڻيءَ سان ڪيو ۽ شاعري بہ امام حسين رضہ کي ڇڏي باقي سموري لاکن، سومرن، سولنگين، ماڇين ۽ گندرن تي ڪيائين!

شاھہ لطيف تي رڳو مون جھڙي گھٽ پڙھئي ماڻھوءَ کي اعتراض ڪونھي پر نبي بخش ڪوسي جھڙي دانشور کي بہ آهي جنھن ھڪ ڀيري اسلام آباد ۾ مون سان بحث ڪندي چيو ھو تہ: 'اسان جي تاريخ ۾ شاھہ لطيف جو ڪردار ڪو خاص ڪونھي،' تہ مان حيران ٿي ويو ھئس. 'شاھہ لطيف کان تہ 'چي گويرا' بھتر ھو جنھن وڙھي 'ڪيوبا' کي آزادي تہ ڏياري' ھن ٻيھر ڳالھايو تہ مون ساڻس اجايو بحث ڪري بلڪ دليل ڏيئي ڪيس ڇيڙائڻ شروع ڪيو ۽ لطيف جي بچاءَ ۾ وڪالت ڪندي چيم:

'ڪوسا صاحب! چي گويرا کي جانو جمعدار پرو چانڊيي يا سلام الله ٽيپوءَ سان ملايو تہ بھتر! بلڪ چي گويرا کي اوھان ڪنھن تاريخ جي اھڙي ڪنھن ٻئي ڪردار سان ملايو: تاريخ ۾ شاھہ لطيف جي شاعريءَ مان چي گويرا جھڙا ڪردار پيدا ٿيندا آھن!' جنھن لاءِ شاھہ جو ھيءُ شعر ئي ڪافي آهي:

ھُرَ ھرين، آءُ رُئنءِ، موتي ڪانڊَ مَر آءُ،
مچڻ تو پُٺاءِ، ڪُچا ڪنُمُ جيڏيون!

(شال ويڙھ جي ميدان ۾ شھيد ٿئين تہ آءُ رُئانءِ، شال موٽي نہ اچين ۽ اُتي مِير ڏيئي سُرھو ٿئين. متان تنھنجي ڪانئرتا جي ڪري منھنجيون سرتيون مھڻن سان منھنجو ڪنڌ ھيٺ ڪرائي ڇڏين!)

'ڪوسا صاحب! شاھہ لطيف کي يوناني 'ھومر'، 'ورجل'، 'روسي پوشڪن'، انگريز 'شيڪسپيئر'، چليءَ جي پبلونرودا. ايران جي 'فردوسي'، 'سعدي' ۽ 'خيام' سان ملايو تہ بھتر ٿيندو' مون ڳالھايو تہ ھن ڪجھہ دير لاءِ چپ ڪئي ۽ سندس آميريڪا ۾ وينل ٻي زال جو ذڪر ڪرڻ شروع ڪيائين، پر افسوس جو نبي بخش ڪوسي ۽ اڪبر سومري کان اڳ اھو ڪم ايچ. ٽي. سورلي ڪري ويو آھي جنھن پنھنجي مشھور ڪتاب 'Shah of Bhit' ۾ لکيو آهي: 'دنيا جي سَتن وڏن شاعرن جي شاعري ساھميءَ جي ھڪڙي پڙ ۾ ۽ ڀٽائيءَ جي شاعري ساھميءَ جي ٻئي پُڙ ۾ وجھڻ کان بوءِ بہ لطيف جي شاعريءَ وارو پڙ ڳرو ٿو تي بيھي!' ايچ. ٽي سورلي دنيا جي صنفِ اول جي ستن شاعرن: شيڪسپيئر، ملٽن، ھومر، ورجل، خيام، فردوسي ۽ سعديءَ جي شاعريءَ ۾ شاھہ جي شاعريءَ مان عالمي سچ 'Universal Truth' ۽ انساني جذبن جي گھرائي 'Deepness of Human Emotions' ڳولڻ جي ڪوشش ۾ اھو ڪجھہ ڪري ويو.

متئين ڪوسي صاحب واري ڳالهه جڏهن مون سنڌ جي هڪڙي ڏاهي ۽ چوٿين مارچ جي هيري مسعود نوراني ۽ سان ڪئي ته هن چيو:

'اهو اسان ڪجهه دوستن گهڻو وقت اڳ سوچيو هو ته، سنڌي قوم شاهه لطيف جي دؤر ۾ ڦاسي پئي آهي، اتان نڪري ئي نٿي، ان ڪري شاهه جي مخالفت ڪرڻ گهرجي!'

منهنجي خيال ۾ سنڌي قوم واقعي شاهه لطيف جي دؤر ۾ سُڪ ٿي ويئي آهي، بلڪ شاهه لطيف، سنڌي قوم کي سُڪ ڪري ڇڏيو آهي، ان ڪري شاهه ۽ ان جي شاعريءَ مان جند ڇڏائجي؟ ته مون چيومانس: 'نوراني صاحب شاهه جي شاعريءَ مان جند ڇڏائڻ جو مطلب آهي سنڌ مان جند ڇڏائڻ!' سنڌي قوم جي هر مڪتبي فڪر جي ماڻهوءَ کي لطيف سائينءَ سُڪ ڪري ڇڏيو آهي پنهنجي شاعريءَ ۽ محبت جا ڏورا ۽ ڳانا ٻڌي قابو ڪري ڇڏيو آهي ۽ اهوئي لطيف جي عظيم هجڻ جو دليل آهي. موهن جو دڙو ۽ شاهه عبداللطيف اسان جو تسلسل ۽ تاريخ آهن. پنهنجي تاريخ ۽ تسلسل جي مخالفت پنهنجي وجود جي مخالفت برابر آهي.



## ملڪي فريم ورڪ ۾ رتوڇاڻ ٿيل روح واري قوم:

اها ڳالهه برابر صحيح آهي ته سنڌي قوم جي طبيعت فطري طرح گهران ٻچي نڪتل هڪ اندين راجڪمار گوتم ٻڌ ۽ بيبي مريم جي ڪنواري پٽ 'حضرت عيسيٰ عليه السلام' جي ان فلسفي جي پويان ٿي ڦري ته ڪنهن ڪِوِل ته نهيو پر نانگ کي به نه ماريو ۽ 'توهان کي جيڪڏهن ڪو ماڻهو هڪ ڳٽڙ هڻي ته ٻيو ڳل ورائي ڏيوس!' جنهن ڳالهه جو پرتوو لطيف جي هن شعر مان ملي ٿو:

> هو ڇڙنئي تون م ڇڏ، واتئون ورائي،
> اڳ اڳرائي جو ڪري، خطا سو ڪائي،
> پاند ۾ پائي ويو ڪيني وارو ڪينڪي

Universal Truth اهائي آهي پر ٻچ - وديا رهنما جيڪي نڪ ڪان پري ڏسي نه سگهندا آهن انهن پنهنجي ٽولي کي ڪلاشنڪوف ڪٽي ماڻهو مارڻ ۽ تارچر سيلن ۾ ماڻهن، بلڪ سنڌي ماڻهن جو Genocide ڪرڻ جو سبق ڏنو آهي. سنڌي جيڻ ته اڃان مسلمان ئي ڪونه ٿيا آهن! جي مسلمان ٿين ها ته ڳائي گوشت جو اثر نه ڏيکارين ها؟! جيڪو جهيڙي جي صورت ۾ ضرور

ظاهر ٿئي ها! ان ڪري منهنجي سنڌي ماڻهن کي پرزور اپيل آهي ته هُو پنهنجون VCR's ۽ TV's وڪڻي به ڳائو گوشت خريد ڪن ۽ کائين!

اسين مري رهيا آهيون ۽ ميٺ محبت جي سبق جي ڦرهي پڙهي رهيا آهيون. 'سنڌي امن پسند قوم آهي.' اهو جملو ائين آهي جيئن چئجي ته: 'سهو ڏاڍو غريب جانور آهي. ڪيس به ڪن، به اکيون، چار ٽنگون ۽ هڪڙو وات هوندو آهي ۽ هُو گاهه تي گذارو ڪندو آهي!'

ڀاهه سالن کان اسان جي 'قومي' اشاعتي توڙي نشرياتي ادارن سنڌي قوم ۽ سنڌس اڳواڻن، ايستائين جو 'محمدعلي جناح' کي به ائين پورٽري ڪيو آهي جڻڪ اهو سنڌي نه پر هندستان مان امپورٽ ٿي آيل لياقت علي خان جهڙو بلڪ ان کان به گهٽ حيثيت جو مالڪ هو. سنڌ گذريل اڌ صديءَ ۾ ٻين سان گڏ ٻه اڳواڻ: 'محمدعلي جناح' ۽ 'ذوالفقار علي ڀٽو' پيدا ڪري هن ملڪ تي هڪ زبردست احسان ڪيو آهي، جن ٻنهي نه رڳو ايشيا پر يورپ ۾ به ڀونچال آندو. سنڌي لبرل ڊيموڪريٽس سان گڏ سيڪيولر ماڻهو آهن جيڪو Approach يونيورسل آهي. اسانجين عورتن به وسان نه گهٽايو آهي... 'محترمه فاطمه جناح' ايوب جهڙي آمر سان جهيڙو جوٽيو ۽ 'محترمه بينظير ڀٽو' جنرل ضياءَ جهڙي قاتل، ظالم ۽ جُنوني سان مهاڏو اٽڪايو. ملڪ ٺهڻ کان پوءِ صدين جي بلڪ هزارين سالن جي تهذيب، ثقافت ۽ ٻولين ۽ انهن جي ادب ۽ شاعريءَ کي هڪ سازش تحت پوئتي رکي اصلوڪين قومن سان جيڪين ۽ ريڊ انڊين وارو لقاءُ ڪيو ويو جنهن ڪري غلام فريد، باهو، رحمان بابا، خوشحال خان خٽڪ، شاهه، سچل، ساميءَ کي به ڄڻ ريڊ انڊين سمجهي پوئتي ڌڪي ڇڏيو ويو! نئون ملڪ ٺهيو ته ان جي ٻولي به نئين ٺهي، ان جا شاعر به نوان ٺهيا ۽ ان جا خواب لهندڙ به نوان ٺهيا. حيرت ته اها آهي ته ملڪ جي بانيءَ مرڻ وقت پاڪستان کي دعا نه ڪئي دُعا وري ويچي ان ڪئي جيڪو 'سن آف سوائل' نه پر U.P مان Import ٿي آيل هئو. 'ياالله پاڪستان ڪو سلامت رکنا!' اهي لفظ جيئن ئي لياقت عليءَ تي سيد اڪبر گولي هلائي ته هن جي زبان مان نڪتا، چون ٿا!!

## ڪرفيوءَ جي موسم:

انهن ڏينهن مان پراڻي سکر جي جيئي شاهه چوڻڪ پرسان رهندو هئس جتي پنجاهه سال اڳ هندو پنهنجين ڳاڙهين سرن جون عظيم الشان پڪيون پختيون جايون ڇڏي ڪُلف هٽي انڊيا هليا ويا هئا! ان بعد لياقت

علي خان پاڪستان ۾ پنهنجي Constituency پڪي ڪرڻ لاءِ پناهه گيرن کي سنڌ ۾ اچي آباد ٿيڻ لاءِ چيو. جنهن تي قائداعظم ۽ لياقت علي خان جا اختلاف شروع ٿيا. پناهه گير سنڌ ۾ آيا ۽ هندن جي بند ٿيل عمارتن جا ڳُلف پيچي ويهي رهيا! هاڻ اهي بلڊنگون پناهه گيرن جي قبضي ۾ آهن. رستا ۽ چوڪ حليم ۽ چانور وڪڻندڙن جي قبضي ۾ آهن ۽ سڄي پراڻي سکر دهشتگردن جي نرغي ۾ آهي!

تقريباً هر پندرهين ويهين ڏينهن پراڻي سکر ۾ ڪونه ڪو قتل جو واقعو ٿيندو آهي، ڪلاشنڪوف جا برسٽ هلندا آهن سڄيءَ فضا ۾ بارود جي بوءِ پرجي ويندي آهي، ۽ اڪثر ڪرفيو لڳي ويندو آهي، گهٽين جي چوٽڪن تي پوليس ۽ قانون نافذ ڪندڙ ادارن جون چوڪيون ۽ مورچا ٺهي ويندا آهن. سموريون گهٽيون، بکر چوڪ، جيئي شاهه چوڪ کان وٺي جنات بلڊنگ تائين سنسان ٿي وينديون آهن. جنهن به گهر مان لاش ڪڇندو آهي اتي سنڌياڻين جو روج / راڙو ۽ پارن جا آواز وڏي ويندا آهن. هوائون غم جو ويس ڍَڪي ڳوڪار ڪري سيدن، آخوندن، پيرزادن ۽ شيخن جي گهرن جي پٺين سان متا ٽڪرائي گهٽين ۾ ڊوڙنديون رهنديون آهن ۽ مان اُداس ٿي ويندو آهيان.

منهنجو گهر ٽانگا اسٽينڊ جي پرسان ڄام ساقيءَ جي سهري قاسمي صاحب جي گهر جي برابر آهي جتان مان ٽانگا اسٽينڊ جي ويراني ڏسندو رهندو آهيان! جڏهن به هتي ڪرفيوءَ جي موسم اُداس پاريلن جي شاهي وڳر جان لهندي آهي ته مان قانون نافذ ڪندڙ ادارن جي اهلڪارن کي پنهنجو سرڪاري ڪارڊ ڏيکاري روهڙيءَ ڏانهن ويندو آهيان، اڳيان لئنسڊائون پُل منهنجو رستو روڪيندي آهي. مان ڪجهه دير لاءِ سنڌوءَ جو ڪپر وٺي اچي درياءَ مٿان ٽُلڪندڙ هُڙن- بيڙن اڳيان ٻيهندو آهيان ۽ پهرن جا پهر ٻرپنءَ پر اڏيل روهڙيءَ جي سوڙهين گهٽين واري شهر جي عمارتن جا پاڻيءَ ۾ ٺهندڙ ڊهندڙ عڪس/ بيڙيون هڪليندڙ مهاڻيون ۽ ڇاڇولجندڙ لهريون ڏسندو رهندو آهيان ۽ ائين اتهاس کان اتهاس جو سفر ڪندو آهيان.

ڪڏهن ڪڏهن پُل اُڪري سَتين جي آستان وٽ اچي ٻيهندو آهيان. ستين جون قبرون به پراڻيءَ سکر جيان اُداس ۽ غمگين هونديون آهن. نيٺ جڏهن نما- شام لهندي آهي، رت جي لالاڻ ۾ زخمي سج پنهنجو چهرو پراڻي سکر جي ڳهرام ۽ قتل تي روئيندڙ ۽ سُڏڪندڙ ڪچين جي جهنڊ ۾ لڪائيندو آهي ته منهنجي اندر ۾ اُداسي ۽ ڳُگهه گهري ٿي ويندي آهي.

# فائيل تي سگنيچر نہ ڪرڻ مزاحمت آهي

'Daughter of the East' جي ليکڪا، اسٽاڪ هوم ۾ سُويڊن جي مشهور اخبار 'Express' کي هڪ انٽرويو ڏيندي چيو آهي: 'سندس مڙس تنهائيءَ ۽ اڪيلائيءَ جي بند ۾ گذاري رهيو آهي ۽ هوءَ پاڻ بہ ان مرحلي مان گذري چڪي آهي!'

بينظير ڀٽو جي اها ڪيفيت منهنجيءَ نظر ۾ ماڻهوءَ جي اڪيلي ٿيڻ کان پوءِ جي (اڪيلائيءَ کي محسوس ڪرڻ کان پوءِ جي) ڪيفيت آهي. جيڪا ڪنهن بہ ماڻهوءَ مٿان عذاب جيان گذري ٿي. اڪيلائي سرءُ جهڙي آهي، جنهن جي وارد ٿيڻ سان ماڻهو اُداسي ۽ دک محسوس ڪري ٿو. ان ڪيفيت جي وارد ٿيڻ کان پوءِ ڪي ماڻهو ڪاوڙ محسوس ڪن ٿا ۽ ڪي وري ان ڪاوڙ بعد مزاحمت ڪن ٿا. اهڙيءَ طرح ادب ۾ بہ ڪي اديب پنهنجين Feelings بعد لکڻين ۾ مزاحمت جو رنگ ڀرين ٿا.

دراصل مزاحمت پنهنجن خيالن ۽ وجود جي اظهار جو هڪ انتهائي خوبصورت طريقو آهي. توهان ان کان انڪار ڪريو ٿا تہ مطلب زندگيءَ کان انڪار ڪريو ٿا بلڪ پنهنجي شناخت کان منهن موڙيو ٿا. عام زندگيءَ ۾ رڳو جيل جون ديوارون ۽ ماڻهوءَ اڳيان سيخون ئي ان ڪيفيت سان دوچار نٿيون ڪن پر معاشري ۾ نہ ڏسڻ ۾ ايندڙ ديوارون (Invisible walls & Bars) آهن، جيڪي ماڻهوءَ کي چيڙائين ٿيون ۽ سوچيندڙ ماڻهو انهن آڏ ڏٺين پر محسوس ٿيندڙ ڪيفيتن کي پُٺيءَ جي مٿان اڇلائي نٿو سگهي.

مزاحمتي ادب، منهنجي خيال ۾ رڳو 1983ع کان پوءِ نہ لکيو ويو. ان جي تاريخ ڪافي پُراڻي آهي. اها ٻي ڳالھہ آهي تہ 83ع ۾ سنڌ کي پنهنجي وجود جو ڀرپور اظهار ڪرڻ جو موقعو مليو. موت بہ ڪا غلط ڳالھہ ڪانهي. مرڻ ان صورت ۾ تہ ڏاڍو خوبصورت ٿو ٿي وڃي، جڏهن اهو ڪنهن اجتماعي

مقصد لاءِ ٿيو هجي. اُن موت تي رحمت هجي، جيڪو ڪنهن خاص ڪارڻ لاءِ ٿيو هجي!

سنڌ جي تاريخ ۾ 67ع ۽ ان کان پوءِ وارو دؤر ڀڪو مزاحمتي رهيو آهي. جنهن ۾ اسان ون يونٽ جي فائيل تي سگنيچر نہ ڪئي

اسان لياقت عليءَ سان ها ۾ ها نہ ملايو
اسان ڪوڙن ڪليمينٽن کي سچو نہ چيو.
اسان پنهنجي ٻوليءَ ۽ ڌرتيءَ کان لاتعلق نہ ٿياسين.
اسان پنهنجي سياسي شعور کان غافل نہ ٿياسين.
اسان جمهوريت لاءِ پنهنجيءَ دل ۾ عزت رکي.

۽ اسين اڄ بہ سنڌ جي ڪاٽين تيل، گئس، ڪوئلي پاڻيءَ ۽ ٻين سمورن قومي حقن تان هٿ نٿا کڻون بلڪ انهن جي ڦرلٽ تي احتجاج ٿا ڪريون.

83ع ـ جنهن پاڪستان ۾ جمهوريت جو سسٽم نافذ ڪرڻ لاءِ ملڪ جي ماڻهن کي هڪ زبردست موقعو فراهم ڪيو هو. ان سال تقريباً هن ملڪ جون ٻي قومون بيگانگيءَ واري ڪيفيت ۾ رهيون. جنهن جو مقصد، آمريت جي اڻ سڌي حمايت ڪرڻ هئو. سنڌين آمريت جي نہ رڳو شد ـ مد سان مخالفت ڪئي پر ان کي ختم ڪرڻ لاءِ پنهنجو رت بہ ڏنو ان ڪري اهي هن ملڪ جا عظيم ڊيموڪريٽس ثابت ٿيا.

67ع جڏهن کان اسان جون شاگرد تنظيمون وجود ۾ آيون ۽ اسان ڪجهہ بهتر طريقي سان پاڻ کي منظم ڪرڻ شروع ڪيو. اسان پوليس جا لاٺي چارج، بند وارڊ، لاڪپ ۽ جيل ڀوڳڻ جا تجربا ڪرڻ شروع ڪيا. اسان رياستي ادارن سان ٽڪرجڻ شروع ڪيو. رياستي ادارن ۽ ايوانن اسان جي راين ۽ سوچن کي ڪچلڻ شروع ڪيو. اسان پنهنجن قومي ۽ اقتصادي حقن جي ڦرلٽ خلاف جهيڙڻ شروع ڪيو تہ مزاحمت اُڀرڻ لڳي ۽ ان جو اظهار ظاهر آهي اسان جي ادب ۾ بہ ڀرپور طرح ٿيڻو هئو.

ان کان اڳ اسان جن پوڙهن (Fore - fathers) رڳو ڌارين ٻولين جا ڪجهہ لذيذ ترجما ڪيا. گرامر جا ڪتاب لکيا. لب لعلين (ڳاڙهن چپڙن) ۽ سرو ـ قد محبوب جي وارن ۽ ڇاتين تي غزل لکيا.

هاڻ اسان جو ليڪڪ لوور ۽ لوور مڊل ڪلاس تي لکي ٿو. اها هڪ طرح پراڻن قالبن ۽ گهاڙيٽن کان بہ بغاوت هئي، مزاحمت هئي ۽ هاڻ اسين ڪلئي عام نہ رڳو اقتصاديات ۽ سماجيات تي لکون ٿا پر اهڙي ئي بهادريءَ سان سياسيات تي بہ لکون ٿا ۽ اها نہ رڳو اظهار جي آزادي حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد آهي پر اها هڪ قسم جي مزاحمت پڻ آهي.

موجوده حالتن ۾ به جڏهن اسان جي قومي نسل ڪشيءَ جو عمل جاري آهي. اسان جا سمورا Institutions تباهه ڪيا پيا وڃن. اسان جا شهر اسان کان ڦريا پيا وڃن. اسان جا ڳوٺ ويران ٿي ويا آهن. ڌاڙيل ۽ پوليس اُتان جون رونقون کسي ورتيون آهن. شهري دهشتگرد. اسان کان گاڏي کاتو تلڪ چاڙهي، فقير جو پڙ، واڍن جو پڙ ڦري ويا. اسان کان سڄي ڪراچيءَ جي تاريخ، پڪنڪ پوائنٽس، دين محمد وفائي، هاشم گزدر، حسام الدين راشدي، جمشيد نسروانجيءَ واري ڪراچي سمنڊ سميت ڦري پيئي وڃي.

پراڻيءَ سکر ۾ جنات بلڊنگ سامهون اسانکي گوليون هڻي پروڻ ڪيو پيو وڃي.

اسان جو امن تباهه ٿي ويو آهي. اسان جا ڳيرو ڳوٺن ۽ شهرن جي گهٽين ۾ ماريا پيا وڃن. پر اسان به فيصلو ڪري ڇڏيو آهي ته پئل اسان جا جوان ماريو اسان جون مائرون ٻار ڇڏينديون رهنديون. ۽ اسين ڏين جيان، ڌرتيءَ مان نڪري اوهان جي اکين ۾ چُپيندا رهنداسون!

مٿي مون پاڪستان جي انتهائي وڏي مدبر مسٽر ذوالفقار علي ڀٽي جي ڌيءَ طرفان 'Express' کي ڏنل انٽرويوءَ جو حوالو ڏنو آهي ۽ جيئن ته هيءَ ڪانفرنس لاڙڪاڻي شهر ۾ المرتضيٰ هائوس کان صرف اڌ منو ڪلوميٽر پنڌ تي سر شاهنواز ڀٽو لائبريري ۾ ٿي رهي آهي ان ڪري جيڪڏهن Daughter of the East جي ليکڪا جو بار بار ذڪر اچي ته مون کي معاف ڪيو وڃي.

مٿئين اخبار کي ڏنل انٽرويوءَ ۾ بينظير صاحبه وڏيڪ چيو ته: هوءَ فلسطيني ٻارڙن کي نپائڻ چاهي ٿي. ان بعد ڪُردن جي ٻارڙن کي به نپائڻ جي ڳالهه به ڪئي اٿائين:

۽ مون کي اهو حق ٿو پهچي ته نماڻائيءَ سان اهو پڇان ته انهن سنڌي ٻارڙن کي ڪير نپائيندو؟ انهن جي سِر تي ڪير هٿ رکندو جيڪي ايم ڪيو ايم جي تنظيمي ڊسيپلين جو ڪاج ٿي ويا؟

ملڪ ۾ جيڪا جمهوريت بحال ٿي آهي (1985ع کان مختلف Phases ۾) اها اسان جي عوام جي جدوجهد ۽ رت وهائڻ جو نتيجو آهي. دراصل اها جدوجهد اسان سمورن ڪئي، جنهن ۾ گهٽ ۾ گهٽ هڪ هزار سنڌي شهيد ٿيا. ٿورو سوچيو ته سهي، اها جدوجهد جنهن جو ڦل سڄو پاڪستان پيو کائي، ان ۾ هزارين مائرن ڀينرن جا گهر اُجڙي ويا. ڦٽڪا، جيل، ٽارچر، سزائون هونديون به اسان آمر ضياءَ خلاف پنهنجي نفرت ڪڏهن به نه گهٽائي.

اسان مزاحمتي شعر لکيا، ڪهاڻيون لکيون، ناول لکيا. آمريت خلاف مسلسل پنهنجي مخالفت جاري رکي ۽ مسلسل خلاف لکيو. سنڌي اديبن جو خاص طرح نوجوان طبقو چپن تي چُنو هڻي نہ ويٺو ۽ جڏهن اسين باھ ۽ رت جي نديَ اورانگهي پار پياسين تہ اسان تي وري لاشن ڍوئڻ جي ذميواري رکي ويئي ۽ اسين جمهوريت جي اچڻ کان پوءِ بہ ملڪ جي هڪ صوبي سنڌ ۾ (جنهن جي اسيمبليءَ هن ملڪ لاءِ سڀ کان پهرين نهراءُ بحال ڪيو) پنهنجن پيارن جا لاش ڪُلهن تي ڍوئيندا رهياسون. اسان جا ٻار يتيم ٿيندا رهيا. سنڌي اڄ بہ يتيميءَ واري حالت ۾ آهن ۽ ميدان خالي آهي. ان ڪري مان هڪ وڏو مارڪر کڻي وقت جي پٽ تي لکان ٿو:

Stop! Imposterity with Sindhi Nation!
Stop! Violation of our Ballot!

مان مزاحمتي ادب تي لکڻ بجاءِ پهرين مئي 1990ع کي ياد ڪندس، جڏهن ڪراچي ۽ حيدرآباد تپي ٽامو ٿي ويا هُئا. سنڌين جو رت حيدرآباد جا رستا ۽ پٽيون رڱي رهيو هئو. تڏهن بہ ليڊرس قوم کي هٿيار ڏيڻ بجاءِ بيان ڏيئي رهيا هئا. اسين شهرن ۾ اڪيلا رهجي ويا هئاسون. اسين نڌڻڪا، غيباٽا، هٿين خالي وجود جي جنگ وڙهي رهياهئاسون.

مزاحمت دراصل ماڻهوءَ جي بيڪسيءَ ۽ بيوسيءَ واري عالم ۾ هڪ ڏکي ڪوڪ جو نالو آهي. برلن جي پٽ تي ڪنهن دل- سڙئي طرفان اسپري پينٽ سان لکيل:

'Tear Down the Wall and the others'

مزاحمت آهي ان 'Others' ۾ سياستدان اچن ٿا! سماجي اڳواڻ ۽ دهشت گرد اچن ٿا.

مزاحمت، قيدي جي زنجيرن جو ڇڻڪو آهي، مزاحمت، آسُر. ويل لاڪپ ۾ ڳايل -گيت آهي، جيڪو قيد ديوارين، هٿ-ڪڙين، زنجيرن، شيخن ۽ تالن جي وَس ۾ نہ آهي. مزاحمت، شڪار ٿيندڙ هرڻ کي گوليءَ لڳڻ کان پهرين اُپ- ٿاڙ ٻاڪار آهي. مزاحمت، ليون ڊيماس جو شعر Vulture آهي! مزاحمت، 'لوئي لي برو ڪوئي' جو ٺاهيل 'نيلسن منڊيلا' جو پورٽريٽ آهي. مزاحمت، آئرش رهواسيءَ جو ڦاسيءَ کان پهرين زندان جي ديوار تي پنهنجي رت سان لکيل ڏکو نظم آهي!

ذوالفقار علي ڀٽي طرفان آمريت جي اڳيان آڻ نہ مڃڻ ۽ فائيل تي سگنيچر نہ ڪرڻ مزاحمت آهي. ڏکڻ آفريڪا جي نقشي ۾ آفريڪن نيشنل ڪانگريس مزاحمت آهي. ڪاري بندري بنگاليءَ طرفان وردي واري کي بانس جو ڀالو هڻڻ مزاحمت هئي ۽ ڪيسانو موري، ٽنڊوالهيار شيخ ڀرڪيو لاڙڪاڻو دادو خيرپور ميهڙ ڀان سعيد آباد سن خيرپور ناٿن شاھہ ڄامشورو راهوڪي ۽ ڪوٽڙي بہ مزاحمت آهي!!

جارج بورخيس چيو آهي تہ:

'بدقسمتيءَ سان دنيا ڏاڍي تلخ آهي' World is un-fortunately real!

مون کي صديق سالڪ پنهنجي راولپنڊيءَ واري آفيس ۾ ٻڌايو هو تہ: 'بنگالين جي مزاحمت حق بجانب هئي!' سالڪ (جيڪو جنرل ضياءَ سان ساڳئي جهاز ۾ بستي ڪمهاران وٽ ڀسم ٿيندڙ جهاز ۾ هو) تنهن بنگلاديش ۾ رهي اهو ديش ٽهندي ڏٺو هو. سالڪ جنهن بي بي سيءَ کي هڪ ڀيري انٽرويو ڏيندي چيو هئو: 'فوجي نوڪريءَ ۾ هوندي بہ ماڻهو آزاديءَ سان لکي سگهي ٿو.' تہ مون ڪانئس پڇيو هو: "تنهنجي ناول 'پريشر ڪُڪر' جو هيرو ڪميونسٽ آهي؟" تہ هن چيو هو: "نہ اهو اسلامي انقلاب پسند آهي." اها 1987ع هئي.

منهنجي خيال ۾ هتي تہ ڪنهن نوڪريءَ ۾ نہ هوندي بہ ماڻهو آزاديءَ سان نٿو لکي سگهي.

مون اڳ ئي ذڪر ڪيو آهي تہ 'ڊاٽر آف دي ايسٽ' پڻ هڪ مزاحمتي لکٽي آهي. ڪتاب جي صفحي نمبر 106 تي لکيل آهي:

'Look at these soldiers, I say loudly to my sister in urdu. How can they be besharam, so shameless? It was their Prime Minister Zulfiqar Ali Bhutto, who brought them back from the camp of India, where their generals left them to rot and this is how they re-pay them by entering his home and violating its sanctity?'

ٻئي هنڌ لکي ٿي:

'Yasmin and I pulled a long on the cement; my shalwar tears, the skin or my legs scrapes and bleeds.'

مٿين جملن جو مان ڄاڻي واڻي ترجمو نٿو ڪريان.

محترمہ بينظير ڀٽو کي جنهن فوڪر ۾ وهاري پنڊيءَ تي نيو ويو تنهنجي پائليٽ کي خبر هئي تہ 'بينظير ڀٽو' ناشتو نہ ڪيو هئو تہ پائليٽ ڪوڙ ڳالهائي خود ٻڪيو هجڻ جو چيو. ڪور ڪمانڊر پائليٽ لاءِ لنچ باڪس گهرايو جيڪو پائليٽ اک بچائي وچي بينظير کي ڏنو.

جڏهن بينظير کي فوڪر ۾ وهاريو ويو تہ پائليٽ جي اکين ۾ ڳوڙها هئا ۽ هُن روئيندي بينظير کي چيو: 'I am a Sindhi' بينظير لکي ٿي: 'That was all.' 'that was enough.' سنڌي پائليٽ جي اکين ۾ ڳوڙهن جو اچڻ بہ مزاحمت هئي ۽ لنچ باڪس بينظير کي ڏيڻ بہ مزاحمت!

تاج جويو 1984ع ۾ ڪورٽ‌ڙي والا چيمبرز ۾ مون وٽ هفتيوار 'هدايت' جي آفيس ۾ آيو. هُن مونکي ٻڌايو تہ 'ٽوڙهيءَ جي شهيدن جا لاش لِڪائي پُوريا ويا آهن!' اهو ٻڌائيندي سندس اکين ۾ ڳوڙها پرجي آيا هئا. مون پوءِ سائين غلام مصطفيٰ شاهہ جي فون ۽ محمد ابراهيم جويي صاحب جي چوڻ تي ٽوڙهيءَ ڦاٽڪ جي سانحي تي 'هدايت' رِسالي جي بئڪ ٽائيٽل تي ڪارا بارڊر ڏياري لطيف جي ڪيڏاري جا شعر لکيا هئا. آمريتي راڄ ۾ اسان جي اها مزاحمت هئي.

جن کي پُٽني انڊيا جي ڪئمپن مان ٻاهر ڪڍيو تن کيس صلو اهو ڏنو تہ رات وڳڙي اُهي 70 ڪلفٽن ۾ گهڙي آيا. کيس گرفتار ڪيائون ۽ ٻئي طرف جهاز جو پائليٽ بينظير جي ٻک ۽ اُڃ برداشت نٿو ڪري سگهي! ڪوڙ ڳالهائي بہ لنچ باڪس گهرائي کيس کارائي ٿو. ان پئراگراف جو آخري جملو آهي: 'I am Sindhi' ان ڪري تہ انگريز ڪرنل فلپ لکيو هو: 'سنڌي فوج جي نوڪريءَ جي قابل ناهن. اهي آرڊر ڪرڻ بجاءِ پڇن ٿا: 'ڇو؟' 'ائين ڇو؟'

۽ مان بہ اوهان سمورن کان پڇان ٿو: قائم علي شاهہ کان وٺي ڄام صادق تائين سمورن کان تہ 'ائين ڇو؟'

ويهين صدي ختم ٿيڻ تي آهي پر اسان جي مرڻ جو ڪوئي انت ڪونهي. ملڪ جون سگهاريون ايجنسيون سنڌين کان خائف آهن تہ هي ماٺهو 83ع ۽ پوءِ 86ع ۾ سياسي جدوجهد هلائڻ جي قابل بڻيا. سنڌي پُليون ڊاهي، پٽڙيون اکيڙي، نيشنل هاءِ وي بلاڪ ڪري سگهن ٿا. ان ڪري هُنن شهرن ۾ پناهہ گير دهشتگرد کي پيدا ڪيو ۽ ڀهراڙيءَ ۾ 'پرو چانڊئي' ۽ 'محب شيديءَ' سنڌي عوام کي رَت جون مانيون ڏيئي ڇڏيون.

مان سوچي گيانچنداڻي، استاد بخاري ۽ هتي آيل تاج جويي کان پڇان
ٿو: "ائين ڇو؟"

امرجليل ڪنڊڪوٽ جي ٿهر تي لکيو هئو. آغا سليم 83ع جي جدوجهد کي شاهه عنايت شهيد جي تحريڪ سان ملايو. اياز بہ رڙيو ۽ رنيو پيو. عبدالقادر جوڻيجو چوي ٿو: 'اوا ڪارونجهر جا مور مري ويا!' علي بابا چوي ٿو: 'اسين هن ڌرتيءَ تي جنگ نٿا چاهيون آهنسا اسان جو ڌرم آهي. پر جي اسان کي پنهنجي جياپي لاءِ آرين سان ڪاپاري جنگ بہ ڪرڻي پئي تہ اسين جنگ بہ ڪنداسين. اسين پنهنجي ديس جي بچاءَ لاءِ پنهنجن هندورن ۾ لڏندڙ ٻارڙن لاءِ سوچينداسين.' اهڙيءَ طرح اسان جي ٻن اديب نسلن شيخ اياز کان وٺي آسي زمينيءَ تائين ۽ امرجليل کان وٺي لياقت رضويءَ تائين جي سمورن سجاڻ ليکڪن ۽ شاعرن مزاحمت ڪئي آهي.

حقيقت ۾ اسان لکيو ناهي بلڪ پاڻ کي هٿيارن سان مسلح ڪري ڌرتي ۽ ان جي حقن لاءِ وڙهي رهيا آهيون ۽ سنڌي ادب جي ميدان ۾ ڳالهہ پڌري پٽ آهي تہ شروع کان ئي جيڪو ڪم سياستدان کي ڪرڻ کپي ها اهو سنڌي ليکڪ سرانجام ڏنو آهي. سنڌي سياستدان ۾ Civic Sense جي گهڻتائي رهي آهي ۽ اها اسان جي بدقسمتي هئي. ان ڪري سماجي ۽ سياسي ڪوڙهہ کي سنڌي اديب ڇٽو ڪيو. قومي تحريڪ جي اڳواٽي ڪئي، تحريڪ شروع ڪئي، مسئلن جي وضاحت ڪئي ۽ انهن جي حل لاءِ اُپاءَ پڻ ورتا. اسان وٽ گهڻو ڪري ليکڪن ئي پوءِ وڃي سياست جي مسند بہ سنڀالي يا سياسي خلا جو ڪجهہ قدر پُورائو ڪيو.

سنڌي ۾ مزاحمتي ادب جي خاني ۾ اجان ايترا گهڻا نالا بہ ڪونهن ۽ نہ وري اهو اُن پئماني جو لکيو پيو وڃي جيڪو سڄيءَ دنيا، خاص طرح وچ اوڀر، آفريڪا ۽ لاطين آمريڪا جا ليکڪ لکي رهيا هئا يا آهن. فڪشن ۾ تہ اسان وٽ تمام گهٽ ماڻهو آهن جيڪي مزاحمتي ادب لکن ٿا. مزاحمتي ادب حقيقي طرح خوبصورت ۽ مڪمل طرح تخليقي ٿئي ٿو. اهو ڌرتيءَ جي پيٽ مان ڦُٽي ٿو ۽ تاريخ جي واتَ مان ڳالهائي ٿو ان ڪري اهڙي ادب جو پس منظر سياسي ٿئي ٿو. سياست دراصل اقتصاديات جي در جي ٻانهي ٿئي ٿي ۽ اقتصاديات جي مرڪز ۾ ماڻهوءَ جا معاشي مقصد غالب هجن ٿا. ٻين لفظن ۾ بک ۽ ماڻهوءَ جو ٻيو دنياوي مقصد جنس Sex ٻيئي اعليٰ

ڪارج، جيڪي هن دنيا ۾ انسان جي سموريءَ جدوجهد جو حاصل ٿين ٿا،
مزاحمتي ادب کي اوج ڏيندڙ آهن.
وليم فاڪنر چوي ٿو:

Really the writer doesn't want success. He know's he has a short span of life, that the day will come when he must pass through the wall of oblivion and he wants to leave a scratch on that wall such is here, and he know's that some body a hundred or a thousand year's latter will see!

مزاحمتي ادب تاريخ جي اڇي پٽ تي ڪوئلي سان پاتل پارن جا
ليڪا آهن!



# شام جو پهر

شام جي پوئين پهر ۾ جڏهن رات پئي لهندي آهي، ڪائنات ۾ خاموشي ڇانئجي ويندي آهي ۽ جيڪڏهن پنهنجو مُنهن مونن ۾ هٽي ويهجي، تہ زندگي ڏاڍي اُداس، هڪ ڪرِيهَ خوبصورت سادي ۽ سمجهہ ۾ ايندڙ لڳندي آهي.

شايد اوهان مان ڪي منهنجي مقصد جي ويجهو هجن! ۽ ٻئي طرف زندگي ڏاڍي هنيلي، گوناگون، لا انتُ، هيٺ مٿاهين Complexed ۽ انسان جي عقل کان مٿي آهي.

پر ٻن ٻارن جي ماءُ، طلاق ورتل خوبصورت آميريڪي شاعره 'سلويا پلاٿ' کان وٺي هيمنگوي تائين اهي سمورا جن آپگهات جي مضبوط نوڙيءَ کي چمي ڏني، منهنجيءَ سمجهہ کان بالاتر آهن ۽ تيئن زندگي مون کان بالاتر آهي. جوزفائين مائيلز جي هن شعر جيان:

'All our Roads Go No Where!'

'اسان جا سمورا رستا خلائن ۾ گم ٿي ٿا وڃن!' اهو شعر مون 1978ع ۾ پڙهيو هو ۽ اڄ تائين ان جو مطلب سمجهي نہ سگهيو آهيان!

'جوز فائين مائيلز' چوي ٿو:

خوبصورت نيري ڍنڍ، جنهن مٿان اڇا ڪنول ٿا ترن،
تنهن هيٺان اوندهہ آهي.
۽ اوندهہ تہ موت آهي!

'سلويا پلاٿ' جنهن رات آپگهات پئي ڪيو. ان کان پهرين پنهنجن ننهي ٻارن لاءِ ڊائننگ ٽيبل تي نيرن جو سامان رکي، پنهنجن سُتل ٻارن کي سندن معصوم ڳلن تي مِٺيون ڏيئي، پوءِ وڃي پاڻ کي ڪچن ۾ بند ڪيائين ۽ گئس جو پائپ کولي ڇڏيائين.

ادل سومري جڏهن مونکي دعوت نامو ڏنو تہ سوڀي گيانچندانيءَ سان

---

(سنڌي ادبي سنگت لاڙڪاڻي پاران سوڀي گيانچندانيءَ سان ملهايل شام جي موقعي تي لکيل.)

شام تي ملهائجي تہ مون کي محسوس ٿيو اهو هڪ خاص ماڻهو آهي، هندو ماڻهو جيڪو سڄي عمر ڪميونسٽ رهيو. ڪميونزم سندس جواڻيءَ جي خوبصورت پريل ڳلن کي ڳاڙي ڪڏا وجهي ڇڏيا پر، تہ بہ اڄ تائين هو آڻ نٽو مڃي. تہ اها ڳالهہ اهم هوندي بہ ڪا ايڏي اهم ڳالهہ ڪانهي. 40 سالن کان مٿي جي عمر جي ماڻهن ۾ پنهنجن خيالن تي پختو ٿي بيهڻ جو ڏانءُ ۽ Capacity هوندي آهي. جيئن گليلو ۾ هئي. انڌو ٿي ويو پر جيل ۾ بہ پنهنجن نظرين کي سچو ثابت ڪرڻ لاءِ ڪتاب لکيائين ۽ سڪندر اعظم کانسواءِ دنيا ۾ هيستائين جيڪي بہ عظيم جنگيون لڳيون آهن، چاليهن سالن کان مٿي جي عمر جي ماڻهن هٽايون آهن!

منهنجي مٿئين ڳالهہ جو قطعي اهو مقصد ناهي تہ هن اسٽيج تان مان سوڀي گيانچنداڻيءَ کي Tribute پيش نہ ڪريان! مون سويل ٿي عرض ڪيو تہ مون کي محسوس ٿيو تہ سوڀو گيانچنداڻي هڪ خاص ماڻهو آهي. ننڍي ڪنڊ جي چوندڊ ماڻهن مان هڪ ماڻهو! تہ اُهو خاص ماڻهو جيڪو بنگال جي درويش ليکڪ ۽ شاعر ٽيگور جي 'شانتي نڪتين' ۾ پڙهيو. اتان صبح جا سج ڏٺائين بنگال جي ڌرتيءَ جون شامون پسيائين. سو ماڻهو شاعر ٿيڻ بجاءِ ڪيئن انقلابي ٿي ويو؟ ڇا هو ايترو بہ نہ سمجهي سگهيو تہ ويدن کي للڪارينڌڙ گوتم جي گيان کي 'هندو مت' دلتن سميت ائين کائي ويئي، جيئن ڪوراڙ پنهنجا ٻچا ڳڙڪائي ويندي آهي! ۽ سوشلزم کي وري اسلامي بنياد پرستي مغربي جمهوريت، ڪيپيٽلزم انساني آزاديءَ جا حق ۽ فاسٽ فوڊ ڳڙڪي کائي ويا!

ڇا هن کي اها خبر نہ پيئي، تہ مصر جي اهرامن ۾ ڪتب آيل سوين ٽنن جا ڳرا پٿر جيڪي نيل نديءَ جي ڪنارن تان گهلي گهلي ميلن جا ميل سفر ڪري چيچڙ چٿجڻ وارن غلامن جي چيچڙ ۽ چٿجڻ جو انت ڪڏهن بہ ناهي ٿيڻو. دنيا ۾ اڄ بہ غلام چٿجي چيچي رهيا آهن. ڇا هن اهو نہ پڙهيو هو تہ: دنيا ۾ مذهب منجهان مذهب، تحريڪن مان تحريڪون ڦُٽنديون آيون آهن. پر انسان جي مرڻ جو ڪوبہ انت ڪونهي؟ انسان جي Exploitation جو ڪوئي انت ڪوئي اروڀرو ۽ ڇيهہ ڪونهي؟ ۽ انسان جي مسئلن جو ڪوئي حل ڪونهي!

مان سمجهان ٿو تہ هيءُ شخص، جيڪو اسان جي تاريخ جو هڪ اهم شخص آهي. سو انڊو- پاڪ جي ناڪام اشتراڪي انقلاب جي باقيات هوندي بہ هڪڙو بهترين عاشق آهي، پر هن 'گيتانجلي' ضرور پڙهي هوندي،

مونکي لڳندو آهي ’سوپو‘ پراڻي ڪتاب ۾ رکيل گل جي پنکڙي آهي. ٻڙ جو چهچ گهاٽو وڻ آهي. هن واقعي پنهنجي قولَ ۽ فعل کي هِڪَ ـ ڪَرو رکي اسان جو انسانيت ۾ ايمان پختو ڪيو آهي. تنهن لاءِ ڪيس مان خراج ٿو پيش ڪريان. چو تہ هو گهٽ ۾ گهٽ، پرمٽن ۽ پئسي تي تہ وڪامي نہ ويو ۽ سوڀي گيانچندانيءَ کي اسان جي پسند ڪرڻ جو صرف هڪ اهوئي سبب آهي. باقي مارڪس جو انڊسٽريل مغرب، پنهنجي شڪل تبديل ڪري ويٺو ۽ سوشلزم مشرق جي سوڙهين خوابيدا ۽ انڌارين گهٽين ۾ گم ٿي ويو آهي. روس ۾ اُهو مرده ميمٿ بڻجي ويو آهي ۽ انقلاب هاڻ ڪراچيءَ ۾ گهمندڙ بد پيشي لاءِ آيل قزاقستاني ۽ ازبڪستاني ڇوڪرين جي اکين مان بہ ڳولئي نٿو لڀي.

محسوس ٿيندو آهي ڇڻ:

ہم تو ہیں اجڑے ہوئے شہر کی طرح،
آنکھیں بتا رہی ہیں کہ ویران تم بھی ہو!

منهنجي خيالن جو مطلب شايد اهو ڪڍيو وڃيَ تہ مان ڪو زندگيءَ منجهان مايوس آهيان! مان زندگيءَ منجهان مايوس ناهيان. اها تہ سڀ ڪجهہ آهي! اها چوڏهينءَ جي رات، چنبيليءَ جي ول، شڳنڌ جو جُهوٽو خوبصورت اکيون، تخليق جو مظهر، تارن ڀري راتڙي، سَرهو صبح، درياءَ جون لهرون ۽ لکين ورنن آهن ان جا!

پر نظرين اسان کي ائين مايوس ڪيو آهي، جيئن عاشق کي بيوفا معشوق ڪري! منهنجو مطلب اهو آهي تہ: اسان کي اسان جن گذريل، نسلن ڳاڙها ۽ ساوا جهنڊا ڪڻي مايوس ڪيو. يا اهي سچا هئا! مان تہ سمجهان ٿو. اسين، هاڻ، بلڪ سڄي دنيا جا سمجهو ماڻهو بنان ڪنهن نظريي جي گذارڻ لاءِ آتا آهن! ائين نہ هجي تہ بيڪنگ جي تيانمن چوڪ تي ڪميونسٽ گولين سان سوين شاگردن جا لاش نہ ڦٿڪن ها! مشرقي جرمنيءَ وارا ريلوي Tunnel مان فرار ٿي مغربي جرمني پهچڻ جا جتن نہ ڪن ها! ۽ برلن جي ڀت کي هٿوڙا ڪڻي ان کي ڊاهي پٽ نہ ڪن ها! ۽ يوگو سلاويا ۾ سرب ۽ ڪروچيائي ماڻهو پنهنجي نسلي تعصب جي زهر ۾ نہ وڃن ها! ماڻهو الاجي ڪيئن آهن؟ اهي ڪيئن رهڻ ٿا چاهين. سمورا نظريا اهو سمجهڻ کان قاصر آهن!

●

# ڪهاڻي ۽ سوسائيڊ بامبر

ڪن ماڻهن جو خيال آهي تہ سنڌي ڪتاب "نياز" يا "خيرات" ۾ ورهائجندڙ حليم ۽ سيري پوريءَ جيان هوندو آهي، ان ڪري سنڌي ڪتاب ڇپارائي خيرات ۾ ورهائي ڇڏڻ کپي. منهنجي خيال ۾ اها سنڌي اديبن ۽ دوستن جي فراخدلي آهي جو اُهي اوهان جا ڪتاب وٺي رکن ٿا. پر جيڪڏهن ڪنهن فقير کي اوهان خيرات ۾ ڪتاب ڏيڻ جو ارادو ڪيو ۽ اهو ڏيئي بہ ڇڏيو تہ شايد فقير ورائي اهو ڪتاب اوهان جي مٿي ۾ هڻي ڪڍي، ڇو تہ مهانگائي ايتري تہ وڌي ويئي آهي، جو ڪو بہ ڪتاب پڪوڙن واري کي وڪڻڻ سان شايد پڪوڙن ۽ ڊبل روٽيءَ جو خرچ بہ نہ نڪري!

ڪجهہ سنڌي اديبن خاص ڪري مراد علي مرزا صاحب جو خيال آهي تہ ڪاموڙا ۽ ٻيا اعليٰ طبقي جا ماڻهو جيئن هڪ هٽي کي ماڪيءَ جا شيشا، پرفيومس، بوٽ، گاڏيون ۽ ٻيون مهانگيون شيون گفٽ ڪن ٿا، تيئن اسان اديبن کي وري پنهنجا ڪتاب هڪ ٻئي کي گفٽ ڪري انهن کان بدلو وٺڻ گهرجي، ڇو تہ اهڙيءَ ريت نہ رڳو ڪتابن جي سرڪيوليشن وڌي ويندي، بلڪ ڪتاب جو پهريون ڇاپو بہ خدا جي قدرت سان وقت سِر ختم ٿي ويندو اهو هڪڙيءَ طرح سنڌي ڪتاب کپائڻ جو بهترين طريقو بہ آهي ۽ عوام جي خدمت بہ ڇو تہ ڪتاب پڙهڻ بجاءِ سنڌي ماڻهو گاڏي واري کي وڪڻڻ وڌيڪ پسند ڪن ٿا. ائين گهر جي صفائي بہ ٿيو وڃي ۽ پڪوڙن جي پڙين ٺاهڻ جي ڪم ۾ بہ سهوليت ٿيو پوي.

شروع ۾ مون جڏهن ڪهاڻيون لکڻ شروع ڪيو تہ مون کي اهو ڪم ڏاڍو سولو ۽ مناسب لڳو ۽ سوچيم تہ اسان جا سينيئر اديب تہ چُٽڪيءَ ۾ ڪهاڻي لکي وٺندا هوندا. ان ڪري مان بہ چُٽڪيءَ ۾ ڪهاڻي لکندس. هڪڙي اميريڪن اديب تہ شايد ائين بہ چيو هو تہ: 'اوهان جي ڪهاڻيون

---

16 مئي 2009ع ـ حيدرآباد ۾ ملهايل س.ا.س جي ايوارڊ تقريب لاءِ لکيل

لکڻ شروع ڪيون تہ هر ڪُنڊ پاسي ۾ اوهان کي ڪا نہ ڪا ڪهاڻي پيل ملندي' ڪهاڻيون نہ هيون جڻ پکوڙا کائي اچلايل ڪاڳر هُئا. پر ڏهہ پندرهن ڪهاڻيون لکڻ کانپوءِ مون کي ڏينهن جا تارا نظر اچي ويا! ۽ سوچيم اهو ڪم ايڏو سولو ڪو نہ هئو جيترو مون سمجهيو پئي. ۽ خبر پيم تہ اسان جا سينيئر ليکڪ ۽ اديب جن سالن کان ڍڳ ڪهاڻين جا لکيا آهن. ائين ئي چُٽڪيءَ ۾ نہ لکي رهيا هئا. ٿوريءَ دير لاءِ خيال آيم تہ شايد انهن وٽ ڪو سُپر مين گهرائڻ جو وظيفو آهي يا الہ دين جو ڏيئو هوندن. جنهن کي مهٽو ڏيئي هو ڪنهن بہ جن کي گهرائي اهو ڪم وٺندا هوندا. پر ڪم سپر مين ۽ جنن کان زور هئو.

مان تہ پنهنجي عزت ماب استاد لاءِ (مان امرجليل کي پنهنجو استاد سمجهان ٿو جنهن هڪڙي پيري مون کي مسلسل لکڻ جي دعا ڪئي هُئي حالانڪِ هن سان اسلام آباد ۾ ڪيل ڪئين ڪچهرين ۾ جنهن ۾ چانهہ سدائين هن کي پيئارڻي پوندي هئي هن ڪڏهن بہ اهو نہ ٻڌايو تہ ڪهاڻي ڪيئن لکبي آهي) بهرحال ان لاءِ حيران آهيان تہ ان دؤر ۾ هن پنهنجين گوناگون مصروفيتن مان ڪيئن ايڏو وقت ڪڍيو. اهو سڀ ڪجهہ ڪيو آهي. سوين ڪهاڻيون، مضمون، ڪالم، ريڊيو ڊراما، ٽي وي ڊراما ۽ سڀ ڪجهہ. جڏهن تہ منهنجي حالت هيءَ آهي جو سابق صدر مشرف جي ريفرينڊم واري ڏينهن کان وٺي اڄ تائين محترم نفيس احمد 'ناشاد' طرفان باوجود آمهون سامهون ملڻ جي، خطن لکڻ جي ۽ ٽيليفونن تي ڳالهائڻ جي ۽ ڪهاڻين جا مطالبا ڪرڻ جي، هڪ بہ ڪهاڻي لکي هن کي ڏيئي نہ سگهيو آهيان. منهنجو اهڙو Attitude منهنجي طبيعت کي وفاقي سرڪار جي طبيعت سان ملائي ٿو جنهن جو ذڪر حسن مجتبيٰ بہ ڪيو آهي جيڪا صوبن جي عوام جي بار بار جي مطالبن بعد بہ 'صُمٌ بکمٌ عُميٌ' واري پاليسيءَ تي گامزن آهي.

عبرت ميگزين ۾ منهنجي هڪ ڪهاڻي ڇپڻ لاءِ مظهر لغاريءَ جي زال محترمہ تسليم کي منهنجي وائيف کي نہ رڳو سفارش ڪرڻي پئي هئي، پر ٻہ دفعا منهنجي گهر اچي منهنجي وائيف جي چانهہ بہ پيئڻي پئي هئي، اهو سڀ انڪري نہ هئو تہ مان ڪافي بزي هئس يا مان ڪو وڏو ليکڪ هئس، پر اهو انڪري هئو جو دراصل مون کي ڪهاڻي لکڻ ايندي ئي ڪانہ هئي ۽ هاڻ بہ اها حالت آهي. اهو مون لاءِ ايترو ڏکيو ڪم هئو جيترو 'جونيئر بش' لاءِ 'اساما بن لادن' کي مارڻ جو ڪم هئو.

محترم دوستو ۽ پيئرو!

ڪهاڻي لکڻ جي ميدان ۾ اچڻ کان پوءِ مون تي ڪافي حقيقتون روشن ٿيون. جن مان هڪ حقيقت هيءَ بہ هُئي تہ عام طرح مون تي ڪهاڻيءَ جي آمد اڪثر شامن جو سج لهڻ مهل يا وري صبحن جو سج اُڀرڻ مهل ٿيندي هئي. جڏهن آئون يا تہ يوگا جو ڪو آسڻ پيو ڪندو هئس يا وري گهرجي اڳيان ڪنهن سرڪاري لان يا باغيچي ۾ واڪ ڪري رهيو هوندو هئس. مون جڏهن پنهنجيءَ ان ڪيفيت جو ذڪر پنهنجي هڪ عقلمند دوست سان ڪيو تہ هن ڏاڍي پريشانيءَ مان چيو:

"اهي علامتون ڪهاڻيءَ لکڻ جون نہ پر 'ڊينگي وائرس' يا وري 'سوائن فلُو' جون آهن. اوهان کي گهر کان ٻاهر نڪرڻ کان پاسو ڪرڻ گهرجي."

پر مان جيئن تہ عيسائي يا يهودي نہ هئس، خدا جي فضل سان مسلمان هئس، ان ڪري 'سوائن فلو' جي خطري کان ٻاهر هئس. الله تعاليٰ يهودين کي بہ 'سوائن فلو' جي خطري کان محفوظ رکيو آهي. اهو الائجي ڇو؟ حالانڪ يهودين سان اها رعايت نہ ٿيڻ ڪپي ها! بهرحال مسلمان 'Love in the time of cholera!' جهڙا ڳرا ڪتاب لکڻ کان بچي ويا ۽ هاڻ اهو ڪم 'ميڪسيڪو سٽي' وارن کي ڪرڻو پوندو! مسلمان گهڻا ئي خراب ڪم ڪرڻ کان بہ بچيل آهن. جن مان هڪڙو ڪم لکڻ پڙهڻ جو بہ آهي.

برطانوي صحافي ڪرسٽينا ليمب کي جڏهن طالبانن افغانستان جي جيل مان آزاد ڪيو تہ هن هڪڙو ڪتاب لکيو: جنهن ۾ هن تڏهوڪي افغان وزير تعليم لاءِ لکيو جيڪو ڪابل جي هڪ اسڪول ۾ ٻارن کي ليڪچر ڏيڻ آيو هو. تنهن تقرير ڪندي چيو تہ 'انگريز ڏاڍا ڪُوڙا آهن. چون ٿا سج ڌرتيءَ کان هيترو هيترو پري آهي، هاڻ ٻڌايو هنن ايڏي وڏي فوٽ پٽي ڪٿان آندي جو اهو مفاصلو ماپيائون؟' اهو پڙهڻ کان پوءِ مون کي خبر پئي تہ مسلمانن کي لکڻ پڙهڻ جي عادت بجاءِ چئن شادين ڪرڻ جي عادت ڇو پيل آهي!

مسلمانن کي الله تعاليٰ ڪافي چڱاين سان نوازيو آهي. انهن مان تمام وڏي چڱائي اڄڪلهہ طالبان طرفان مسلمانن تي ٿي خودڪش بمبار حملا آهن! جن جو هڪ فائدو دين جي خدمت آهي ۽ ٻيو فوري فائدو آباديءَ جي واڌاري تي ڪنٽرول پڻ آهي.

ڪڏهن ڪڏهن مان سوچيان ٿو خدانخواستہ مان جيڪڏهن ڪتاب نہ لکان ها تہ پوءِ ڇا ڪريان ها؟ شايد ان صورت ۾ مان پوليس وارو ٿي وڃان ها. پر شايد مون کي ماڻهن جي بد دعا ڪانہ هئي. انڪري ڪوشش جي باوجود پوليس وارو نہ ٿي سگهيس. پر وري سوچيان ٿو ان صورت ۾ آخر

آئون ڇا تہ ٺيان ها؟..... ڪافي سوچڻ بعد محسوس ڪيم تہ ان صورت ۾ مان بالاخر خودڪش بمبار ئي ٺيان ها.

هڪڙي سک کي سندس ڪمانڊر خودڪش حملي لاءِ تيار ڪيو: حملو ڪرڻ کان اڳ سک پنهنجي ڪمانڊر کان احتياطا پڇيو:

"خودڪش حملو ڇا ٿيندو آهي؟"

جواب مليس تہ "اهڙي قسم جي حملي ۾ پنهنجي پاڻ کي مارڻو هوندو آهي!"

خوشونت سنگهہ جي مائٽ اطمينان سان ڪنڌ لوڏيو ۽ حملي ڪرڻ لاءِ روانو ٿي ويو ڪلاڪ کن کان پوءِ سک سردار پنهنجي ڪمانڊر کي فون ڪيو تہ "مان هڪڙي اهڙيءَ جڳهہ تي موجود آهيان جتي ويهہ ماڻهو موجود آهن. ڇا مان اُتي خودڪش حملو ڪريان؟"

ڪمانڊر چيس: "نہ ويهہ ماڻهو ٿورا آهن. تون اتي وڃ جتي گهڻا ماڻهو هجن." ڏهن منٽن کان پوءِ خوشونت سنگهہ جي مائٽ سک سردار جيءَ ڪمانڊر کي ٻيهر فون ڪيو ۽ پڇيو: "مان هاٿي مچي مارڪيٽ ۾ موجود آهيان، جتي گهٽ ۾ گهٽ هڪ سئو ماڻهو موجود آهن...... اِتي خودڪش حملو ڪريان؟"

ڪمانڊر چيس "اها جڳهہ بلڪل مناسب آهي، تون اتي خودڪش حملو ڪري ڇڏ!" سردار جِي اهڙو حڪم ملندي ئي ماڻهن جي وچ ۾ پهتو 'واهگرو!' جو نعرو هنيائين ۽ پنهنجي کيسي مان چاقو ڪڍي زور سان پنهنجي پيٽ ۾ ٽنبي ڇڏيائين.

محترم پڙهندڙ ۽ پائرو يقيناً اوهان جي ڪا چڱائي ڪم اچي وئي هوندي جو مان خودڪش بمبار بڻجڻ بجاءِ ڪهاڻيڪار بڻجي ويس.

هڪڙو مسلمان ايمپريس مارڪيٽ ۾ خودڪش حملو ڪرڻ آيو ۽ 'الله اڪبر' جو نعرو هڻي ٻئي ٻانهون مٿي ڪري ڇڏيائين، پر ڪنهن طرح بارودي جيڪٽ تہ ڪانہ ڦاٽي، پر خودڪش حملي آور ڊپريشن ۾ بيهوش ٿي ويو ايڌي وارا هن کي اسپتال کڻي ويا ۽ اتي ڪيس داخل ڪيو ويو ڪلاڪ کن کان پوءِ هن اسپتال جي بيڊ تي اکيون کوليون تہ هن اڳيان هڪڙي نرس ويٺي هئي، هوش ۾ آيل ماڻهوءَ هڪدم نرس کان پڇيو: "باقي اوٺهتر ڄڻيون ڪيڏانهن ويون؟"

هڪڙي پيري مون کي هڪڙي عورت ليکڪا ٻڌايو تہ: 'عورتون بہ ڪتاب پڙهنديون آهن......' تہ مون کي محسوس ٿيو قيامت جي نشانين مان هڪڙي نشاني اها بہ آهي. چو تہ مون کي حليم بروهيءَ هڪ دفعي ٻڌايو هو تہ 'اڪثر ڇوڪريون ڪتاب جي پنيان ليکڪ جو فوٽو ڏسي ڪتاب وٺنديون آهن ۽ ڪتاب پڙهڻ کان اڳ ۾ ئي موبائيل فون نمبر ۽ E-mail نوٽ ڪنديون آهن ۽ E-mail ڪري پڇنديون آهن تہ 'اوهان جي ڪتاب جي پٺيان ڇپيل فوٽو تازو آهي يا پراڻو؟ اوهان جي عمري ڪيتري آهي؟ يا اوهان جي شادي تہ ٿيل ڪانهي؟' وغيره وغيره.

هڪڙيءَ عورت تہ منهنجي ڪتاب تي منهنجو فوٽو ڏسي مون کي ذاڪر 'شيف' جو پاءُ سمجهيو سو هن پنهنجي مڙس کي راضي ڪرڻ لاءِ مون کان برياني ٺاهڻ جي ترڪيب پڇڻ شروع ڪئي.

عورتن جيان مرد بہ ڪافي سمجهو ٿين ٿا. سو هڪڙي ڄڻي منهنجو ڪتاب ڏسي مون کان پڇيو: 'توهان جو فوٽو ڏسي لڳي ٿو اوهين ڪجهہ پڙهيل لکيل آهيو...... سو مهرباني ڪري اهو ٻڌايو تہ 'ميرا' ۽ 'ريما' ۾ ڪهڙو فرق آهي؟

مان اجان ڪيس جواب ڏيان تنهن کان اڳ هن ٻيو سوال ڪيو.

'اجمل قصاب ٻاڪرو گوشت وڪڻندو هئو يا ڳائو گوشت؟'

لکڻ واري معاملي ۾ منهنجي حالت اِها آهي جو 'امرتا' ۾ ڪجهہ بہ لکڻ لاءِ فقير محمد 'ڍول' مون کي هر آچر تي بنان ناغي جي فون ڪندو رهندو آهي يا آئون ڪيس بنا ناغي جو فون ڪندو رهندو آهيان. ۽ اڪثر رسالو ڇپائيءَ جي آخري مرحلن ۾ هوندو آهي تہ آئون ڪيس ڪجهہ نہ ڪجهہ موڪلي ڇڏيندو آهيان. آخري لمحن ۾ ڪم ڪرڻ جي منهنجي اها عادت ڪافي وڏن ماڻهن (خاص طرح صدر زرداري صاحب) سان ملي ٿي، جنهن ڪري پاڻ کي ڪافي عقل وارو سمجهڻ لڳندو آهيان.

•

# غلط فهمين جي لُڙاٽ ۾ گم ٿي ويل
## دوستن / دشمنن ڏانهن

اها 1981ع جي جنوريءَ جي مهيني جي هڪڙي سنجها هئي، اسين ڪجهه نوجوان سن ۾ وهندڙ درياءَ جي ڪَن ڀر، سائين جي ايم سيد جي اوطاق جي پويان هڪڙي ڪچي ڪمري ۾ گولائيءَ ۾ رکيل مُوڙن تي ويٺا هئاسون، وچ ۾ ٻيرن جا ٻُنڊ ڌکي ۽ ٻري رهيا هئا. سڀ هٿ پير سيڪي سائينءَ جون ڳالهيون ٻڌي رهيا هئاسون. سائين جيڪي به ڳالهيون ڪندو هو سي اسين پنهنجي دل جي ڊائريءَ جي پنن تي سِٽ سِٽ لکندا ويندا هئاسون! سائين جي ايم سيد انهن عظيم مفڪرن مان هئو جن نه رڳو منطق، فلسفي، تاريخ ۽ سياست بلڪ مذهب جا به باب اٿلايا هُئا. عمر جي ان حد تائين، هُو پنهنجي ڏاهپ ۽ تجربي سان به مالا مال هئو. هُو سنڌ جي انهن سچن ۽ دل وارن عاشقن مان هئو جنهن لاءِ بي دريغ چئي سگهجي ٿو ته:

مون سي ڏٺا ماءِ، جنهين ڏٺو پرينءَ کي،
ڪري نه سگهان ڪاءِ، تنين سندي ڳالهڙي!

سائينءَ ٻڌايو ته: 'قائداعظم هن سان جيڪو اختلاف رکيو سو غلط فهميءَ جي بنياد تي هئو!' اُن بعد هن ٻڌايو ته. دنيا ۾ اوهان جو دوست صرف اهو آهي، جنهن کي وضاحتون پيش ڪرڻ جي ضرورت نه هجي! دشمن ته آهي ئي دشمن، جنهن کي اوهان جي ڪابه وضاحت مطمئن نه ڪندي، پر اوهان پنهنجن دوستن کي به وضاحتون پيش ڪري پيا پاڻ کي Clear ڪندئو ته پوءِ اها دوستي وري ڪهڙي ٿي؟

سمورا ڏاها ماڻهو ان ڳالهه تي متفق آهن ته هر نارمل ماڻهوءَ جا. نه رڳو دوست پر دشمن به هجڻ کپن، بلڪ جيڪڏهن توهان جا دشمن ناهن، ته اوهان مثبت ماڻهو ناهيو يا وري اوهان پنهنجن خيالن جو تحفظ نٿا ڪري

سگهو. مون کي خبر ڪانهي تہ سائين جي ايم سيد جي، انهن جُملن ۾ ڇا جادو هئو. بهرحال مون لاءِ سيد جو مُنيءَ صديءَ جو تجربو ڪا گهٽ ڳالهہ نہ هئي، پر ان تجربي ذاتي طرح مون کي اڄ تائين ٽڙيائي رکيو آهي. اڄ بہ مان ان ڳالهہ تي قائم آهيان، تہ واقعي دوست کي Clearification جي ضرورت نہ هوندي آهي. اهو ئي سبب آهي جو دنيا ۾ اڄ بہ زال ۽ مڙس جو رشتو قائم آهي، محبوب ۽ محبوبا جو رشتو قائم آهي ۽ نفرتن ۽ دشمنين جا سڀ رشتا قائم آهن ۽ جنگ جو رشتو قائم آهي ۽ اهو قول بہ قائم آهي تہ: 'جنگ ۽ محبت ۾ هر شيءِ بلڪ هر عمل جائز آهي!'

دنيا ۾ هر شيءِ يا مظهر (Phenomenon) جي لاءِ قانون نهيل آهن پر ان هوندي بہ دنيا ۾ جيڪي قانون شڪنيءَ جا واقعا ٿين ٿا تن ۾ 15 سيڪڙو بہ رڪارڊ تي نٿا اچن! ان جو سبب محبتن اندر نفرتون ۽ نفرتن اندر محبتن جا سامان آهن.

مان ان ڳالهہ تي يقين رکان ٿو تہ ماڻهوءَ جي دوستي ليليٰ ۽ مجنون جيان هجڻ کپي يا وري نہ هجي تہ بهتر. ليليٰ کي ڪير جي وچي چوي تہ تنهنجو مجنون اڄ ڪنهن ٻئي جي ڪُڇَ ۾ ويٺو هو تہ اُها اعتبار ڪنديءَ؟ يا وري مجنونءَ کي ڪير وڃي ٻڌائي تہ رات، ليليٰ ڪنهن ٻئي سان گهاري تہ مجنونءَ کي اعتبار ڪرڻ کپي؟ 'بلڪل نہ' دنيا ۾ اڄ تائين جن بہ ڪمن جي آڌت ناهي ٿي، اُهي اهم آهن بلڪِ Surprising ۽ Astonishing آهن.

مون جڏهن کان پنهنجن دوستن کي، پنهنجين مصروفيتن ۽ عملن جي Clerification ڏيڻ بند ڪري ڇڏي، تہ اُهي 'بروٽس' جيان دشمنن ۾ تبديل ٿي ويا ۽ مون جڏهن بہ دشمنن کي وضاحت پيش ڪرڻ مناسب نہ سمجهي، تہ اهي 'سيزر' جي سينيٽرن جيان، ورن ۾ لڪل 'ڊيگرس' (ڇُرا) ڪڍي مون کي هڻڻ لڳا. منهنجي حالت روم جي 'سيزر' کان ڪنهن بہ صورت ۾ گهٽ نہ هئي، جنهن کي مارڻ کانپوءِ سڀيئي قاتل احساسِ ندامت کان ويهي رُنا ۽ رانيات ڪيائون! اهڙي صورتحال ۾ ڪنهن بہ سنجيدي ماڻهوءَ کي ڇا ڪرڻ کپي؟ ظاهر آهي، اهو ئي جيڪو 'جوليس سيزر' ڪيو هو. "Brutus You too!?" ۽ سائين جي ايم سيد ڪيو هو تہ: هن پنهنجيون ٻانهون انهن دشمنن ۽ دوستن ڏانهن وڌايون تہ هٿو هٿ ڪڙيون جيستائين هٽي سگهو ٿا!

دنيا جي سمورن اهم واقعن ۾ چار سچار وارن يا دوستن اهم ڪردار ادا ڪيا آهن. 'هابيل' کي قتل ڪرڻ وارو سندس سڳو ڀاءُ 'قابيل' هئو. حضرت ابراهيم عہ کي باھہ جي مچ ۾ ساڙائڻ لاءِ جنهن نمرود ڪردار ادا ڪيو هو سو بہ ڪنهن کان ڳجهو ڪونهي. حضرت عيسيٰ عہ کي مارائڻ وارو سندس ئي ٻارهون چيلو 'يهودا' هئو جنهن بعد ۾ گهڻو پڇتايو. حضرت امام حسين عہ کي ڪربلا جي ميدان ۾ شهيد ڪرڻ وارو 'يزيد' بہ ڪو ڌاريو ڪو نہ هئو مسلمان هئو. مسلمانن جو خليفو هئو ۽ ان اسلامي دنيا جو حڪمران هئو جيڪا حضرت امام حسينعہ جي ناني حضور صلعم جن ٺاهي هئي ۽ هيءَ جيڪا (فرعونن جي ڏؤر کان وٺي اڄ تائين) دنيا ۾ باھہ پئي ٻري يهودين ۽ مسلمانن جي، ان جو سبب بہ هڪ ئي مڙس حضرت ابراهيم عہ جون بہ زالون ۽ انهن جا بہ پُٽ حضرت اسماعيل عہ ۽ حضرت اسحاق عہ آهن. هڪڙي ئي خاندان جو بلڪ هڪڙي ئي گهر جو جهيڙو آهي!

ڳالهہ هلي پئي دشمنن ۽ دوستن جي جنهن موضوع تي ڪتاب لکي سگهجي ٿو: بهرحال منهنجي گناهن جو تہ آرو پَروئي ڪونهي: امير مينائيءَ جا خوبصورت شعر چيو آهي:

بندہ نوازیوں پہ خدائے کریم تھا،
کرتا نہ میں گناہ تو گناہِ عظیم تھا۔

ڪنهن ڪيڏو نہ خوبصورت جُملو چيو آهي:

"Truth is simple & can be told simply!"

# آرٽ ۽ ڪرافٽ

ڪافي وقت کان سنڌ ۾ پر پوريءَ دنيا ۾ ويهين صديءَ جي اڌ کان وٺي ترقي پسند تحريڪ اهو بحث شروع ڪيو تہ ادب کي آرٽ کان وڌيڪ ڪرافٽ جو رنگ ڏيڻ کپي بلڪ ادب کي مڪمل طرح نظرياتي هجڻ کپي ۽ اهو جيڪڏهن نظرياتي پروپئگنڊا جي زمري ۾ نٿو اچي تہ اهو ڪنهن بہ ڪم جو ڪونهي. ڪهاڻيءَ يا شعر توڙي ناول کي انقلاب جي ڳاڙهي گوڏ ٻڌائي جيسين طهر نٿو ڪيو وڃي تيسين اها ڪهاڻي بي مقصد آهي! ادب کي انقلابي بنائڻ جي ويڙهہ وڙهندي 'ماياڪو وسڪيءَ' کي بہ ڏنپيو ويو. پر هن رياست سان ويڙهہ نٿي چاهي. اها ويڙهہ 'اينا اخماتووا' جهڙيءَ شاعرا سان بہ وڙهي وئي ۽ ڪيس ۽ سندس پٽ ٻنهي کي بيروزگار ڪري سائبيريا جي قيدخاني ۾ موڪليو ويو! اها ويڙهہ 'بورس پاسترناڪ' سان بہ وڙهي وئي جنهن 'ڊاڪٽر زواگو' لکيو جيڪو هاڻ روس ۾ بندش پيل ڪتاب ناهي! اها ويڙهہ نظرياتي ماڻهن 'سولزي نتسن' سان بہ وڙهي ۽ 'اسٽالن' جهڙي جلاد آمر 'سولزي نتسن' کي بہ بيروزگار ڪري سائبيريا اماڻي ڇڏيو جتي هن 'One day in the life of Ivon Densovich' جهڙو ناول لکي نظرياتي آمريت جا وَڪا پڌرا ڪيا. 'سولزي نتسن' سندس ڪهاڻين جي هڪ مجموعي ۾ پڊيءَ مئٽريونا تي بہ هڪ ڪهاڻي لکي آهي جنهن جو مڙس 1917ع ۾ انقلاب کي بچائڻ واري جنگ ۾ ماريو ويو ۽ پٽ ٻي عالمگير جنگ ۾ ڪتب آيو. هاڻ هوءَ 80 سالن جي پوڙهي، اڪيلي، هلڻ کان هلاڪ هڪ فليٽ ۾ قيد سندس بجليءَ جو غلط بل ڪيئن ٺيڪ ڪرائي؟ هن 'ڪينسر وارڊ' بہ لکيو ۽ پنهنجي ضمير جي آزادي جو اعلان ڪندو رهيو! سولزي نتسن جو ناول 'One day in the life of Ivon Densovich' 'اسٽالن' جي مرڻ کانپوءِ روس ۾ ڇاپيو ويو ۽ 1953ع ۾ 'سولزي نتسن' کي قيد مان آزاد ڪيو ويو! 1968ع ۾ ٻيهر اعلان ڪيو ويو تہ 'سولزي نتسن' (Alexander Solzhenitsyn)

سوويت يونين جي 'بنيادي اصولن' جي خلاف لکندڙ اديب آهي ۽ وري مٿس ڪات ڪُهاڙا ۽ ڇُريون اُڀيون ڪيون ويون! ان ئي سابقہ سوويت يونين جي بنيادي اصولن ۾ هي اصول بہ شامل هو تہ هڪ رات جو ان ملڪ جون ٽينڪون چيڪو سلاويڪيا ۾ گهڙي آيون ۽ ملڪ جي چپي چپي تي 'بنيادي اصول' لاڳو ڪيو ويو. چيڪ اديب 'ميلان ڪنديرا' بہ ڪو روس مخالف يا سوشلزم دشمن ماڻهو ڪونہ هو. ميلان 1947ع ۾ ئي چيڪ ڪميونسٽ پارٽيءَ جو ميمبر تي چُڪو هئو. جڏهن چيڪو سلاويڪيہ ۾ پر امن انقلاب جيڪو روسي ٽينڪن جي طفيل 1948ع ۾ آيو ۽ روس جيان ڪميونسٽن. پنهنجن ئي ميمبرن کي ڦاهيون ۽ جيل ڏيڻ شروع ڪيا تہ 1950ع ۾ 'ميلان ڪنديرا' کي بہ پارٽيءَ ڪڍي ڇڏيو ۽ 1956ع ۾ ٻيهر کيس پارٽيءَ بحال ڪيو ۽ 1970ع ۾ وري ڪڍي ڇڏيائونس!

'گابريل گارشيا' جي ڪهاڻي ڪجھ ٻيءَ طرح آهي. هو بہ ڪميونسٽ گروپ ۽ پارٽيءَ جو ميمبر رهيو آهي پر هن اتان استعيفا ڏئي ڇڏي هوُ ڪيوبا جي 'فيڊل ڪاسترو' جي حمايت ڪري ٿو بلڪ سندس گهرو دوست آهي ۽ هر سال پنهنجي زال سميت ڪاسترو جو مهمان بڻيل هوندو آهي، جنهن جي ڪري 'فيڊل ڪاسترو' تنقيد جو نشانو بہ بڻبو رهيو آهي. گابريل پنهنجي ابتدائي عمر ۾ انتهائي غريب ماڻهو رهيو آهي. ڪنگال پڻي جا ڏينهن بہ گذاريا اٿائين! اڄ بہ هن جي دوستن ۾ ترقي پسند ۽ لبرل ماڻهو شامل آهن.

گارشيا ۽ ڪنديرا فن جي بلندين کي ڇُهي چڪا آهن ۽ اڄڪلھ جيئن تہ سڄي دنيا سوويت يونين ۽ سوشلزم جي بربباديءَ ڪانپوءِ هڪ زبردست صدمي بعد ٿڪائيندڙ/ ورچائيندڙ ۽ حيرانيءَ ۾ وجهندڙ دؤر مان لنگهي رهي آهي جنهن کي (Counter Revolutionary era) انقلاب_ مخالف دؤر چوڻ وڌيڪ مناسب ٿيندو. سڄي دنيا حيران آهي تہ اهو ٿيو ڪيئن؟ جنهن ملڪ پنهنجي ٻارڻ (Fuel) جا ذخيرا بہ هڪ سؤ سالن تائين جيترا ڪٺا ڪري ڇڏيا هئا ان ملڪ جي رڌڻي ۾ رولو ڪيئن پيو؟ پر اڄ جي سنڌ جو دانشور اڃا بہ 1960ع_ 1970ع واري دؤر ۾ پيو گذاري، جنهن صدمي واري ڪيفيت مان سڄي دنيا گذري پئي ۽ حيرانيءَ ۽ چپ جي فضا ۾ مبتلا آهي. اها ڪيفيت هو پاڪستان يا سنڌ ۾ قبول نہ پيو ڪري! سنڌ جو ڏاهو جديد دؤر ۾ وري ٻئي ڪنهن مارڪس لاءِ نہ نهاري رهيو آهي بلڪ هن کي 18

صديءَ وارو پنهنجي ڏاڙهيءَ وارو مارو مارڪس وسري نٿو جنهن جي لنڊن واري قبر تي بقول اينجلس جي تہ گاهہ ايري آيو آهي پر منهنجي خيال ۾ مارڪس جي قبر هاڻ گهاٽن ٻيلن ۾ گم ٿي وئي آهي.

اڄ جي ان Counter Revolutionary Era انقلاب مخالف دؤر ۾ دنيا اهو تجربو بہ پرايو تہ ڪنهن بہ قوم ۽ ملڪ کي نظريي جي بنياد تي حقيقي اقتصادي آزاديءَ سان بہ همڪنار نٿو ڪري سگهجي. ٻيون انساني آزاديون تہ پري رهيون! ۽ اڄ اسين ان ڳالهہ تي بہ واضح آهيون تہ سڄي دنيا ۾ ڪنهن آمر يا ڪنهن بہ جمهوري ملڪ توڙي سوشلسٽ ملڪ کي قطعي طرح اهو حق حاصل ناهي، تہ اهو ٻئي ڪنهن ملڪ جي هڪ ميٽر زمين تي بہ پنهنجي ڪنهن بندوق بردار کي بيهاري پنهنجي طاقتور يا نظرياتي هئڻ جو اعلان ڪري ۽ دنيا ان نتيجي تي پهتل آهي تہ هر قوم کي ۽ هر ملڪ کي پنهنجا فيصلا پاڻ ڪرڻ جي بہ مڪمل آزادي هئڻ گهرجي ۽ جي قومي آزادي ناهي تہ حاصل ڪرڻ لاءِ جدوجهد ڪرڻ ضروري آهي. دنيا ۾ جتي بہ اهي حق ماڻهن جا، قومن جا ۽ ملڪن جا، آمريت، جمهوريت، شهنشاهي، يا سوشلزم ڦري ٿو تہ سمورن ماڻهن کي اهو بنيادي حق آهي تہ اهي هو ٻيهر حاصل ڪرڻ لاءِ بلڪ پنهنجن آزاديءَ جي خوابن حاصل ڪرڻ لاءِ انهن سان آخري دم تائين وڙهن. خواب جيڪي مور جي کنڀن جهڙا سهڻا آهن.

هاڻ جڏهن سوشلزم مقدس ڳئون ناهي رهيو تہ ٻڇڻ ڇو گهرجي؟ بسم الله ڪري ان کي سِير وجهي حلال ڪري، ان کي ڊيپ فريزر ۾ اسٽور ڪرڻ گهرجي!

صدين کان ماڻهن سان مختلف رنگن جي جهنڊن، 'مقدس نظرين' ۽ 'پارٽي ڊسيپلين' جي نالي ۾ ڪيس ۽ ٺهر ڪيا ويا آهن! ۽ پارٽي ڊسيپلين جي خوبصورت نالي ۾ يا وري مقدس قائدن ۽ ضابطن ۽ قانونن جي نالي ۾ قومن / ملڪن ۽ باضمير ماڻهن کي تلوارن چرين، ڪاراين ۽ ڪاتين مان ڪڍيو ويو آهي. دنيا جي تاريخ ۾ جن جن ماڻهن بہ ضمير جي آواز تي لبيڪ چئي! پوءِ اهو حضرت عيسيٰ هجي يا عيسيٰ ڪانپوءِ جو يروشلم (انساني تاريخ کي هزارين سال ٿيا آهن ۽ انساني نسل کي لکين سال. ان حساب سان حضرت عيسيٰ جو دؤر صرف 2 هزار سال پراڻو آهي ۽ اهو عرصو ايڏو وڏو بہ ڪونهي!) هو پاڻ ڪاڏيءَ جا ڪپڙا پهري ڪليسا ۾ هڪ تڏو وڇائي ويٺو پر اڄ ان جا پادري، بشپ ۽ پوپ اطلس جا جبا اوڍي ڳلي ۾ سون جا صليب ٿا لٽڪائين! اها ئي نظرياتي

آمريت آهي جنهن گليلو ۽ ابن رشد کي ڏنپ ڏنا کي توبهه تائب ڪرايو ۽ افلاطون جي استاد کي 'هيملاڪ' جي سزا ڏني. دنيا ۾ هميشه ائين ٿيندو آيو آهي! اها ڪا نئين ڳالهه ڪانهي.

ميلان ڪنديرا ۽ گارشيا مارڪيز يا سولزي نتسن سندن لکڻين جي حوالي سان فن جي عظيم بلندين تي بيٺل ليکڪ مڃيا وڃن ٿا. انهن جون لکڻيون انساني آزاديءَ جي اعلان سان گڏوگڏ پنهنجي ڌرتي ماءُ جي حفاظت لاءِ پڻ سينو سپر ڪريو بيٺيون آهن. اهو تڏهن ئي معلوم ٿيندو جڏهن ڪو شخص انهن کي پڙهندو پر بنا پڙهڻ جي هوا ۾ تير هلائبا ته ظاهر آهي ائين ٿيندو. ماڻهو ته رڳو ڪنهن جي وات مان ميلان ڪنديرا ۽ گارشيا مارڪيز جا خطرناڪ ۽ نه سمجهه ۾ ايندڙ نالا ٻڌي ئي ڇرڪي ويندا ۽ حيران ٿي ويندا ته وچ! هنن دانشورن انهن کي پڙهيو آهي, تڏهن ته چون ٿا ته انهن کي نه پڙهڻ گهرجي ڇو ته اُهي ماڻهن کي پلائين ۽ رلائين ٿا! حالانڪِ ميلان ڪنديرا جي ناول جي رڳو هڪ سٽ اسان کي جنرل ضياءَ جي آدمخور مارشل لا جي سچي ظالم دؤر ۾ وڌيڪ بهتر ۽ وڌيڪ خوبصورت لکڻ لاءِ اپاريندي رهي.

'A man's struggle against power is memory's struggle against forgetting!'

اقتدار/ حڪومت جي خلاف هڪ ماڻهوءَ جي جدوجهد دراصل وسريل جي خلاف يادداشت جي جدوجهد آهي!

ادب ڪهڙو صحيح آهي ۽ ڪهڙو غلط ان جو فيصلو ته لينن به نه ڪري سگهيو هو جنهن جو پسنديده ناول هو: 'اوبلوموف!' اوبلوموف روسي ليکڪ 'گونچروف' جو لکيل هئو ممڪن آهي ته لينن کي 'اوبلو موف' جهڙي محبوبا جي خيالن ۾ گم ۽ نڪمي ۽ ناڪاره ماڻهوءَ مان روسي ماڻهو کي يا انقلاب کي سمجهڻ جي ڪا ڳالهه ملي هجي بهرحال لينن گورڪيءَ کي لکڻ لاءِ ته آپاريندو رهيو پر گورڪيءَ جي 'ماءُ' جي بجاءِ هن جو فيوريٽ ناول 'اوبلوموف' هو! جڏهن ته اوبلوموف نه انقلابي ادب هئو نه ٽانڊي باز جدوجهد سان پرپور هئو ۽ نه وري پارٽي پروپيگنڊا! اهو ئي سبب آهي جو سنڌ ۾ به ڪافي عرصي کان نام نهاد ڪميٽيڊ اديبن سچي, حقيقي تخليقي ادب جا رستا روڪي ادب کي پارٽي پمفليٽ بڻائي ڇڏيو آهي ۽ اهي سمجهن ٿا ته جيڪو فن فڪر اسان جي سياست جي تابع ناهي سو فن فڪر ئي ناهي! ان ڪري ئي نه ته بهتر سنڌي ڪهاڻي ٿي لکجي ۽ نه وري

شعر؛ ادب جي صنفن جيڪا ترقي 1950 کان 1975 واري دؤر ۾ ڪئي. سا ختم ٿي ويئي. نسيم کرل جي ڪهاڻين تي "وڏيرڪين ڪهاڻين" جو ليبل هنيو ويو. امرجليل تي ٻي جا تنقيد ڪئي وئي. مشتاق شوري، ماڻڪ ۽ ٻين کي وللي واويلائي اديب ڪوٺيو ويو. مدد علي سنڌي، طارق عالم ۽ اڪبر سومري کي مايوسي ڦهلائيندڙ ۽ نظرين جا مخالف اديب ڪوٺيو ويو ۽ ان لاءِ رسالن ۾ تقريرن ۾ مناظرا ڪيا ويا.

سوويت يونين به پنهنجي انقلاب جي ستر سالن ۾ گورڪي، رسول حمزاتوف ۽ چنگيز ائتماتوف کانسواءِ ڪهڙا سنا سرڪاري اديب پيدا ڪيا؟ جيڪڏهن ڪو شخص 'شولوخوف' ۽ 'دوستوفسڪي' کي سوشلسٽ اديب مڃيندو ته اهو ٻيل ڪندو؛ ٻئي طرف 'پشڪن' جي شاعريءَ ۾ وري ڪهڙو انقلاب هئو جو انقلابي روس ان کي ڪيترين ٻولين ۾ ترجمو ڪرائي ڪيترا ڪيترا ايڊيشن ڇپرايا؟ 'پشڪن' آڪٽوبر انقلاب کان اٽڪل 118 سال اڳ يعني 1799ع ۾ ڄائو ۽ 1837ع ۾ تذهوڪي پيٽرس برگ (لينن گراڊ) جي شهر ۾ ماريو ويو. هن جي مرڻ لاءِ روايت آهي ته هو هڪ حسينا جي عشق ۾ ڊوئل ڪندي ماريو ويو. 1822ع ۾ سندس بداخلاقيءَ واري طبيعت جي ڪري کيس سرڪاري نوڪريءَ مان جواب مليو. پشڪن ڪنهن هاريءَ ۽ مزدور جو پٽ نه پر جاگيردار گهراڻي جو ڪائيندڙ پيئندڙ شخص هو. هن پنهنجي زندگيءَ جا 37 سال عياشيءَ ۾ گذاريا ۽ عاشقيءَ ڪندي ماريو ويو! هن جا ڪئين خوبصورت عاشقاڻا شعر لکيل آهن جن کي ڇپارايو ويو آهي، بلڪ اهي محفوظ ڪيا ويا آهن.

توڻي جو ان ئي دؤر ۾ سوويت يونين جا ماڻهو ڪوڪا ڪولا ۽ بيف برگر لاءِ سڪندا هئا اهي سوويت رياستن جي ماڻهن لاءِ ڪائڻ منع هئا ڇو ته انهن برگرن ۾ سرمائيدارن جي ڏڳين جي گوشت جا ٽڪر پيل هئا پر لوهر (Blacksmith) جو پٽ برزنيف برطانوي ۽ آمريڪي ڪارن ۾ چڙهڻ جو شوقين هو ۽ وٽس اهڙين مهانگين ۽ آرامده ڪارن جي هڪ قطار هئي! ۽ ووڊڪا بجاءِ اسڪاچ جو شوقين هئو.

هڪ انٽرويو ۾ رسول حمزاتوف کان ادب بابت پڇيو ويو ته "انقلاب کانپوءِ اوهان وٽ (سرڪاري طرح) اعليٰ ادب لکجڻ ڇو بند ٿي ويو آهي؟" (ان دؤر ۾ عتاب هيٺ آيل اديب سائيڪلو اسٽائيل تي ادب ڇاپيندا هئا ۽ پنهنجون لکڻيون لڪي لڪي ورهائيندا هئا) ته رسول حمزا جو جواب هو: "اسان ان ڳالهه جو

ڪڏهن نيڪو ڪنيو هو تہ انقلاب بہ آئيندا سون ۽ عظيم ادب بہ پيدا ڪندا سون؟“

Ignacio Cervantes جهڙي موسيقار کي جڏهن سوشلسٽ ڪيوبا مان ڌڪا ڏئي ڪڍيو ويو تہ هن هڪ لازوال ڌن ڪمپوز ڪئي جنهن جو نالو رکيائين 'Farewell to Cuba!' جڏهن اوهان جي تهذيب ۽ تاريخ مان موسيقي/ ادب ۽ آرٽ نڪري ويجي ۽ رڳو وڃي سرڪس ۽ طائفا بچن تہ ان جو مطلب يقيناً هيءُ هوندو تہ اوهين هاڻ سنو سوچڻ ۽ ڳالهائڻ جهڙا نہ رهيا آهيو. آرٽ کي ملڪ نيڪالي ڏيڻ سان اوهين سٺا لوهار تہ پيدا ڪري سگهو ٿا پر سٺا سونارا هرگز نہ!!

ڳالهہ آهي نظرين جي غير منطقي نفاذ جي، نظرين جي غلط نفاذ (Application) بہ ماڻهن کي روبوٽ بنائڻ ۾ وسان ڪونہ گهٽايو آهي. انهن اسٽالن جهڙا ڪئين روبوٽ پيدا ڪيا پر اهي اندر ۾ پڄي پري پيا! جيڪو شخص پنهنجي پٽ ياڪوف زال ناديہ ۽ ڌيءُ سويتلانا کي مشين جو پرزو سمجهي Treat ڪندو رهيو ۽ نيٺ سندس زال خودڪشي ڪئي، سندس پٽ پاڻ کي گولي هڻي مارڻ چاهيو ۽ ڌيءُ سويتلانا بہ ساڻس بغاوت ڪئي ۽ روس ڇڏي ٻاهر هلي وئي.

قوم لاءِ سوچڻ جا بہ رويا آهن تہ جڏهن قوم لاءِ اديب سوچي ٿو تہ اهو ماءُ جيان سوچي ٿو جيئن ميلان ڪنڊيرا چيو تہ: ”منهنجي ڌرتي ماءُ تي قبضو ڪيو ويو!“ ۽ قوم لاءِ جڏهن نظرياتي ماڻهو سوچي ٿو تہ اهو پيءُ جيان سوچي ٿو پر سيني کي خبر آهي تہ ماءُ جي اجهل محبت کي اڄ تائين دنيا جي ڪنهن بہ قانون نہ روڪيو آهي. حقيقت هيءَ آهي تہ ميلان ڪنڊيرا جي لفظن ۾ هن بيوروڪريٽڪ دنيا ۾ ڪا چڱائي، ڪا نئين ڳالهہ ۽ ڪوبہ آزاديءَ جو عمل وجود نٿو رکي، رڳو حڪم، قائدا ۽ ضابطا وجود رکن ٿا ۽ هيءَ اطاعت جي دنيا آهي! هاڻي اهڙيءَ دنيا ۾ جڏهن ڪو ليکڪ ڪافڪا جيان گريگري سمسا جو ڪلارڪيءَ وارو ڪردار ٿو بيان ڪري تہ نظريا ڪاوڙجي ٿا پون!

## Living With Deads

### (مُئلن سان گذارو)

ڪتاب يادگيري مُئلن جي ذڪر کان سواءِ اڻ پوري هوندي آهي ۽ ڪنهن به واقعي، وارتا، يادگيريءَ ۽ مظهر (Phenomenon) جو اظهار دراصل مئلن سان گڏ گذارڻ جو ئي ذڪر ٿئي ٿو. سڄي انساني تاريخ، سمورا مذهبي ڪتاب ۽ صحيفا، ماضيءَ ۽ مُئلن جي ذڪر، فڪر ۽ داستانن سان ڏٽيا پيا آهن! اسين جيئرا، دراصل مُئلن جو تسلسل آهيون. ان ڪري انهن جي ذڪر کان سواءِ، اسان جو پنهنجو ذڪر به اڻ پورو هوندو. مئلن جو ورثو Dead Heritage ئي آهي، جنهن تي دنيا پئي هلي. آگستي ڪانتي (Auguste kante) ته ايستائين چوي ٿو ته: 'مُردا جيئرن تي حڪومت ڪن ٿا!'

منهنجي خيالَ ۾ جيئرا، مُردن سان گڏ سلهاڙجي هَلڻ ۽ انهن جو ذڪر ڪرڻ ۾ فخر بلڪ عزت محسوس ڪن ٿا. مئلن کان سواءِ دنيا بي معنيٰ آهي.

مون ننڍي هوندي گهر جي وڏن کي اڪثر مئلن جو ذڪر ڪندي ٻڌو جيڪو انهن جو مُئلن سان هڪ طرح محبت جو اظهار هئو!

سمورا ماڻهو نبين، رسولن، اَصحابين، اوليائن، بزرگن، فقيرن، سياسي رهنمائن، راجائن، بادشاهن، شهنشاهن، راڻين، سونهن ديوين، قلو پٽرائن، وينسُن، هيلنُن، وزيراعظمن، صدرن، رام، ڪرشن، سيتا، راوڻ، راڌا، گوتم، حضرت ابراهيم ع، حضرت موسيٰ ع، حضرت عيسيٰ ع، حضرت محمد ﷺ، زردشت، ڪنفيوشس، بهاءَ الله، گرو رجنيش ۽ ٻين گهڻن سان گڏ گذارڻ لاءِ تمام گهڻا جتن پيا ڪن. بلڪ انهن سان گڏ رهڻ ۽ گذارڻ لاءِ نه رڳو سرگردان پر پريشان پڻ آهن! تي سگهي ٿو ته انهن مان ڪي پيارا ماڻهو دنيا مان ظاهري طور هليو وڃڻ کان پوءِ به روحاني طرح جيئرا هجن. بهرحال! اهو ڪهڙو سبب آهي جو ماڻهو انهن عظيم ۽ پيارن پر مُئل ماڻهن سان گڏ رهڻ يا گذارڻ جا ايڏا وڏا جتن ٿا ڪن؟! شايد اهي سمجهن ٿا ته انهن جي ائين ڪرڻ ۾ سندن سُڪون ۽ محفوظ زندگيءَ جو راز لڪل هجي؟،

جڏهن تہ اهي ٻئي شيون 'Peace of Mind' ۽ 'Security' انسان جي نصيب ۾ ئي ڪونهن!



## فونو گرافس ۽ ڇُڪ ڇُڪ ڪندڙ گهڙيون:

جڏهن اک کلي تہ ڏٺم سڄو گهر ڪتابن سان پريل، بلڪ ڏتيل هئو ان کان علاوه واچن ۽ گهڙيالن، وال ڪلاڪس سان پريل هئو ۽ فونو گرافس ۽ لاک وارن شاهي ڪارن ريڪارڊن سان بہ پريل هئو لاک مان ٺهيل انهن ڳئورن رڪارڊن جو نعم البدل، اڄڪلهہ ڪامپيڪٽ ڊسڪ 'C.D' ۾ ملي ٿو! رڪارڊ جي وچ ۾ اڪثر ميرون يا وري هيڊي رنگ جي گول ڇُتڪي، جنهن تي چوڏاري دي سنڌ مُسلم گراموفون ڪمپني، چوتڪي گهٽي حيدرآباد ۽ گراموفون جي تصوير اڳيان هڪڙو ميوزڪ ٻڌي ڪنڌ لوڏيندڙ ڪُتو.

منهنجو وڏو چاچو ڪڏهن ڪڏهن سُٺي موڊ ۾ هئڻ ڪري اُهي فونا ۽ ريڪارڊ پيتين مان ڪڍي گراموفون ۾ چاٻي پري سهگل، جيوٽي ٻائيءَ ۽ بين جا ڪلام ٻڌندو هو. واچن ۾ وال ڪلاڪ، جيبي گهڙيون ۽ رسٽ واچون، جيبي گهڙين جو چينيءَ جو ڊائل جنهن تي رومن انگ ۽ ريل جو دونهون ڪڍندڙ انجڻ چاپيل هوندو هو. اهڙي هڪ گهڙي مون بعد ۾ هڪڙي انڊين سپاهيءَ، جيڪو ٻي مهاياريءَ جنگ ۾ انگريزي فوج طرفان جرمنن سان وڙهيو هو ۽ پنهنجي عمر جي آخري دؤر ۾ اسان جي شهر ۾ پان وڪڻندو هو. (سرفراز ميمڻ، جيڪو نذير عباسيءَ سان گڏ ڪميونسٽ پارٽي آف پاڪستان ۾ هو ۽ بعد ۾ سوويت يونين ۽ پوءِ جرمني هليو ويو ۽ اڄان تائين اُتي رهي ٿو. ان پانن واري مُلين وٽ ڪم ڪندو هو) جي صَدري (ويسٽ ڪوٽ) جي کيسي ۾ ڏٺي. هو اسان کي ٽائيم ان مان ڏسي ٻڌائيندو هو!



## ڪافي، ڪارن(Corn) ۽ آئيس ڪريم:

هڪڙي اڪيلي ڪمري ۾ مان ۽ منهنجو ڏاڏو جنهن کي ان دؤر ۾ هيپاٽائيٽس بي هئي ۽ مون کي نمونيا هئي. جيڪا مهينن جا مهينا هلي پئي، ٻن الڳ الڳ کٽن تي پيا هوندا هئاسون. هر ڪو پنهنجي حصي جي بيماري ڀوڳي رهيو هو. هر ماڻهو جيان اسان ٻئي بہ پنهنجو پنهنجو صليب

ڪلهي تي ڪٽي هلي رهيا هئاسون. ڪائڻ لاءِ ڪچڙيون ۽ ميوو جام مليو ٿي.
مون کي ياد آهي تہ ان دؤر ۾ اسان جي خانداني بزرگ ۽ صوفي شاعر حضرت
اولياءِ راهب فقير جا ڪافي مريد جيڪي ٿر ۽ ناري ۾ ڦهليل هئا. ڪافي
شيون ڪٽي ايندا هئا. جن ۾ هڪ پيري گول پني ۾ ويڙهيل سادا ڪيڪ بہ هئا
جيڪي ڪائڻ لاءِ مون ڏاڍو زور پريو پر منهنجي بيماريءَ ۾ منهنجي ڏاڏيءَ،
مون کي اهي ڪائڻ نہ ڏنا. منهنجي لاءِ اهي ڪيڪ هڪڙي ٽين جي پيتيءَ ۾
بند ڪري رکيا ويا تہ جڏهن مان چاق ٿيندس تہ ڪائيندس. ننڍي هوندي کان
وٺي ڪيڪ ۽ آئيس ڪريم، چاڪليٽ، ڪارن ۽ ڪافي منهنجي من
پسند غذا رهيا آهن. (۽ اڪثر ڊسمبر جي سرديءَ ۾ بہ ڪوهہ مري ۾ مون آئيس ڪريم کائڻ
نہ وساري آهي.)

ان جي ڪجھہ ڏينهن کان پوءِ منهنجو ڏاڏو گذاري ويو. اسين ٻئي
بيمار جيڪي هڪڙي ئي ڪمري ۾ ٻن بسترن تي ساهہ کڻي رهيا هئاسون.
انهن مان هڪڙي جي زندگيءَ جي ڪهاڻيءَ جو آخري باب لکجي چڪو تہ
گهر جي ڪمرن ۽ اڱڻ ۾ سڀ ڇڙا روئي رهيا هئا. مون کي انهن مان الائجي
ڪنهن ان ڪمري مان ڪڍي ٻاهر لوهہ جي هڪ خوبصورت ڪرسيءَ تي
ويهاري ڇڏيو جتي مان بہ (ٽن چئن سالن جو ٻار) روئي رهيو هئس. زندگيءَ ۽ موت
جي اها ڪهاڻي، دنيا جي هر گهر ۽ گهٽيءَ ۾ ورجائجندي رهي ٿي. گوتم
جنهن نرواڻ جي تلاش ۾ نڪتو هئو ان کان پهرين هن جي دل ۾ موت جو
ڊپ بہ شامل هئو!



## خوبصورتي، عاشقي
## ۽ موت:

’سڄو شهر تنهنجي پيءَ جو عاشق هئو! ڇا عورتون ۽ ڇا مرد!‘ اهڙي
ڳالهہ مون کي شهر جي هڪڙي جهوني حجم منهنجي سنوارت ڪندي
ٻڌائي، پر مان جڏهن ڪافي هوش سنڀاليو، تہ هو هڪڙو تارڪ الدنيا ماڻهو
بڻجي چڪو هو! جڏهن تہ هن پنهنجي نوجوانيءَ وارا سال (35_1934ع وارا)
۽ ٻيا ڪئين سال، پنهنجو وقت عِشقَ ڪندي، ڪيپيٽل سئنيما ۾ بليڪ
اينڊ وائيٽ فلمون ڏسندي ۽ ايوب جي دؤر ۾ حاجي صادق ميمڻ وٽ، اينڊڙ
ذوالفقار علي ڀٽي سان ڪمپنيون ڪندي گذاريا. مون هن جا ان دؤر ۾
سبايل ٿري_ پيس گهر جي اسٽور روم ۾ پيل ڏٺا. بعد ۾ هن گهر وارن (ماءُ ۽
پيءُ) سان ضد ڪري لو_ميرج ڪري ڇڏي، جيڪا هن ورهاڱي کان پوءِ

انڊيا مان آيل هڪڙي اردو اسپيڪنگ ڇوڪريءَ سان ڪئي، جيڪا هاڻ هڪ جهوني عورت جي صورت ۾ منهنجي ماءُ آهي.

بابا جي دوستن ۾ ويڪري ڇهري ۽ وسيع دل وارو هڪڙو خوبصورت ماڻهو ۽ رُوح، سيٺ علي يوسفاڻي بہ هئو. جنهن جي شهر جي وچ واريءَ اوطاق ۾ هڪڙو يلو گهوڙو بہ ٻڌل هوندو هو. ان دؤر ۾ حالانڪ موٽر ڪارون عام هيون خاص طرح وليز جيپون پر گهوڙي تي سواري بہ وڏي شان واري ليکبي هئي. سيٺ عليءَ هڪ ڏينهن ڇڪلي جي هڪ سندس دوست عورت (جيڪا هُن جي اوطاق تي رهيل هئي) سان ڪنهن اڻ-بڻت سبب زهر کائي ڇڏيو! ان ڏينهن شهر جي خاص خبر اها هئي، تہ 'سيٺ علي پنهنجي محبوبا سان وڙهڻ بعد زهر کائي ڇڏيو آهي.' شهر ۾ ڇڻ ڪو راڪاس گهمي ويو هو. موت جي خوف جو راڪاس!؟ مان جڏهن اُها گهٽي اُڪري اوطاق ۾ اندر ويس تہ مون ڏٺو: ناليءَ مان سچو گيهہ وَهي رهيو هو جيڪو سيٺ عليءَ ڪي سندس نوڪر نڙيءَ ۾ اوتي رهيا هئا ۽ 'بابا جي اکين ۾ غم جا ڳوڙها هئا ۽ هڪ پلنگ جي اِيس تي، اُها خوبصورت ڇهري ۽ پريل جسم واري سهڻي عورت، غم ۾ نهال ويٺي هئي. مون کي ياد آهي، هن خوبصورت عورت کي ڊارڪ گرين ويلوِٽ جا ڪپڙا پهريل هئا ۽ اکين ۾ ڪجل پيل هئو. جيڪو روئڻ جي ڪري وهي چُڪو هو.

'ڏکي ڏونگر پاڻ ۾ ٻئي ويٺا رُون!' بابا جي اکين ۾ مون کي ناصر جو هيءُ شعر لکيل نظر آيو:

آؤ کچھ دیر رو ہی لیں 'ناصر'،
پھر یہ دریا اُتر نہ جائے کہیں!

۽ سيٺ علي، جيڪو موت جُون آخري هڏڪيون ڪٽي رهيو هو ۽ جنهن کي سندس نوڪر ۽ دوست موت جي مُنهن ۾ وڃڻ کان بچائڻ لاءِ سچي گيهہ جا شيشا اوتي رهيا هئا ۽ ملائڪ سندس موت جي ڪتبي جا آخري حرف لکي رهيا هئا. مون کي هيٺئين شعر جي تصوير نظر آيو:

کہوں کس سے میں کہ کیا ہے شب غم بُری بلا ہے!
مجھے کیا برا تھا مرنا، اگر ایک بار ہوتا!

زهر هن جي رڳ رڳ ۾ پيهي ويو هو ۽ نيٺ هن جي زندگيءَ جو اختتام ٿي ويو! مون پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪنهن بہ ماڻهوءَ جي مرڻ لاءِ اهو پيو پيرو ٻڌو هو. پهريون پنهنجي ڏاڏي لاءِ ۽ ٻيو سيٺ عليءَ لاءِ.

شهر ۾ هر شخص جي وات تي اهو ئي ذڪر هئو ۽ مون چند گهڙين لاءِ هن جي ڏوليءَ کي ڏنو جنهن مٿان هيءُ شعر اڏامي رهيو هو:

ہوئے مر کے ہم جو رُسوا ہوئے کیوں نہ غرقِ دریا
نہ کبھی جنازہ اٹھتا نہ کہیں مزار ہوتا!

جڏهن سندس جنازي نماز پڙهائڻ لاءِ ڪنهن مولويءَ کي چيو ويو تہ هن انڪار ڪيو. 'خودڪشي ڪندڙ شخص الله جو باغي آهي انڪري سندس جنازي نماز پڙهائڻ بہ جائز ڪانهي.' مولويءَ چيو.

ذوالفقار علي ڀٽي صاحب پنهنجي هڪڙي ڪتاب ۾ هڪ عرب ملڪ جي شهزاديءَ لاءِ لکيو آهي، تہ هو جڏهن وزير_خارجا هئو تہ ان کيس چيو: 'ڏس ذوالفقار! جيڪڏهن تون پاڪستان جو صدر بڻجي وڃين تہ مان هيءُ قيمتي هيرو (جيڪو هن جي نيڪلس ۾ جڙيل هئو) توکي تحفي ۾ ڏيندس!' بعد ۾ صدر بڻجڻ بعد، اهو هيرو اُن شهزاديءَ هن کي ڏيڻ چاهيو پر ڀٽي صاحب نہ ورتو: 'اسين عرب زبان ڏيئي پويان نہ هٽندا آهيون' ان شهزاديءَ دليل ڏنو.

سيٺ عليءَ واري اُن ئي اوطاق ۾ نصرپور جا ڪجهہ پانڌياڻي ۽ رَند، ٽنڊي ڄام جا ڪتياڻ، تاجپور جا نواب، پير گلڻ شاهہ راشدي، جنهن جي ماءُ سگوريءَ جي، بابا تيج پيتي هئي، پير مٺن شاهہ جو ننڍو ڀاءُ (جنهن وٽ جيئي سنڌ محاذ جو صدر ۽ منهنجو يونيورسٽيءَ جو ڪلاس فيلو بشير قريشي ايندو هئو) اڪثر موجود هوندا هئا.

مٿيان سڀ خوبصورت ڪردار رومانٽڪ، صوفي ۽ خوبصورتيءَ جا پرچارڪ هئا. جن کي عرف عام ۾ شرابي- ڪبابي ۽ ليڊي ڪِلر چيو ويندو آهي: جيئن اوريانا فيلاسيءَ ڀٽي صاحب کان سوال ڪيو هئو:

'Finally you have the reputation of being a lady killer, a Donjuan, are It's true Mr. President?'



## پراڻن ڏينهن جا ويلنٽائن ڊي:

ٽنڊي الهيار شهر کي مون هيئن ريئلائيز ڪيو آهي:

'It is no more than a place of memory & imagination of my boyhood!'

شهر جي ڏکڻ ۾ شاهي اوطاق، جنهن بعد گهٽ ۾ گهٽ ٻن ٽن ايڪڙن ۾ ڦهليل ميدان ۾ ڪجهه ٻيرن جا پيليون ڦليون جهليل وڻ۔ اوطاق جا وسيع ڪچا ڪمرا، صفُحا، جن جي ڇت جي داسن ۾ ڳُڙڪن ۾ ٻچا ڪندڙ پاريل، ٻيرن جي وٽن هيٺ نوڪر، ديسي ڪڪڙ ۽ ٻڪر ڳهي انهن کي ديڳين ۾ پُچندا رهندا هئا ۽ جڏهن ڏينهن ٺري شام جي لبادي ۾ ويڙهجي ويندو هو تہ. مٺيان سڀ دوست ۽ سنگتي تيار ٿي، اچي ان چٽڪار ڪيل شاهي ميدان ۾ وڇايل گلمن ۽ غاليچن تي ڌُول وهاڻن کي ٽيڪ ڏيئي ويهندا هُئا: جتي اسڪاچ جي بوتلن جا ڍڪ کلندا هُئا ۽ اندر ڪمرن ۾ ڪالهوڪي رات جو اوجاڳو ڪيل سارو ڏينهن سُتل حسينائون اٿي وهنجي سهنجي تيار ٿي ٽنگن ۾ گهنگهريا ٻڌي پنهنجين سنهين چيلهين، ڀريل، ڀُريل، ڀُنين ۽ مست نگاهن جا تير اُڇلائيندين، ٺهڪ ڏيندين، مُرڪنديون اچي انهن جي وچ ۾ ويهنديون هيون ۽ خيام جي ساقيءَ جيان انهن جا جام ڀرينديون رهنديون هيون. بعد ۾ ناچ ۽ ڳائي جو پروگرام هلندو هو ۽ اُهي ان دؤر جون ناهيد صديقي ۽ شيما ڪرمانيءَ جهڙيون مها ڊانسرز جهانجهر کي جهنڪائينديون ۽ مخروطي آڱرين کي هوا ۾ لهرائي Top class جي پرفارمنس ڪنديون هيون.

طبلي جي ٿاڦ، ٺرندڙ رات، نشيلا نيڻ ۽ خوبصورت جسم. جڏهن ٽڪجي هارجي پوندا هئا، تہ محفل پڄاڻيءَ کي پهچندي هئي، سڀ سنگتي ۽ سنگتياڻيون آڱرين ۾ آڱريون وجهي، ڪمرن ۾ سُمهڻ لاءِ هليا ويندا هئا. انهن جون اهي محفلون ويهہ ويهہ، پنجويهہ پنجويهہ ڏينهن هلنديون رهنديون هيون ۽ بابا بہ اوترا ئي ڏينهن گهر ۾ نہ ايندو هو. امان کي خبر هئي تہ منهنجو پيءُ مون کي سيني ٻارن کان وڌيڪ ٿو چاهي، ان ڪري هُوءَ مون کي وهنجاري سهنجاري سُٺا ڪپڙا پارائي اکين ۾ سُرمو وجهي ڪنهن ماڻهوءَ هٿان، مون کي اوڏانهن ڏياري موڪليندي هئي. مان ڪجهہ وقت لاءِ ان محفل ۾ حسينائن جي جُوٽن ۾ ٻڌل، تازن گلابن ۽ رابيلن جي مهڪ/ اسڪاچ ۽ سگريٽ جي دونهين جي مليل جُليل بوءِ محسوس ڪندو هئس، بلڪ ڪجهہ وقت لاءِ Observe ڪندو هئس. هُو سڀ آخر تائين اهي محفلون سجائي رکندا هئا. اهي سڀ بابر بادشاهہ جي چاچي جيان مهينن

جا مهينا پيئندا رهندا هئا. اهي سڀ اُن دؤر جا عاشق ڇڙ: هر روز 'Valentine Day' ملهائي رهيا هوندا هئا.



اُس نے خوشبو کی طرح میری پذیرائی کی:

ننڍي هوندي کان ئي مان هڪڙو اڪيلائي پسند ماڻهو هجڻ ڪري، اڪثر 'Sundays' تي شهر جي سوڙهين ڳلين ڏانهن نڪري ويندو هئس ۽ اتي انب، ٻير ۽ زيتون وڪڻندڙ گهوڙڻين جا هوڪا ٻڌندو رهندو هئس: ٽنڍي الهيار جي هندن جي متروڪ پڪين بلڊنگس کي ڏسندو راما پير جي مندر اڳيان گذرندو ڪچي قلعي پرسان ڪَڏ. جيڪا ڪنهن دؤر ۾ ڳاهوري واهه جي صورت ۾ وهندي هئي ۾ هاٿيءَ جي ڪنن جهڙا ڪنول جا پتا ۽ ڪنول جا گُل ڏسندو ۽ انهن پرسان ڏيڏرن جا ڪيڏيءَ ڪيڏيءَ مهل ٽِپ (ٽپڙڪا!) جا آواز ٻڌندو ڪلاڪن تائين انهن جو نظارو ڪندو سوچيندو رهندو هُئس! ٽوئنڪل ڪندڙ لڏندڙ اُهي پتا ۽ ڪليل، بند ٽيل گُل ڏسندو پسندو رهندو هُئس.

مان جڏهن يونيورسٽيءَ پُهتس ته هڪ شام جو منهنجي هڪڙي دوست جي معشوقا، جيڪا حيدرآباد جي شاهي بازار پرسان رهندي هئي ۽ پيرن ۾ گهنگهرو ٻڌي، ماڻهن جي ڳلن تان نوٽ نوچيندي رهندي هئي. هڪڙيءَ شام جو تيار ٿي هڪ پرفيوم ڪٽي منهنجي بوٽ کان وٺي، وارن تائين، مون کي شاور هنيائين ته مان سڄو خوشبوءِ ۾ وهنجي ويس. مون کي اڄ تائين خبر ڪانهي ته ان جي اهڙي اظهار جي ڪهڙي معنيٰ هئي؟!



موت جو رنگ:

ان ئي خوبصورت موسم ۾ هڪ پيري مون هڪڙو خواب ڏٺو. مان قديم فرعونن جي زماني ۾ يا يوناني ڏند- ڪٿائي دؤر ۾ ڪنهن قديم گهٽيءَ مان هلندو هلندو پٿر جي چاڙهين تان چڙهي مُعبد وينس ۾ وڃڻ وارو هُئس ته مون ڏٺو: مٿي هڪ بالڪنيءَ ۾ بيٺل انگور جي ولَ جهڙي نازڪ ۽ مرمرين بدن جهڙي ديويءَ مُسڪرائي پنهنجو هٿ لوڏي مون کي وِش ڪيو.' ساري شهر جي ڪيارين ۾ اڇا گل ٽڙيل هئا. يقيناً اُها بهار جي موسم هئي ۽ لڳو ٿي سمورا گُلَ ان بانوريءَ جي گول- چنڊ چهري جان شيتل ۽ تازا هُئا! مون به

موٽ ۾ هن ڏانهن هٿ لوڏيو تہ هن ٻيهر مسڪرايو ۽ پنهنجي مخروطي ۽ نرم هٿ ۾ جهليل هِڪڙي پيلي گلاب جي ٽاريءَ مون ڏانهن اڇلائي. مون اها ٽاري جَهٽي ورتي تہ هن ٺهڪ ڏنو. هن جا ڏند نہ هُئا ڄڻ آسٽريلين سپيءَ جو پيٽ چيري موتي ڪڍيا ويا هُئا. هن مون کي مٿي اچڻ جو اشارو ڪيو. مون محسوس ڪيو تہ منهنجي ڪلهي تي ان وقت عشق جو ٻازُ پرَ ڦڙڪائي رهيو هو. هن ڏانهن ڄڻ رُوح ۾ ٻَڏل سونهري تندن ۽ تارُن ۾ وِٽبو سِٽبو ۽ گهِلبو ڇڪبو ويس. ويجهو وڃي مون ڏٺو: هن کي پَريَن جهڙا اڇا ڪپڙا پيل هئا. هن جي فراڪ جو شاهي گهيرو سنگمرمر جي فرش تي گهلجي رهيو هو. هوءَ مون ڏانهن والهانا اچي رهي هئي. هن جي اکين ۾ عشق جا اُلاوَ هُئا ۽ مٿي تي هيرن جو تاج رکيل هئو. ڪجهہ ئي لمحن ۾ هوءَ منهنجي ٻانهنُ جي گهيري ۾ گم ٿي ويئي. مون کي محسوس ٿيو ڄڻ هوءَ مون کي سالن کان ڳولي رهي هُئي ۽ مان هن کي. ان وقت هن جون اکيون بند ٿي ويون. هن جا بي تاب پوپٽن جهڙا ڪومل چپ منهنجي جسم جي ڪنڊ ڪنڊ کي تلاش ڪرڻ ۾ سرگردان هُئا! اوچتو ئي هن پنهنجي انگور جي ول جهڙي بدن کي جهٽڪو ڏيئي، منهنجي ڀاڪرن مان ڇڏايو ۽ پٿر جي بالڪنيءَ ڏانهن هلي ويئي. منهنجي ٻَت مان ان وقت ڄڻ سُر منڊل وڪري رهيو هو. هُن جي ڇُهاءَ مون کي صندل ۾ وهنجاري ڇڏيو هو. ان بعد مان سالن تائين اها ڪيفيت محسوس ڪندو رهيس.

ان ڳالهہ کي پورا ٽي سال گذري ويا. اهو خواب منهنجي يادگيريءَ جي دفتر ۾ ڊنڏلو ٿي، ڪنهن پاسي وِنڙي ويو ڄڻ تلاءَ جو لڙاٽيل پاڻي آٽري ويو تہ اوچتو هڪ ڏينهن هڪڙي برساتي ۽ ٻنل موسم ۾ جڏهن ڄامشوري جي وڻن جي پتن مان ٽم ـ ٽم پاڻي ڳڙي رهيو هو مان پنهنجي بائيڪ کي 'C.L' وٽان ڦيرائي 'AC-2' ڏانهن وڃي رهيو هئس تہ مون کي هڪڙو سَڏ ٿيو: مان يڪدم بريڪ هڻئي ۽ ان طرف نهاريو تہ مون ڏٺو هڪ وڻ هيٺان بيٺل ۽ مِينهن ۾ پُچندڙ هڪ ڇوڪري پنهنجي هڪ هٿ سان جرنل مٿي مٿان ڇٽيءَ جيان جهليو بيٺي هئي. هن جي وارن مان ٽورو پاڻي بہ وهي رهيو هو ۽ هن جي ڪپڙن مٿان پيل ڪاري ايپرن ۾ جذب ٿي ويو هو. هن مون کي بيگ ڪيو: 'پليز! مون کي مارئي هاسٽل تائين ڪٽي هلندا'؟ هن جي چهري تي پريشانيءَ گاڏڙ مرڪ بہ هئي. مون ڪنڌ لوڏي هن کي بائيڪ تي ويهڻ جو اشارو ڪيو: هن جي ويجهي اچڻ تي مون ڏٺو هن جا وار ۽ اکيون سون جي

رنگ ۾ وهنتل هيوَن ۾ بُت سنوفال جهڙو هئو. بائيڪ تي هوءَ مون کان انچ کن هٽي ويٺي ۽ ويهڻ بعد هن پنهنجو هٿ سيٽ پويان هينڊل تي ڪپائي ڇڏيو.
"اڄ مون کان شهر واري پوائنٽ مِس ٿي ويئي آهي!" هن ڳالهائڻ جي ابتدا ڪئي.
"اڇا!" مون جواب ڏيئي گيئر هنيو ۽ ايڪسيليٽر ڏنو.
"مان مارئي هاسٽل کان ڪراچيءَ واري بس پڪڙيندي آهيان!" هن ٻيهر ڳالهايو.
"تہ توهان مارئي هاسٽل ۾ نٿا رهو؟" مون پڇيومانس.
"نہ! مان شهر ۾ رهندي آهيان." هن جواب ڏنو.
"تہ پوءِ مان اوهان کي ڦاٽڪ تي ڊراپ ڪيان، ڇو تہ مان شهر ويندس!" مون هن کان راءِ ورتي.
"ٺيڪ آ." هن راضپو ڏيکاريو.
ريلوي ڪراسنگ اچڻ کان پهرين هن مون کان پڇيو: "اوهان شهر ويندئو؟" جڏهن کي ياد آيو تہ هوءَ شهر ۾ رهندي آهي ۽ مان بہ شهر ويجهي رهيو هئس.
"هائو مان شهر ويندس پر توهان بائيڪ تي شهر هلڻ پسند ڪندئو؟" مون هن جي مُشڪل حل ڪرڻ چاهي.
"جي اوهان کي پريشاني نہ ٿئي تہ!" هن ٿورڙو مسڪرايو تہ مون کي محسوس ٿيو اها مُرڪ مون ڪنهن جنم ۾ ڏِٺي هئي!
"نہ نہ مون کي ڇا جي پريشاني." مون مسڪرايو ڳلو صاف ڪيو مٿي تي پيل 'P-cap' ٺاهي ۽ آسمان ڏانهن نهاريو مينهن هاڻ بند ٿي ويو هو.
المنظر پرسان پهچي مون هن کي چانهہ جي ڪوپ جي صلاح هنئين، تہ پهرين، تہ هن انڪار ڪيو پر بعد ۾ هن هاڪار ڪئي، مون بائيڪ بيهاري هن لاءِ گرم گرم پڪوڙا ورتا ۽ چانهہ جو آرڊر ڏنو ۽ واپس آيس تہ هوءَ پنهنجا وار ۽ چهرو ٽشو پيپر سان اگهي رهي هئي، هن جي چهري ۽ سون جي رنگ ۾ وهنتل اکين ۾ پريل مُرڪ ڏسندي مون کي ٻيهر محسوس ٿيو تہ اهو چنڊ جهڙو چهرو مون ڪڏهن ان کان اڳ بہ ڏٺو آهي:
"ڏٺل ڏٺل ٿا لڳو." مون پنهنجي ذهن تي زور ڏنو.
"شايد!.... مان زولاجيءَ ۾ پڙهندي آهيان!" هن ٻڌايو.
مون کي اسٽرائيڪ ٿيو. گلابي ڏورن سان پريل، اهي ئي عشق جي بارش ۾ وهنتل اکيون، اهي ئي ڪومل چپ، اهو ئي فوٽو- جينڪ چهرو يوناني نقش، انگورن جي ول جهڙو بدن، هوءَ جڏهن مون اڳيان ڪنول جي گل

جان، آهستي آهستي، پنکڙي پنکڙي کُلي رهي هئي! هن جي مٿي تي اُن وقت هيرن وارو تاج نہ هئو ۽ هن کي ٻرين وارو گهيريدار فراڪ بہ پيل نہ هئو پر هوءَ بلڪل اُها ئي هئي. ٽي سال اڳ ڏٺل خواب واري پريءَ جهڙي ڇوڪري، معبد وينس جون چاڙهيون چڙهندي مون ڏانهن پيلو گلاب اچلائيندڙ ساڳي حَسينا!'ان وقت هن الائجي ڇا ڳالهايو هو جيڪو منهنجيءَ سمجهہ ۾ نہ آيو. بهرحال مون محسوس ڪيو هن جي وات مان ڳالهين جي موتين جي لڙي، ڇڻي پري پري تائين ڦهلجي ويئي هئي. مون ڇهري کي جهٽڪو ڏنو ۽ واپس هليو آيس.

مان هن کي ڪٿي سندس گهر سنڌي مسلم هائوسنگ سوسائٽي ويجهي رهيو هئس، تہ رستي ۾ مون ڏٺو 'علي بابا' بيٺو هو. جنهن باوجود اهو ڏسڻ جي تہ مون وٽ بائيڪ تي جڳهہ نہ هئي، مون کي هٿ ڏيڻ کان سواءِ رهي نہ سگهيو. مان رُڪيس، عليءَ کي سلام ڪيم ۽ کيس ٻڌايم تہ 'بابا! هيءَ مريم آهي، اڄ ئي اسان جي جاڻ- سُڃاڻ ٿي آهي' تہ هن چيو: 'يارا خدا خوش رکئي، آباد رکئي' 'Take care!' ۽ مان اڳتي وڌي ويس.

ان جي ڪجهہ سالن کان پوءِ مان مدد علي سنڌيءَ سان جڏهن ٽر ويجهي رهيو هئس تہ مون ان سان ساڳئي خواب جو ذڪر ۽ ان بعد ان جي حقيقي صورت جو بہ ذڪر ڪيو تہ هن مون کي چيو: تہ 'اهي خواب مضبوط اعصابن وارن ماڻهن کي ايندا آهن' ۽ هن ٻڌايو تہ هن جو بہ اهڙن خوابن ۽ ماڻهن سان ٽڪراءُ ٿي چُڪو آهي!

'ڪٿي آهي اها ڇوڪري؟' مدد منهنجي ڳالهہ ڪٽي پڇيو.

"اها ڇوڪري!" مون ڪوچ جي دريءَ مان ٻاهر نهاريندي چيو: "اها ڇوڪري منهنجي ڪهاڻيءَ 'سرڳ' ۾ پنهنجيون سونهري اکيون ڇنڀي رهي آهي!" پر هن جون ڏٺل لپ- ڪِس منهنجي سموري سرير تي تلوڪڙين ۽ Tatoo's جيان ڦهلجي ويون آهن! جيڪا وارتا منهنجي نظم 'مشرق ۾ لکيل هڪ شعر' ۾ بيان ڪيل آهي ۽ سچ تہ هيءَ آهي، تہ هن جي چپن جا نشان، لِپ-پرنٽس اڄ تائين منهنجي بدن تي جيئرن پوپٽن جيان هلڪا هلڪا ساهہ کڻي رهيا آهن اف!" مون ٿڌو ساهہ ڀريو.

"ان ڪري مان اڪثر راتين جو ان ڊپ کان تہ اُهي پوپٽ ڇپجي نہ پون، چڱيءَ طرح سمهي بہ نہ سگهندو آهيان!" مون پنهنجي ڪيفيت بيان ڪئي. مدد عليءَ پنهنجي اکين تي پيل چشمي کي، آڱر سان ٺاهيو هُو نهايت سنجيدگيءَ سان مون ڏانهن نهاري رهيو هو:

"پوءِ.........؟!؟"

"پوءِ، هڪ ڏينهن هن منهنجي ڪهاڻي 'پيار ۽ حقيقت' جيان ڪيو:"

"ڇا ڪيو؟" مدد پڇيو.

''آج اس نے درد بھی اپنے علیحدہ کر لیے۔
آج میں رویا تو میرے ساتھ وہ رویا نہ تھا!''

مون ٻڌايو.

"اڇا! پر اها ڇوڪري هاڻ ڪٿي آهي؟" مدد انسسٽ ڪيو.

"مون کي خبر ڪانهي ته اها هاڻ ڪٿي آهي. ٿي سگهي ٿو ته منهنجي ڳولڻ تي اها لڀي به پوي، پر اُها ڇوڪري سالَ ٿيا آهن، جو مون کان رُسي ويئي آهي، چون ٿا هُوءَ منهنجو انتظار ڪري رهي آهي. دراصل اسان ٻنهي کي 'انا' جو ڪاريهر پيو ڏنگي!" مان اڪثر سوچيان ٿو.

مناکر اس کو لے آؤں مگر اس بات کا ڈر ہے
کہیں ایسا نہ ہو وہ اور بھی مغرور ہو جائے!!

"مان ڪيڏو نه خود سر آهيان!"

مان ۽ مدد علي سنڌي بليو لائين جي ڪوچ مان لهڻ لڳاسون، ڇو ته مِٺيءَ کان اڳ ۾ هڪڙو اسٽاپ 'وڄوٽو' اچي ويو هو. مون آسمان هيٺان واريءَ جي شاهي ڍِين تي نظر وڌي ته مون کي محسوس ٿيو ته قدرتي طرح مري وڃڻ يا خودڪشي ڪرڻ يا وري ائين وچڙي وڃڻ به موت جو هڪڙو رنگ ٿي آهي!

# امريڪا منهنجو محبوب نہ پر مڙس جهڙو آهي!

نائنْ اليون جي حادثي مهل اوريانا فيلاسي (Oriana Fallaci) مين هٽن ۾ هئي ۽ 8۔ سال ماٺ رهڻ کان پوءِ گذريل سال 'Rage & the Pride' جهڙو ننڍڙو ڪتاب لکي، هن هڪ ڀيرو ٻيهر مذهبي ڌرين کي ڪاوڙائي وڌو آهي. جن مظاهرا ڪري مطالبو ڪيو آهي، تہ ڪتاب تي پابندي مڙهي وڃي. هنن فرانس جي ڪورٽ ۾ ڪتاب تي پابندي لاڳو ڪرڻ لاءِ Application دائر ڪئي پر ڪورٽ اها درخواست ٻڌڻ کان نابري واري ڇڏي ۽ هاڻ اوريانا فيلاسيءَ جي ڪتاب تي سندس ملڪ اٽليءَ ۾ ڪيس هلندو. جنهن لاءِ هوءَ انتظار ۾ آهي، تہ ان جو فيصلو ڪهڙو ٿيندو؟ حالانڪ هوءَ هاڻ پنهنجي زندگيءَ جي باري ۾ ايتري پراميد بہ ڪانهي ۽ ان ڳالهہ جو ڪيس گهڻ يقين آهي تہ هوءَ تيستائين جيئري بہ رهندي ۽ ان ڪيس جو فيصلو ٻڌندي، ڇو تہ هوءَ ڪينسر جي بيماريءَ ۾ ورتل آهي.

'اوريانا' سال 1929ع ۾ 24۔ جولاءِ تي، اٽليءَ جي شهر 'فلورينس' ۾ ڄائي. سندس والد جو نالو (Edardo Fallaci) ايڊارڊو فيلاسي هئو. جيڪو مسوليني جي فاشسٽ طرز عمل جو مخالف هئو بلڪ فاشزم خلاف ڀرپور جدوجهد ڪندڙ ڪارڪن هو. اوريانا فيلاسي 15۔ سالن جي ڄمار ۾ پنهنجي پيءُ سان گڏ فاشزم خلاف مزاحمتي تحريڪ ۾ حصو ورتو ۽ بعد ۾ هُن کي فاشزم۔مخالف مزاحمت جي ڪري (ننڍيءَ عمر ۾ حصو وٺڻ جي ڪري) اٽليءَ جو اعليٰ اعزاز بہ مليو.

1950ع ۾ هوءَ صحافت جي پيشي سان وابستا ٿي، 1967ع ۾ هن امريڪا۔ويٽنام جنگ لاءِ War-Reporter طور ڪم ڪرڻ شروع ڪيو ۽ بعد ۾ هن دنيا جي ،ڪافي جنگين جي رپورٽنگ ڪئي. ان ڪانسواءِ هن اخبارن ۾ ڪافي ڪالم لکيا. ڪافي اهم سياسي ليڊرن، جهڙوڪ: هينري ڪسنجر، ذوالفقار علي ڀٽو محمد رضا پهلوي، آيت الله خميني، ڪرنل قذافي، ول برانٽ، ياسر عرفات، گولڊامير، اندرا گانڌي، نگوين وان ٿيو شيخ

مجيب، جنرل گياپ، حسين آف جارڊن، پيٽروئيني ، هيلڊر ڪمارا، آرچ بشپ مڪاريوس، ۽ اليگزينڊر پاناگولس وغيره کان انٽرويو ورتا، جيڪي 'Interviews with History' جي نالي سان ڪتابي صورت ۾ ڇپيا. اليگزينڊر پاناگولس جنهن کي يوناني ڳجها ادارا جيل ۾ تشدد ڪندا رهيا. هن جو فيوريٽ هو بلڪ ائين چئجي ته هن جو ساٿس عشق تي پيو ۽ اُن تي هن 'A man' جهڙو ناول به لکيو: هن هڪڙو بيو ناول 'Letter to a child never born!' پڻ لکيو جيڪو به ڪافي مشهور ٿيو ۽ هاڻ 'Rage & the Pride' نالي ڪتاب 'Hot-Cake' جيان وڪرو ٿيڻ کانپوءِ اهو ڪتاب بيسٽ سيلرز جي فهرست ۾ شامل ٿي ويو آهي. ڪتاب تي هاڻ اوريانا خلاف سندس ئي ملڪ اٽليءَ جي هڪ ڪورٽ ۾ جيڪو ڪيس هلندو تنهن لاءِ اوريانا کي شڪ آهي ته هن تي مذهب جي توهين 'Blasphamy' جو ڪيس هلندو جڏهن ته هوءَ پاڻ کي 'Atheist' ٿي چوي!

اوريانا جي ٻين ڪتابن ۾ 'The Seven sins of Holly wood' - 'The use less Sex' — 'If the sun dies' وغيره به شامل آهن.

هن جي تازي ڇپيل ڪتاب تي خاص طرح فرانس ۾ گهڻا مظاهرا ڪيا ويا ۽ ڪتاب تي پابندي مڙهڻ جا مطالبا پڻ ڪيا ويا. انتهاپسند مذهبي ڌرين ان ڪتاب تي تمام گهڻي تنقيد ڪئي آهي.

اوريانا پنهنجي ڪتاب ۾ اميريڪي شاعرا 'مايا اينجلو' جي شعر جي هڪ سٽ لکي آهي ته:

'............... be angry, Its healthy!'

ڪتاب ۾ اميريڪي صدر 'بش' ۽ 'ٽوني بليئر' کي مغرب جي تهذيب جا حفاظت ڪندڙ سڏيو ويو آهي ۽ القاعده جي دهشت گردن کي گهٽ- وڌ ڳالهايو ويو آهي. هن ڏاڍيءَ ڪاوڙ مان ساٿس ايران ۾ ٿيل ورتاءَ تي لکيو آهي ته: خمينيءَ جي انٽرويو کان اڳ هن کي چادر اوڍڻ ۽ پردو ڪرڻ لاءِ ذليل ڪيو ويو. طالبان ۽ اسامه بن لادن مغربي تهذيب کي ختم ڪرڻ جي پويان آهن. هنن جو مطالبو آهي ته اسين پنهنجي آزادي ۽ ترقي ختم ڪري ڇڏيون، دارونءَ جي بجاءِ ان جو ڪير پيئون. بهرحال هن دنيا ۾ مذهبن جي وڌندڙ 'Influence' کي تهذيبن لاءِ هاڃيڪار ڄاڻايو آهي! "اسامه بن لادن مغرب جي ڪلچر ۽ تهذيب جو مخالف آهي ان ڪري ان کي ختم ڪرڻ کپي!" هوءَ لکي ٿي: "مغرب جي تهذيب تمام وڏي خطري هيٺ اچي وئي

آهي ان ڪري مغربي تهذيب ان خطري مان ڪيڻ گهرجي ۽ يورپ ۾ بنياد پرستي وڌي ويئي آهي، جيڪا چڱي ڳالهه نه آهي!"

'Interviews with History' ۾ هن سمورن انٽرويو ڏيندڙن لاءِ پنهنجن ذاتي خيالن جو اظهار ڪيو آهي: جنهن ۾ هينري ڪسنجر جي آواز کي ڇت تي وسندڙ مينهن جي اڻ- وڻندڙ آواز سان تشبيهه ڏني اٿس ۽ ڪيس ننڍي قد وارو ٿلهو ۽ وڏي مٿي سان رڍ جهڙو ماڻهو ڪوٺيو اٿائين ۽ ان سان گڏ 'As, boring as the rainy day' پڻ سڏيو اٿس. ذوالفقار علي ڀٽي لاءِ جيڪي لفظ هن لکيا آهن سي هي آهن: 'Very intelligent, very brilliant' - ڪسنجر کي هن 'mental wet nurse of Ford' سڏيو آهي.

74- سالن جي عمر ۾ گولڊاميئر (Golda Meir) اسرائيل جي وزيراعظم رهي آهي تنهن لاءِ هن لکيو آهي ته: 'انٽرويو واري ڏينهن کان پهرين رات جو ٻين وڳي تائين گولڊاميئر جا ڪجهه مهمان رهيا. وڃڻ وقت خراب پليٽون، گلاس، ٿانو ۽ سگريٽن جي ٽوٽن سان ڏٽيل ايش ٽريز کڻي هوءَ (گولڊاميئر) پاڻ ڌوئي رهي هئي. ساڍي ٽئين وڳي بيڊ تي وڃي ٿي ۽ صبح جو ستين وڳي هر روز معمول موجب هوءَ ننڊ مان اٿي تيار ٿي اخبارون پڙهڻ ۽ ريڊيو تي خبرون ٻڌڻ شروع ٿي ڪري. روزانو سٺ سگريٽ پيئي ٿي ۽ هن جو معمول ڪم ڪار سان ڏينهن 18- ڪلاڪن تي مشتمل آهي!

"War is an immense Stupidity, I'm sure that one day all wars will end!"

'جنگ حد درجي جي جهالت آهي ۽ مون کي پڪ آهي ته هڪ ڏينهن دنيا ۾ سڀ جنگيون ختم ٿي وينديون!' گولڊاميئر جارج حباش جا هي لفظ نقل ڪيا آهن ته جڏهن جارج، اسرائيلي ٻارن سان ڀريل بس اغوا ڪئي ته هن چيو: 'It's best to kill the Israelis while they are still children!' 'تمام بهتر طريقو آهي ته اسرائيلين کي ان وقت ماريو وڃي جڏهن اڃا اهي ٻار هجن!' پيار لاءِ گولڊاميئر چيو آهي:

'Love is always beautiful, but the act of love with a prostitute is ugly!'

ياسر عرفات لاءِ هن لکيو آهي ته: 'هُن شخص نه شادي ڪئي آهي ۽ نه ئي هن جي زندگيءَ ۾ ڪا به عورت آهي. بهرحال ٻڌو ويو آهي ته هو ان يهودي عورت سان فلرٽ پيو ڪري جيڪا فلسطيني ڪاز لاءِ لکندي آهي پر هن جا باڊي گارڊ ڏاڍا هينڊسم آهن!'

ياسر عرفات يونائيٽيڊ نيشنس ۾ تقرير ڪندي چيو هئو: 'هڪ هٿ ۾ بندوق ۽ هڪ هٿ ۾ زيتون جي ٽاري' پر هو اهڙو ماڻهو آهي جنهن سان ڳالهائڻ ۽ ٻڌڻ کان پوءِ بہ اوهين ڇڻ هٿين خالي رهندئو!' اوريانا چوي ٿي.

ايران جي شاهہ لاءِ هن لکيو آهي تہ: هُن جا چپ ائين پڪوڙيل هئا، جيئن ڪو بند دروازو ۽ هن جون اکيون ايتريون سرد هيون، جيتري سياري جي هوا!' انٽرويو ختم ٿيڻ مهل شاهہ، اوريانا کي چيو: 'جيڪڏهن تون منهنجي حڪومت اڳيان بليڪ لسٽ آهين تہ ڇا ٿيو؟ 'مان توکي پنهنجيءَ دل جي اڇي پني تي ٿو لِکان!'

شاهہ حسين آف جارڊن لاءِ هن لکيو آهي تہ: 'توهان اڄ تائين ايترو غمگين چهري وارو ماڻهو نہ ڏٺو هوندو: جهڙو هو هاڻ ئي رڙ ڪري روئي پوندو! شاهہ حسين عورتن، موٽر سائيڪلن، ريسنگ ڪارن کي، سمنڊ ڪناري موڪلن ۽ تشدد ڀريل لمحن کي وڌيڪ پسند ٿو ڪري!'

اندراگانڌيءَ پٽي لاءِ چيو: 'پٽو بيلينسڊ ماڻهو ڪونهي، جڏهن بہ هو ڳالهائي ٿو تہ اوهان سمجهي نہ سگهندا تہ هو ڇا پيو ڳالهائي' - پٽي کي ان ڳالهہ تي ڪاوڙ لڳي ۽ پنهنجي انٽرويو ۾ 'اندرا' کي ميڊياڪر سوچ سان گڏ هڪ ميڊياڪر عورت پڻ چيائين. اوريانا جي هڪ سوال کان پوءِ پٽي چيو:

"I don't even respect her: There's nothing great about her!"

'اهو انڊيا جو تخت آهي جنهن اندرا کي وڏو ڪيو آهي، حالانڪ حقيقت ۾ هوءَ تمام ننڍي قد- ڪاٺ واري عورت آهي، هوءَ جي نهروءَ جي ڌيءَ نہ هجي ها تہ پليءَ هوءَ ڪيتريون بہ خوبصورت ساڙهيون پائي ۽ نرڙ تي ڳاڙها تِلڪ هڻي ۽ مسڪرائي مُسڪرائي ملي پر تہ بہ هوءَ مون کي متاثر ڪرڻ ۾ ڪڏهن بہ ڪامياب نٿي ٿي سگهي!'

'هن مون کي ڪڏهن بہ متاثر نہ ڪيو آهي: ايستائين جو اسين (آڪسفورڊ) لنڊن ۾ ملياسين ۽ هڪ ليڪچر ۾ گڏ هئاسين، تہ هوءَ پين پنو کڻي نوٽس وٺي رهي هئي تہ مون چيومانس: 'تون اهو ڇا پئي ڪرين؟ تون نوٽس پئي وٺين يا ٿيسز پئي لکين؟' مون کي يقين نہ هئو تہ هوءَ اتي اها ڊگري وٺي بہ سگهندي يا نہ؟! مون پنهنجو ٽن سالن جو آڪسفورڊ جو ڪورس ٻن سالن ۾ پاس ڪيو ۽ هوءَ ٽن سالن تائين بہ پنهنجو ڪورس پورو نہ ڪري سَگهِي!' پٽي جا لفظ هئا.

"اندراگانڌي منهنجي لاءِ ڇا ٿي چوي؟" پٽي پڇيو:

”هوءَ چوي ٿي تہ پنو جيڪو بہ ڳالهائيندو آهي سو سمجهہ ۾ نہ ايندو آهيَ ۽ هو هڪڙو ’un-balanced‘ قسم جو ماڻهو آهي.“ اوريانا ٻڌايس.

’مون هڪ فلاسافر جان لاڪ (John Locke) جي هيءَ ڳالهہ سچ سمجهي آهي تہ:

‘Consistency is a virtue of petty Minds!’

’ننڍڙن دماغن جو قضيو هڪجهڙائي هوندي آهي!‘ سمجهہ وارو ماڻهو ڪڏهن بہ هڪ هنڌ ويهي نٿو سگهي! ڦير گهير ۽ تبديلي ئي وڏن دماغن جو خاصو هوندي آهي!‘ پنهنجي جواب ڏنو.

ڳالهہ اوريانا فيلاسيءَ جي نئين ڪتاب تان شروع ٿي. جنهن يورپ جي مذهبي پوپن کي ڪاوڙائي وڌو آهي! اوريانا فيلاسي عالمگير جنگ کان بہ اڳ ۾ فاشزم خلاف هڪ زبردست مزاحمتي ڪردار رهي آهي. هن اٽليءَ جي آمر ’مسوليني‘ خلاف پنهنجي پيءُ سان گڏجي جدوجهد ڪئي ۽ هوءَ سدائين جنگين جي ميدانن ۾ رهي Observe ڪندي رهي آهي.

اوريانا کي سندس صحافتي خدمتن تي St. Winset ايوارڊ، ’وينسٽريلا وائريڊ‘ ’گِيو‘ ۽ ’بينڪريلا‘ سميت ڪافي ايوارڊ پڻ مليا آهن. هوءَ ’yell university‘ سميت ’شڪاگو يونيورسٽي‘، ’ڪولمبيا‘ ۽ هارورڊ يونيورسٽيءَ ۾ ڪافي ليڪچر ڏيندي رهي آهي. روزانو صبح جو ائين وڳين کان وٺي شام ستين وڳي تائين هوءَ لکڻ جو ڪم ڪندي رهندي آهي. هوءَ ان وچ ۾ بنان ڪائڻ پيئڻ جي ڪم ڪندي رهندي آهي، 24_ ڪلاڪن ۾ پنجاهہ کن سگريٽ پيئندي آهي ۽ اهو عمل ’Sundays‘ تي، ’X- mass day‘ تي ۽ ’New year day‘ تي بہ جاري رهندو آهي. هوءَ اڪثر فون اٽينڊ ڪرڻ کان پاسو ڪندي آهي ۽ گهمڻ ڦرڻ لاءِ بہ گهٽ نڪرندي آهي. ڪافي سالن کان هوءَ اميريڪا ۾ رهي ٿي ۽ اميريڪا لاءِ هن جو چوڻ آهي تہ: ’اميريڪا منهنجي محبوب جهڙو نہ پر هڪ مڙس جهڙي حيثيت رکي ٿو!‘

“Trees die on their Feet!” (وڻ پنهنجي پيرن ۾ ئي دفن ٿيندا آهن!)

مٿيان لفظ اوريانا فيلاسيءَ جي عاشق ۽ دوست اليگزينڊروس پاناگولس (Alexandros Panagoulis) جي ماءُ اٿينا (Athena) جا آهن. جيڪي هن لنڊن جي هڪ اخبار کي لکيل خط ۾ ڇپيا هئا. پاناگولس، جنهن کي يونان ۾ جمهوريت پسنديءَ جي سزا ۾ قتل ڪيو ويو هو سو اٿينس ۾ 1939ع ۾ ڄائو هن جي پيءُ جو نالو باسل پاناگولس (Basil Panaguolis) هئو جيڪو يوناني آرميءَ ۾ ڪرنل هئو. پاناگولس يوناني جمهوريت پسند ۽ فاشزم

مخالف اڳواڻ هئو بلڪ يونان جي مزاحمتي تحريڪ جو Founder هئڻ سان گڏ، ان منصوبي جو سرواڻ هئو جيڪو 13- آگسٽ 1967ع ۾ پاپاڊوپولس (Papadopoulos) کي ۽ ان جي حڪومت کي ختم ڪرڻ لاءِ رٿيو ويو پر پاپاڊوپولس ان حملي ۾ ٿِرَ جي گٿيءَ تان بچي ويو ۽ پاناگولس کي گرفتار ڪري ٽارچر ڪيمپ ۾ وڌو ويو جتي هنن کي خبر پئي ته هو رڳو ڪو ان منصوبي جو رٿيندڙ ڪونه هئو بلڪ يوناني مزاحمتي تحريڪ جو اڳواڻ هئو. 'Interviews with History' ۾ هن جي انٽرويو جي مهاڳ ۾ اوريانا لکيو آهي:

'ان ڏينهن هن جو چهرو يسوع مسيح جيان پئي لڳو جنهن کي هڪ نه پر ڏهه ڀيرا مصلوب ڪيو ويو هجي! ۽ هو پنهنجي 34- سالن جي عمر کان گهٽو وڏو لڳي رهيو هئو- هن جا پيلا ڳل ۽ چهرو گهنجن سان ڀريل هئا، هن جي ڪارن وارن ۾ وقت کان اڳ اڇا پٽجي چُڪا هئا ۽ هن جون ٻه اکيون ڪاوڙ ۽ اُداسيءَ جا اُهڃاڻ پئي لڳيون! ايستائين جو هو جڏهن کِليو ٿي، ته به يقين نٿي آيو ته هو ٺهڪ ڏيئي رهيو هئو:'

گرفتاريءَ کان پوءِ هو مسلسل هن تي مرڻ جي حد تائين تشدد ڪندا رهيا ۽ هڪ جيل کان ٻئي جيل منتقل ڪندا رهيا ۽ هر ڀيري هن کي ڌمڪيون ڏيندا رهيا، ته توکي قتل ڪرڻ پيا وڃون. ڪورٽن ۾ هن کي هٿڪڙيون هڻي هٿ پويان ٻڌي پيش ڪيو ويندو هو ۽ ٻاهر نڪرڻ تي چيو ويندو هو: 'فائرنگ اسڪواڊ تنهنجو انتظار ٿو ڪري!' پر هنن ڪيس رڳو ان ڪري ڦاهيءَ تي نه چاڙهيو جو ڊپ هئن ته هُو 'قومي هيرو' ٿي ويندو!

جيل ۾ هن بصر جي پنن کي ڪاغذ ٺاهيو پنهنجي زخمن مان وهندڙ رت کي مَس ۽ ماچيس جي تيلين کي قلم ۽ هن پنهنجي اندر جي اڌمن کي خوبصورت شعرن جي صورت ڏني! ۽ جڏهن اهي شعر ڪتابي صورت ۾ ڇپيا ته ان ڪتاب کي (Viareggio Prize) مليو ۽ هن کي اهم شاعرن ۾ شمار ڪيو ويو.

پاناگولس جي شاعريءَ جو ٻيو ڪتاب 'I write from a Prison in Greece!' هئو جنهن پڻ ڪافي مشهوري ماڻي. اوريانا فيلاسي هن سان ملڻ بعد سندس عشق ۾ گرفتار ٿي ويئي ۽ هن سندس مرتئي/ قتل تي 'A man' جهڙو ناول لکيو.

# Gospel of Gnostics

چون ٿا تہ عيسائيت جي شروعاتي دؤر جي 60ـ سالن تائين يعني (حضرت عيسيٰ ؑ جي صليب تي چڙهڻ کان وٺي سٺ سالن تائين انجيل مقدس جو ڪو بہ وجود نہ هئو) انجيل مقدس جا چار Gospels جيڪي نئين عهدنامي (New Testament) ۾ خاص مھيا ويا آهن، سي حضرت عيسيٰ ؑ جي چئن خاص چيلن متي، مُرقس، لُوقا ۽ جان (Matthew, Mark, Luke & John) جي نالن سان ياد ڪيا وڃن ٿا سي Gospels (پيغامَ) بہ انهن سڀني جي گذاري وڃڻ بعد لکيل آهن. انجيل مقدس ٽيهن بابن تي مشتمل هئي، پر بعد ۾ ان کي صرف انهن چئن بابن تي مشتمل ڪيو ويو ۽ ان ۾ خط شامل ڪري ان جي ضخامت وڌائي ويئي. تنهنجي انهن بنيادي ٽيهن بابن ۾ ٽي باب 'مريم مگدليني جو Gospel'، 'Gospel of Judas' يھُودا، حضرت عيسيٰ ؑ جي ٻارهين ۽ خاص خليفي يهودا جو Gospel ۽ ٽيون 'Gospel of Gnostics' ڪافرانو پيغام بہ شامل هئا. آخري 'Gospel of Gnostics' انهن متي ڏريل ماڻهن جو پيغام هئو جيڪي حضرت عيسيٰ جي سوشلسٽ تعليم تي زور ڏيندا هئا. مريم مگدليني (مگدلين يا Magdala گليل جي علائقي ۾ سامونڊي ڪناري جو نالو آهي.) جتان جي هڪ ڇوڪري 'مريم حضرت عيسيٰ ؑ سان اڪثر گڏ گڏ رهندي هئي ۽ آخر دم تائين رهي! 'Gospel of Judas' جيڪو 280 هين صديءَ ۾ لکيو ويو ۽ مصر مان ملڻ بعد اميريڪا جي هڪ بينڪ ۾ 19ـ سالن تائين لاڪر ۾ پيو رهيو. تنهن جي ڳريل سڙيل پنن کي جوڙي، تيار ڪري ڪمپيوٽر ذريعي معلوم ڪيو ويو آهي تہ ان ڪتاب ۾ استعمال ٿيل پنو 280ـ هين صديءَ ۾ تيار ٿيل 'پيپائرس' آهي. يعني اهو ان سن ۾ لکيو ويو هو. پر اهي ٽيئي Gospels بہ پادرين ۽ رومي ڪليسا انجيل مقدس مان ڪيڍي ڇڏيا! ڇو تہ سندن خيال هئو تہ اهي باب ماڻهن جي ذهنن کي خراب ٿا ڪن يا وري يهودا هنن کي وٽيو نٿي!

'Gospel of Judas' جو سرواڻ 'يهودا' جنهن کي حضرت عيسيٰ ع جو ٻارهون خليفو مڃيو ويو آهي، سو يهودي هئو ۽ هن حضرت عيسيٰ ع سان آخري 'ڊنر' 'last Supper' ڪرڻ بعد پيلاطس بادشاهه جي رومي سپاهين کي وڃي ٻڌايو تہ: يسوع مسيح فلاڻي باغ ۾ لڪل آهي. ان ڪم جو هن کي معاوضو ٽيهہ روپيا مليو. چون ٿا تہ ايڊولف هٽلر جيڪا يهودين کان نفرت ڪندو هو ۽ انهن کي هولوڪاسٽ ذريعي تباهہ ڪرڻ جو جيڪو پروگرام ٺاهيو ان کان اڳ ۾ هن اهڙو ڊرامو ڏسي پنهنجي مؤقف ٺاهيو جنهن ۾ 'يهودا' حضرت عيسيٰ سان غداري ۽ منافقي ڪري ان کي گرفتار ڪرائڻ ۾ ڪردار ادا ڪيو!

مٿين ٻن پيراگرافن لکڻ جو مقصد دراصل هيءُ هئو تہ ٽي سال اڳ 2003ع ۾ هڪڙي انگريزي ۾ تخليقي ادب جي استاد 'Don Bron' هڪڙو زبردست اختلافي (Thriller) Controversial لکيو آهي، جنهن عيسائي دنيا ۾ ٻرڏڪ مچائي ڇڏيو آهي! ڇهہ سؤ صفحن جي هن ناول ۾ جيڪو ڪجهہ بہ بيان ڪيو ويو آهي سو هتي سنڌيءَ ۾ ترجمو ڪرڻ محال آهي.

دنيا ۾ عيسائي برادريءَ ۾ اٽڪل 210 کان مٿي فرقا آهن جن منجهان هڪڙو نِڪل فرقو 'Opus Dei' بہ آهي. هيءُ ڪيٿولڪ فرقو آهي جيڪو 'Corporal mortification' پنهنجي جسم کي تڪليفون ڏيڻ يا وري 'جسماني موت' کي حضرت عيسيٰ ع جي ڏک ۾ صحيح سمجهي ٿو.

'انسان ڪهڙيءَ طرح نہ هن دنيا ۾ جيئڻ ۽ مرڻ جا جواز ڳولي ڳولي جيئي مري ٿو!'

'Priory of Sion' نالي هڪڙي يورپين ڳجهي تنظيم آهي، جيڪا 1099ع ۾ ٺاهي وئي. 1975ع ۾ پيرس مان نڪرندڙ هڪ رسالي ان ڳالهہ جو انڪشاف ڪيو تہ ان تنظيم جي سرگرم ڪارڪنن منجهان 'سر آئزڪ نيوٽن'، 'وڪٽر هيوگو' ۽ 'ليونارڊو ڊاونچي' بہ هئا! ۽ ڊان بران جو خيال آهي تہ وٽيڪن سٽيءَ ۾ نهيل حضرت عيسيٰ ع، بيبي مريم ع ۽ مريم مگدليني (اها ڇوڪري جيڪا حضرت عيسيٰ ع سان آخري گهڙيءَ تائين گڏ رهي) جا مجسما روم جي پوپن جي خيال تحت نہ پر 'Priory of Sion' نالي تنظيم جي خيال موجب نهيل آهن. جيڪي حضرت عيسيٰ ع جي جنسي خيالن ۽ سوچن جو اظهار ڪن ٿا! يا وري ان جي جنسي زندگيءَ بابت اظهار ڪن ٿا! جنهن موجب اُن رسول سڳوري (حضرت عيسيٰ ع) کي مريم مگدلينيءَ سان شادي ڪرڻ بعد هڪڙي ڌيءَ 'سارا' بہ هئي، جنهن جو اولاد صدين تائين وڃ

اوير ۾ موجود رهيو ۽ اڄ بہ ان خاندان جا پونير موجود آهن. پر رومي ڪليسا انهن کي ڪا بہ اهميت نہ ڏني!

(Source: National Geographic Channel+ The Dovinchi Code)

### امون ليزا Amon Lisa:

ليونارڊو- ڊاونچيءَ جو ناهيل جڳ- مشهور چٽر Master Piece, موناليزا ايڪٽيهہ انچ باءِ ايڪويهہ . چن جي ماپ جو آهي جنهن لاءِ ڊاونچيءَ جي دعويٰ هئي، تہ هن جي بهترين تخليق هُئي! اها تصوير هو جڏهن بہ ڪو سفر ڪندو هو تہ پاڻ سان گڏ ڪڻي ويندو هو. اهو پورٽريٽ 2- دفعا چوري ڪيو ويو. آخري ڀيرو 1911ع ۾ چوري ٿيو. پيرس جا ماڻهو ان پورٽريٽ لاءِ گهٽين ۾ روئيندا هئا ۽ اخبارن ۾ اپيلون، ڪالم ۽ خط لکندا هئا تہ اهو پورٽريٽ واپس ڪيو وڃي. ٻن سالن بعد موناليزا جو پورٽريٽ واپس مليو. ڪي آرٽ جا ماهر چون ٿا تہ: ڊاونچيءَ اهو پورٽريٽ سندس ڳور-هاري معشوقا جو نہ ناهيو آهي، بلڪ هن هڪڙو مذاق ڪيو آهي. جڏهن تہ عام ماڻهو اڄ تائين بہ ان تصوير کي ۽ ان جي مُرڪ کي آرٽ جو شاندار ڪارنامو قرار ڏين ٿا. ڪي ماهر ان تصوير ۾ ڊاونچيءَ جي لڪل Trick کي بہ ظاهر ڪن ٿا تہ ان تصوير ۾ موناليزا جو چهرو کٻي طرف کان وڌيڪ وڏو آهي بسنبت سڄي پاسي جي ۽ انڪري آرٽ جا ماهر چون ٿا تہ: کٻي طرف ان ۾ عورت جو چهرو ٺهيل آهي ۽ سڄي طرف ان ۾ مرد جو چهرو پينٽ ڪيو ويو آهي! ان جو سبب هيءُ آهي تہ ڊاونچيءَ جو خيال هئو تہ ڪو بہ ماڻهو تيستائين مڪمل ڪونهي، جيستائين ان ۾ مرد ۽ عورت ٻنهي جون خصوصيتون موجود نہ هجن! هن جو خيال هئو تہ بيلنسڊ مرد ۾ عروتاڻيون خصوصيتون هجڻ کپن ۽ بيلنسڊ عورت ۾ مردانيون خصوصيتون هجڻ کپن! ان ڪري ڊاونچي پاڻ بہ 'Homosexual' ۽ 'Gay' هوندو هئو.

قديم مصر جي هڪ ديوتا جو نالو هوندو هو آمون. 'Amon' آمون مرداڻن عضون ۽ زرخيزيءَ جو ديوتا هئو ۽ مصر جي هڪ ديويءَ جو نالو هوندو هو اِسس 'Isis' جيڪا وري عورتاڻن عضون ۽ زرخيريءَ جي ديوي هئي. اها دراصل آمون جي Counter-part هئي. جنهن کي عرف عام ۾ 'ليزا' بہ چيو ويندو هو!

'آمون ۽ ليزا'- 'موناليزا' آهي ۽ موناليزا جو نالو نه رڳو مرد ۽ عورت ديوتا جو نالو آهي، بلڪ ان جي شبيهه ۾ به مرد ۽ عورت ٻيئي لِڪل آهن ۽ اهو آهي ليونارڊو ڊاونچيءَ جو ڳجهو 'Code' يا سيڪريٽ جنهن جَي ڪري 'موناليزا" مسڪرائي ٿي! ڊان بران ان ڪوڊ کي ائين ظاهر ڪيو آهي!



### چرچ جي مخالفت:

'دي ڊاونچي ڪوڊ' نالي ناول ۾ ڊان بران دراصل يورپي عقيدي ۽ ڪلچر جي بنيادن کي تنقيد جو نشانو ٺاهڻ کان علاوه ڪرسچن چرچ جي مخالفت هن صورت ۾ ڪئي آهي ته ان مرداڻي حاڪميت قائم ڪئي ۽ عورت کي ڌڪار جو نشانو بڻايو. جنهن ڪري ٻن هزار سالن جي تاريخ ۾ بحران رهيو ۽ تشدد ٿيندو رهيو. جيڪو يسوع مسيح يا حضرت عيسيٰؑ جي اصل تعليم جي خلاف هئو ۽ سندن زندگيءَ ۾ آيل هڪ ڇوڪريءَ مريم مگدليني جي به خلاف هئو. ان ڪري چرچ کي 'نئون عهدنامو' (New Testament) ۽ تاريخ جا پيا ڪتاب ورائي لکڻا پيا. صرف ان ڪري ته چرچ پنهنجي جاگيرداري (Institutional Power) کي قائم رکي سگهي.

'Almost every thing our fore-fathers tought us about Christ is false'

'Gnonstic Gospels' جيڪي صدين تائين غائب هئا، پر 1945ع ۾ 'Dead Sea Scrolls' سان گڏ لڌا ويا ۽ جن کي اوائلي ڪرسچن ريڪارڊ مڃيو ٿو وڃي، تن مان فلپ جي نامتڪ ڪتاب ۾ لکيل آهي:

The Companion of the Saviour is Mary Magdalene. Christ loved her more than all the disciples and used to kiss her often on her mouth. The rest of the disciples were affended by it they said to him, "Why do you love here more than all of us?"

هڪ ٻئي 'Gospel of Mary Magdalene' ۾ لکيل آهي:

Peter is angry that Jesus has confided in Mary Magdalane rather than in his male apostles. Did the saviour really speak with a woman without our knowledge? Are we to turn about and listen to her? Did he

prefer her to us? To which levi (an other name of Mathew) answers: "Peter you have always been hot-tempered. Now I see you contending against the women like an adversary. If the saviour made her worthy, who are you indeed to reject her? Surely the saviour knows her very well. That is why he loved her more than us.'

ڊاونچي ڪوڊ موجب حضرت عيسيٰ ؑ حقيقي طرح 'Feminist' هئو ۽ هن چاهيو ٿي تہ هن جي مستقبل جي چرچ جي ذميواري مريم مگدليني وٽ هجي.

ڊاونچي ڪوڊ جي باب نمبر 60هين ۾ لکيل آهي:

Mary Magdaline was made pregnant by Jesus, and after his crucifixion. Which was fallowed by no resurrection, as he was only mqrtal, she secretly fled with the help of Joseph of Armethia to France, where she was given refuge among its Jewish Communities and gave birth to her daughter Sarah.

'Q-Documents' جيڪي بہ اوائلي عيسائيت جو اهم رڪارڊ ۽ حضرت عيسيٰ ؑ جي زندگيءَ جي باري ۾ سندس هٿ سان لکيل مڃيا وڃن ٿا. ان بعد Purist Documents لاءِ روايت آهي تہ اهي بہ شروعاتي عيسائين جي هٿ جا لکيل هُئا. انهن ڪاغذن موجب عيسائيت جي اوائلي دؤر ۾ چوٿين صدي عيسويءَ ۾ جڏهن چرچ پاڻ کي رومن بادشاهت سان سلهاڙيو ان وقت 'ڪانسٽنٽائين دي گريٽ' جو دؤر هئو. حضرت عيسيٰ کي هڪڙو پلارو ماڻهو ۽ پيغمبر سڏيو ويندو هئو نہ ڪِ خدائي خاصيتون رکندڙ ڪو شخص!

ڊاونچي ڪوڊ جي 55هين باب ۾ آهي تہ 'ڪانسٽنٽائين دي گريٽ' محسوس ڪيو تہ 'رومن ايمپائر' جي مضبوطي ۾ اتحاد لاءِ ضروري آهي تہ حضرت عيسيٰ جي هلندڙ موومينٽ کي هٿي ڏني وڃي، ان بعد حضرت عيسيٰ ؑ جي اصل پيغام ۾ ورثي کي هاڃ جيڪ ڪيو ويو ۽ ان جي شخصيت کي هڪڙي پلاري ماڻهوءَ مان بدلائي 'God' جي حيثيت ڏني ويئي، جيئن سندن اقتدار ڍهلجي ۽ مضبوط ٿي سگهي.

A.D 325 ۾ ڪائونسل آف Nicaea ۾ ڪرسچنٽيءَ جا خاص متا مقرر ڪيا ويا. ايسٽر جي تاريخ مقرر ڪئي ويئي. ان بعد چرچ پنهنجا خيال بدلايا ۽ حضرت عيسيٰ ؑ کي (نعوذ باالله) خدا جو پٽ قرار ڏنو.

ان بعد مصري ديوتائن جي ڪافي خاصيتن ڪي عيسائيت ۾ داخل ڪيو ويو ۽ ناول موجب پراڻن مذهبن ۾ Hypothesis ڪان مدد وٺي عيسائيت کي اوج ڏني وئي. مترا يا 'Mithras' (روشني جو قديم ايراني ديوتا) جنهن کي روم ۾ به روشني جو ديوتا مڃيو ويندو هو تنهن کي به Son of God مڃيو ويندو هئو. تنهن کي به ماري غار ۾ وجهي ان جي مُنهن مٿان پٿر رکيو ويو هئو ۽ ٽن ڏينهن کان پوءِ اُهو وري جي اٿيو هو سو به 25 ڊسمبر تي ڄائو هئو.

عيسائيت ۾ ڪجهه به نئون ڪونهي. سڀ ڪجهه نقل آهي، ناول چوي ٿو:

'Nothing is New in Chirstainty'



# ارن ڌتي راءِ سوچي ٿي

'God of Small Things' ۽ ٻين 'The Shape of the Beast' سميت ھاڻ ڪتابن جي ليکڪا ڪيرالا ڄائي جنھن کي (People) ميگزين 1998ع ۾ دنيا جي پنجاھہ خوبصورت ترين ماڻھن مان ھڪ قرار ڏنو ھو سا انڊيا جي پھرئين عورت آھي، جنھن کي بُڪر پرائزمليو. ڪيرالا جي موسم، ڪنولن سان ڀريل ڍنڍين، ڪيلن جي فصلن ۽ ان ۾ 'ارن ڌتي' جي مشھور ناول جي ھيروئن 'ايسٿا' ۽ ھيرو 'راھيل' ۽ سندن فيملي جون Tragedies جنم وٺن ٿيون ۽ پنھنجي ڪلائيميڪس تي پھچن ٿيون.

'ارن ڌتي' جيڪا انڊيا ۾ نھنڌڙ ڊيمن جي خلاف ڪم ڪري رھي ھئي. اڄڪلھہ G-8 جي سرمايہ دار ملڪن جي خلاف نہ رڳو لکي رھي آھي، بلڪ گذريل سال مئي تي جنيوا ۾ ٿيل G-8 ملڪن جي ڪانفرنس ۾ ھن لکين احتجاجين سان گڏجي جنيوا جي رستن ۽ گھٽين ۾ انھن ملڪن کي گھٽ وڌ ڳالھايو جن دنيا جي سموريءَ اقتصاديات ۽ مارڪيٽ تي قبضو ڪري رکيو آھي!

ان کان اڳ ارن ڌتيءَ نيوڪليئر ھٿيارن ۽ ڪارپوريٽ گلوبلائيزيشن جي مخالفت ۾ ڪافي مضمون لکي پنھنجيءَ ڪاوڙ جوا ظھار ڪيو ھئو! گلوبلائيزيشن، جيڪا اڄڪلھہ ٿرڊ ورلڊ ڪنٽريز ۾ 'گار' بڻجي چڪي آھي! تنھن کي ھن سندس تازي ڇپيل ڪتاب "The Shape of the Beast" ۾ خوب ڏونڌاڙيو آھي ۽ اميريڪا کي دنيا ۾ برائيءَ جي پاڙ ڪوٺيو آھي.

1۔مئي 2003ع تي جنيوا ۾ گڏ ٿيل ڪاوڙيل ۽ مچريل احتجاجين، سائن بورڊ لاھي ٽوڙيا، پبلڪ ٽيليفون بوٿ ڀڳا، ڪجھہ اسٽورن کي لٽيو ۽ شھر جي گِلين ۾ پوليس سان اکيوٽ ڪندا رھيا. جيڪا مٿن ربڙ جون گوليون ھلائي رھي ھُئي. ھڪ لک احتجاجي ماڻھن لاءِ سيني کي اھوئي چوڻوپيو تہ اھي ھڪ وڏي 'شاڪ' ۾ ھئا ان ڪري ڪجھہ بہ ڪري سگھيا ٿي.

G-8 ملڪن جي ڪانفرنس کي خير خوبيءَ سان ختم ڪرڻ تائين اُنهن فوجي هيليڪاپٽر گهرايا جيڪي جنيوا مٿان اڏامندا رهيا. 6000 سپاهي گهرايا ويا. فائٽر جيٽ پڻ آسمان مٿان لامارا ڏيندا رهيا ۽ 'جنيوا ڍنڍ' ۾ اسرائيل مان گهرايل پاڻيءَ ۾ ترندڙ ٽڪڙيون ٻيڙيون ٻه گهمي حفاظت ڪري رهيون هيون. اهڙيءَ حالت ۾ 'ڪانفرنس' وارو علائقو جڻ 'ڪنسنٽريشن ڪيمپ' ۾ بدلجي ويو هئو.

ارُن ڌتي راءِ، جيڪا اڄڪلهه پنهنجي Late Thirties ۾ آهي. سا هندوستان جي راڄڌاني دهليءَ جي اِسڪواٽرز ڪالوني ۾ رهي ٿي ۽ پنهنجين اهڙين سرگرمين جي ڪري دنيا جي اديبن ۾ هڪڙو نئون Icon ٿي اُڀري رهي آهي. سندس ماءُ 'ميري راءِ' عيسائي وراثت جي قانون کي ڪورٽ ۾ للڪاريو ۽ سپريم ڪورٽ تائين وڙهي، ڇوڪرين لاءِ سندن مائٽن جي ٽرڪي يا ملڪيت مان حصو نه ملڻ خلاف احتجاج ڪري نيٺ ان عيسائي قانون خلاف عورتن جي حق ۾ فيصلو ورتو ۽ کين اهو حق ڏياريو.

13 مئي 2003ع تي نيو يارڪ ۾ 'The Riverside Church' ۾ ارن ڌتي تقرير ڪئي جنهن جو هڪڙو ٽڪرو هئو:

'جمهوريت کي حاصل ڪرڻ واري جنگ ڏکئي کان ڏکي ٿي رهي آهي. اسانجون آزاديون اسان کي اسانجي حڪومتن عطا نه ڪيون آهن! پر اسان انهن کي ڏنيون آهن ۽ هاڻي اُهي اسان کي پاڻ واپس وٺڻيون پونديون! ۽ اها جنگ جنهن سان اهو سڀ ڪجهه حاصل ٿئي، تنهن کي انقلاب ٿو چئجي: اها اهڙي جنگ آهي، جيڪا قومي حدن، ملڪن ۽ ڪنڊن جي سرحدن کان ٻاهر نڪرڻ گهرجي' ۽ اها جيڪڏهن فتح مند ٿئي ٿي ته اها هتي ٻه ٿيڻ کپي. اميريڪا ۾ جيڪا شيءِ سڀ کان وڌيڪ طاقتور آهي، سا آهي: 'اميريڪن سول سوسائٽي' جيڪا هتي جي حڪومت کان وڌيڪ طاقت رکي ٿي. ۽ اسين ٻيا سڀ غلام قومون آهيون حالانڪ اسين ڪمزور ناهيون پر اسين گڏ ناهيون. توهين شهنشاهن ۽ انهن جي محلاتن کان ڏاڍا آهيو. حڪمرانن جون فتحون توهان جي نالي پويان آهن ۽ اوهين انڪار ڪرڻ جو مڪمل حق رکو ٿا. توهين وڙهڻ کان انڪار جو حق رکو ٿا. توهين ميزائيل داغڻ کان انڪار جو ٻه مڪمل حق رکو ٿا. فتح جو جهنڊو لهرائڻ ۽ فتح جي پريڊ ڪرڻ کان ٻه انڪار جو حق رکو ٿا!"

پنهنجي نندپڻ لاءِ چوي ٿي:

'God of Small Things' جو ماحول گهڻوڪري منهنجي 'ڪيرالا' ۾ وڏي وڏي ٿيڻ تي مدار رکي ٿو. خاص ڳالهه هيءَ هئي تہ ڪيرالا دنيا ۾ ٻهرئين جڳهہ هئي جتي سڀ مذهب پاڻ ۾ متفق هئا. جتي اسلام، عيسائيت، هندوازم ۽ مارڪسزم سڀ ڪجهہ موجود هئو. جڏهن مون هوش سنڀاليو تہ مون مارڪسزم کي طاقتور ڏٺو ان دؤر ۾ لڳندو هو انقلاب ايندڙ هفتي اچي ويندو.

مان سمجهان ٿي تہ جنهن ڏرتي جي Landscape تي اوهان وڏا ٿا ٿيو سو اوهان منجهہ اندر تو رهي! ۽ اهو شهرن ۾ رهندڙ ماڻهن سان نٿو ٿئي ۽ اهي شهر سان ايڏو پيار نٿا ڪري سگهن. جيترو اوهان ڪنهن وڻ، درياءَ يا ڌرتيءَ جي رنگ سان ڪريو ٿا. هيءُ پيار جو انوکو اظهار آهي. مان گهڻو پڙهيل ڪانہ آهيان. شهرن ۾ رهندڙ ماڻهو گهڻين ئي ڳالهين ۾ وڌيڪ سياڻا ٿين ٿا. پر مان پنهنجي اندر مان نندپڻ، اهو ڌرتيءَ جو خوبصورت ٽڪرو ڏور ۾ مڇي ڦاسائڻ ۽ گهمڻ ڦرڻ وساري نٿي سگهان! ايستائين جو اڄ بہ مان ڪيرالا وڃي ڪجهہ بہ ڏسان تہ دل رڙيون ڪرڻ تي چوندي آهي. مان ناول ۾ موجود ٻارن جيان ئي وڏي وڏي ٿي آهيان. منهنجي ماءُ کي طلاق ڏني وئي مان اهڙي ڪميونٽي ۾ رهيس جيڪا تنقيد جو نشانو هوندي هئي ۽ جڏهن 16 سالن جي ٿيس تہ گهر ڇڏيم ۽ پاڻ پري ٿي رهڻ لڳس.

'ايمينيم ۾ مئي جو مهينو گرم هوندو آهي ۽ ان سان گڏ ڦوتهڙي جو پڻ، ڏينهن وڏا ۽ گهميل هوندا آهن. دريا رڙندو آهي ۽ ڪارا ڪانوَ انبن جي ٽارين تي ڪان ڪان ڪري بيزار هوندا آهن. ساوا ڇهچ پر دزيل وڻ، ڳاڙها پڪل ڪيلا ڦاٽندڙ جيڪ فروٽ ۽ فضا ۾ ميون جي مهڪ ۽ ان ۾ ٻون ٻون ڪندڙ ٻنؤر جيڪي پوءِ دريءَ جي شيشن سان ٽڪرائجي مريو وڃن! سج جي تپش ۾ اهو سڀ ڪجهہ ۽ راتيون ڏاڍيون صاف هونديون آهن پر انهن ۾ بہ سُستي ۽ بيزاري پريل هوندي آهي. جون جي ٻهريات ۾ جڏهن هلڪي جهڙ ڦڙ ٿيڻ شروع ٿيندي آهي تہ ٽي مهينا مينهن ۽ واچ جا گذرندا آهن جن ۾ سج جي سج - ڏچ ڏسڻ وٽان هوندي آهي. ٻار ان موسم ۾ رانديون گڏندا آهن. سارو ماحول ڇهچ سائو ٿي ويندو آهي، ساري ڌرتيءَ تي ساوڪ ڇمندي آهي ۽ پتين تي وليون ۽ وڻ نانگن جان چڙهي ويندا آهن.'

ارن ڌتي راءِ 1961ع ۾ ڪيرالا ۾ جائي. هن جي ماءُ ڪرسچن ۽ پيءُ بنگال جو هندو هئو ٻنهي جي شادي ناڪام ٿي ۽ طلاق تي پهتي. انهن ڏينهن جو اثر هن جي لکڻين ۾ صاف آهي.

راءِ جي ماءُ جيڪا هڪ سماجي ڪارڪن هئي، ان هڪڙو اسڪول ڪوليو ۽ پنهنجي ڌيءُ کي غير رواجي طرح پڙهايائين ۽هن کي ماءُ طرفان مليل آزاديءَ لکڻ ڏانهن راغب ڪيو.

16 سالن جي ڄمار ۾ هن گهر ڇڏيو ۽ 'دهلي اسڪول آف آرڪيٽيڪچر' ۾ داخلا ورتائين.

'God of Small Things' کان پهريائين، هن هڪڙي ٽي.وي سيريل لکي جيڪا فنڊ نہ هجڻ ڪري ٽيليڪاسٽ نہ ٿي سگهي، ان بعد هن بہ ڊراما بہ لکيا جيڪي ڪامياب نہ ٿيا. ان بعد هن ڦولن ديوي تي ٺاهيل فلم 'Bandit Queen' تي تنقيد لکي، جنهن ڪري هن تي ڪيس بہ ڪيو ويو. 'گاڊ آف سمال ٿنگس' اپريل 1997ع ۾ ڇپيو. ڇهن مهينن بعد ان کي 'Booker Prize' مليو. راءِ پهرين انڊين رهاڪو آهي جنهن کي ان اعزاز سان نوازيو ويو آهي. سندس ناول نہ رڳو برصغير ۾ بلڪ بين الاقوامي طور بہ مشهور ٿيو.

ناول شايع ٿيڻ کان پوءِ ارن ڌتيءَ تي جيڪي الزام لڳا، انهن ۾ هڪڙو هي بہ هئو تہ اها ڪميونزم جي خلاف آهي. ڪيرالا صوبي جي چيف منسٽر چيو تہ: 'اولهہ ۾ ان جي مشهوريءَ جو خاص سبب اهو ئي هئو.' ان ڪانسواءِ راءِ تي فحش پڙهي جا الزام بہ لڳا ۽ گهر ٿي تہ ناول جو آخري باب ان مان ڪڍي ڇڏڻ کپي، ڇو تہ اهو فحش آهي.

سيپٽمبر 1998ع ۾ لکيل هن جي آرٽيڪل 'The End of Imagination' ۾ هن انڊيا ۾ ائٽمي هٿيارن جي تجربن تي تنقيد ڪئي ۽ لکيو: 'ائٽم بم اسان جي ڌرتيءَ توڙي انڊيا جي فطري سونهن کي ختم ڪرڻ جا سانباها آهن. ائٽم بم دنيا کي منٽن ۾ ختم ڪري سگهن ٿا. ان ڪري انهن جو خاتمو آڻڻ کپي! 'The Greater Common Good' نالي مضمون ۾ هن نربدا ماٿريءَ ۾ الاجنڊڙ 'نربدا ڊيم' جي مخالفت ڪئي ۽ ان بعد جنوري 2000ع ۾ هن ڊيم خلاف هڪ احتجاج ۾ بہ حصو ورتو جنهن ڪري هوءَ گرفتار ڪئي وئي پر بہ ڏينهن پوءِ آزاد ڪئي وئي.

هوءَ پنهنجي لکڻ بابت چوي ٿي، 'جڏهن بہ مان لکڻ ويهان ٿي، تہ مان ڪڏهن بہ ٻيهر ان کي Re-write نٿي ڪريان. ڇو تہ منهنجيون سوچون ۽

منهنجيون لڪٿيون ساڳي شيءِ آهن! اهو ساهہ کڻڻ جيان آهي ۽ مان وري وري بيهر 'Re-breath' ڪرڻ پسند نٿي ڪريان. منهنجا خيال، منهنجيون سوچون، منهنجا سپنا، منهنجا تجربا سڀ ڪجهہ لکي ٿي ڇڏيان ۽ جيڪڏهن ڪو انهن کي پسند نٿو ڪري تہ مان سمجهان ٿي، اهو منهنجي پتي کي پسند نٿو ڪري ۽ بين جي ڪري ظاهر آهي تہ مان پنهنجو پتو تہ نہ ڪيرائي ڇڏيندس!



# سچ جي ڏيءَ

سڪندر اعظم جي ماءُ 'اولمپياس' کي خبر هئي تہ جيڪي ماڻهو پنهنجي نسل جو سلسلو سچّ سان ملائيندا آهن سي واقعي غيرفاني هوندا آهن ۽ پنهنجين اکين جي چمڪ دمڪ سان آسانيءَ سان سچاتا ويندا آهن. اهوئي سچ، جنهن جو باهہ وارو رٿ آسمان جي محرابي تختي تي روزانو صبح جو روانو ٿيندو آحي.

فخرِ ايشيا، شهيد عوام ذوالفقار علي ڀٽو پاڪستان ۽ عوام جو سچ هئو ۽ شهيد بينظير ڀٽوان سچ جي ڏيءَ هئي ۽ سچ جي هيءَ ڏيءَ بينظير ڀٽو ڪڏي نہ اڪيلي هئي! جن ڪمن کي هن سرانجام ڏيڻ تي چاهيو، جن ڪمن ۾ هوءَ مگن هئي انهن سوچن ۽ عملن ۾ هوءَ ڪيتري تنها ۽ اڪيلي هئي. شهيد پيءُ جي جيل ۾ پوڻ، ڦاهيءَ تي چڙهڻ، پياءُ جو لاش ڪڻائي دفنائڻ، ٻي پياءُ جو لاش دفنائڻ ۽ ان بعد جلاوطني اڪيلائيءَ ۽ اجنبيت جا اٺ سال ۽ ان بعد جمهوريت لاءِ تڙپ! هوءَ جمهوريت جي ان عظيم روشني ڦهلائڻ لاءِ چڻ اڪيلي اڪيلي ڪوشان هئي، جيڪا روشني مقدس پيءُ 'زيوس' وٽ مشرق ۾ اولمپس جبل تي قيد هئي، جنهن جي چورائڻ جي سزا ۾ پروميٿئس کي ازلي ابدي سزا ملي هئي! ۽ هن بہ جمهوريت جي آئيندي سان ملڪ جي عوام کي عظيم حرارت، طاقت ۽ زندگي ڏيڻ تي چاهي.

ميڊيا يوناني ڪهاڻين ۽ داستانن جي راڻي آهي. هوءَ اندلس ويلي جي راڻي آهي جيڪا گلگت کان ڦٽي تي ۽ ڪراچيءَ ۾ چوڙ ڪري ٿي!

برطانيا مان پڙهي جڏهن هوءَ ملڪ ۾ موٽي تہ هن جي جوانيءَ جا سمورا سونهري خواب قيد ڪٽڻ ذوالفقار علي ڀٽي جي مقدمي، جيل ۽ ڪيس ڏنل ڦاهيءَ جي نذر ٿي ويا. هوءَ ان مهل بہ اڪيلي اڪيلي پنهنجي عظيم پيءُ جي جان بچائڻ جي جدوجهد ڪري رهي هئي ۽ دراصل هوءَ

تڏهن بہ پنهنجي ان عمل جي ڪري هن ملڪ ۾ جمهوريت کي بچائڻ لاءِ سِر
سان ڪفن ٻڌي ميدان ۾ نڪتي هئي.

تب و تاب مستوری ندارد،
چو دربندی سر از روزن بر آرد۔
(جامي)

(سهڻو چهرو لڪائي نٿو سگهجي، جيڪڏهن مٿانئس دروازو بند ڪبو تہ هو پنهنجي
پاڻ کي دريءَ منجهان ظاهر ڪندو.)

بينظير ڀٽو نہ صرف اعليٰ تعليم يافتہ هئي بلڪ سياڻي ۽ سباجهي
راڻي هئي، جنهن هن ملڪ تي بہ دفعا وزيراعظم ٿي راڄ ڪيو پر بديءَ جون
قوتون جيڪي هن ملڪ لاءِ پهرين ڏينهن کان ئي سازشن جو ڄار اُڻي رهيون
آهن. جن هن ملڪ ۾ هڪ لمحي جي لاءِ بہ جمهوريت رهڻ نہ ڏني آهي. جن
هن ملڪ جي عوام کي هڪ ڏينهن لاءِ بہ سک نہ ڏنو آهي. جن قائداعظم جي
ٺاهيل ملڪ کي هڪ ڏينهن بہ ان جي اصولن ۽ قائدن تي نہ هلڻ ڏنو آهي.
انهن عوام دشمن ۽ ملڪ دشمن قوتن بينظير جي زندگيءَ جي ڏيئي کي بہ
27_ڊسمبر 2007 تي اُجهائي ڇڏيو. هنن نہ رڳو بينظير جو قتل ڪيو آهي پر
هنن جمهوريت جو قتل ڪيو آهي. هنن آزاديءَ جو قتل ڪيو آهي ۽ هنن
پاڪستان جو قتل ڪيو آهي ۽ هنن عوام جي خوابن جي غورابن کي
غرقاب ڪري ڇڏيو آهي!

"سمورين روشنين کي اجهامڻو آهي
ها سمورين کي،
هر ڏڪڻي، مٿان
زبردست واچوڙو
هڪڙو پردو تاڻي ٿو
بہ وال ڪفن جي ٽڪري جيان
۽ سڀ بي نور اکين وارا
۽ اجهاميل چهرن وارا ملائڪ
جاڳي ٿا پون!"

برطانيا دنيا جو پهريون ملڪ هئو جنهن عورتن کي ووٽ جو حق ڏنو.
بينظير اها پهرين عورت هئي جيڪا گهٽ عمريءَ ۾ ڪنهن مسلمان ملڪ جي
وزيراعظم ٿي. پر ظالم قوتن جن هن ملڪ جي خمير کان نفرت ٿي ڪئي. تن
سندس وجود کي برداشت نہ ڪيو ۽ کيس بہ دفعا وزيراعظم ٿيڻ جي باوجود ٽرم
پورو ٿيڻ نہ ڏنو. کيس حڪمران جي صورت ۾ بہ برداشت نہ ڪيو ويو.

پاڪستان اڄ ڄڻڪ انگلينڊ جي پوڙهيءَ ۾ ناڪارا حڪمران 'هينري اٺ' واري دؤر مان گذري رهيو آهي جنهن پارليامينٽ کي پنهنجي ٻڌي ٻانهي ٺاهي ڇڏيو هئو ۽ پنهنجيءَ هر جائز ناجائز خواهش پوري ڪرائڻ لاءِ هن پارليامينٽ کي استعمال ڪيو. هن سول سوسائٽي ۾ ملڪ ۾ روحاني ۽ مادي انارڪي ڦهلائي ڇڏي ۽ هر طبقہ فڪر کي پنهنجي مرضيءَ سان هلايو.

ملڪ ۾ رجعت پرست قوتون جيڪي جنرل ضياءَ جي 'اخوان المسلمين' واري نظرياتي تسلسل جو حصو آهن ۽ ملڪ جي پاسرائين ۾ ٻاهري ڪنڊ جيان ڪکي رهيون آهن. جنرل ضياءَ جي باقيات جيڪا ملڪ جي ساهہ جي نلين ۾ تيزاب جيان پرجي وئي آهي تنهن هن ملڪ کي هڪ وڏي کاهيءَ جي ڪناري تي بيهاري ڇڏيو آهي. انهن رجعت پرست قوتن مسلسل ملڪ خلاف سازشون ڪري ان جي بنيادن کي لوڏي ۽ جهوري وڌو آهي ۽ پاڪستان جي عوام کي بہ لانجهو ڪري ڇڏيو آهي. پر هڪ ڏينهن بينظير جمهوريت ۽ عوام لاءِ رت جي ڏنل قربانيءَ مان جڏهن بادامن جي وڻن تي ڪرمچي گل ٽڙندا تہ نہ رڳو هيءَ ملڪ پر انجو عوام بہ بينظير جي وفا جا ترانا ڳائيندو. صدين تائين جيستائين هيءَ ڌرتي قائم آهي بينظير عوام جي دلين ۾ هڪ ليجنڊ طور هڪ ديويءَ ۽ هڪ زبردست رزميہ داستان جيان قائم دائم رهندي.

پاڪستان جي عوام جي محبوب اڳواڻ هن دنيا مان بيشڪ هلي وئي آهي. بينظير جي وڇوڙي سمورن کي وٽواند ڪري ڇڏيو آهي ۽ بينظير کي وڃائڻ ڪانپوءِ جڻ تہ اسان پنهنجي وجود جو ڪو حصو وڃائي ڇڏيو آهي!

وقت جا اهي لمحا ڏاڍا بي رحم هئا جڏهن بينظير ڀٽو تي ظالمن ڪاري وار ڪيو هو. سموري ملڪ جون گهٽيون ٻري اٿيون هيون. چؤنڪ جاڳي پيا هئا. پکي پکڻ آکيرن ۾ لڪي ويا هئا. ميدانن مان رعد رڙيون تي ڪيون جبلن تان پٿر ڪري رهيا هئا. سموريون گهٽيون ۽ گام هن جي رت جي روشنيءَ سان چمڪي اُٿيا هئا سڀ ڪجهہ ڄڻ جاڳي پيو هو ۽ ضمير زنده ٿي ويا هئا. بينظير ڀٽو جو پاڪ رت ڄڻ ملڪ جي رڳن ۾ لاوو بڻجي وهڻ لڳو هو ۽ هوءَ جمهوريت جي سهڻي، سچي ۽ پاڪ ديوي ڪنهن ملائڪا جيان پنهنجن زخمي ڳاڙهن پَرن سان اُڏامي جنتن ڏانهن وڃي رهي هئي.

مسلسل شهادتن جي ڪري هن ملڪ جي هر رستي ۽ گام تي هر حڪومت ۽ پارليامينٽ ۾ ڀٽوز صدين تائين رجعت پرستن جا سک ڦٽائيندا رهندا.

•

- دنيا ۾ ماڻھوءَ اڄ تائين رڳو ٻہ حرڪتون ڪيون آهن: 1. جهيڙا پيدا ڪيائين، 2. پهريان جهيڙا ختم ڪري ٻيا نوان جهيڙا پيدا ڪيائين! يعني پهرين Conflict پيدا ڪيائين ۽ اُهي ختم ڪري ٻيا نوان Conflict پيدا ڪيائين.

- ٻاهٺ سالن کان اسان جي 'قومي' اشاعتي توڙي نشرياتي ادارن سنڌي قوم ۽ سندس اڳواڻن، ايستائين جو 'محمدعلي جناح' کي بہ ائين پورٽري ڪيو آهي ڄڻڪ اهو سنڌي نہ پر هندستان مان امپورٽ ٿي آيل هجي

- سنڌ گذريل مُني صديءَ ۾ ٻين سان گڏ ٻہ اڳواڻ: 'محمدعلي جناح' ۽ 'ذوالفقار علي ڀٽو' پيدا ڪري هن ملڪ تي هڪ زبردست احسان ڪيو آهي.

- مزاحمت، قيدي جي زنجيرن جو ڇڻڪو آهي، مزاحمت، آسُر ويل لاڪپ ۾ ڳايل گيت آهي، جيڪو قيد ديوارين، هٿ ـ ڪڙين، زنجيرن، شيخن ۽ تالن جي وَس ۾ نہ آهي. مزاحمت، شڪار ٿيندڙ هرڻ کي گوليءَ لڳڻ کان پهرين اُڀ ـ ڦاڙ ٻاڪار آهي. مزاحمت، ليون ڊيماس جو شعر Vulture آهي! مزاحمت، 'لوئي لي برو ڪوئي' جو ٺاهيل 'نيلسن منڊيلا' جو پورٽريٽ آهي. مزاحمت، آئرش رهواسيءَ جو ڦاسيءَ کان پهرين زندان جي ديوار تي پنهنجي رت سان لکيل ڊگهو نظم آهي!

- ذوالفقار علي ڀٽي طرفان آمريت جي اڳيان آڻ نہ مڃڻ ۽ فائيل تي سگنيچر نہ ڪرڻ بہ مزاحمت آهي.

- هڪڙيءَ عورت منهنجي ڪتاب تي منهنجو فوٽو ڏسي مون کي ذاڪر 'شيف' جو ڀاءُ سمجهيو سو هن پنهنجي مڙس کي راضي ڪرڻ لاءِ مون کان برياني ٺاهڻ جي ترڪيب پڇڻ شروع ڪئي.

- عورتن جيان مرد بہ ڪافي سمجهو ٿين ٿا، سو هڪڙي ڄڻي منهنجو ڪتاب ڏسي مون کان پڇيو: 'توهان جو فوٽو ڏسي لڳي ٿو اوهين ڪجھ پڙهيل لکيل آهيو....، سو مهرباني ڪري اهو ٻڌايو تہ 'ميرا' ۽ 'ريما' ۾ ڪهڙو فرق آهي؟ مان اڃان ڪيس جواب ڏيان تنهن کان اڳ هن ٻيو سوال ڪيو. 'اجمل قصاب ٻاڪرو گوشت وڪڻندو هئو يا ڳائو گوشت؟'

فڪشن/نان فڪشن



فڪشن هائوس

لاهور، حيدرآباد، ڪراچي

ISBN 978-969-562-228-5



e-mail: fictionhouse2004@hotmail.com

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪانُو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگھجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "**پڙهندڙ**" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌُڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جھڙيءَ طَرَح وٽن جا پَنَ ساوا، ڳاڙھا، نيرا، پيلا يا ناسي ھوندا آھن اھڙيءَ طرح پڙھندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آھن ۽ ھوندا. اُھي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙھندڙ، پَرندڙ ۽ پڙھندڙ، سُست ۽ پڙھندڙ يا وِڙھندڙ ۽ پڙھندڙ بہ ٿي سگھن ٿا. پين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل کِلَب Exclusive Club نہ آھي.

کوشش اھا ھوندي تہ پَنَ جا سڀ کَم کار سَھکاري ۽ رَضاکار بنيادن تي ٿين، پر ممکن آھي تہ کي کم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اھڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِکَٻِئي جي مدد کَرڻ جي اُصولَ ھيٺ ڏي وَٺُ کندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رھندا. پَنَن پاران کتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize کرڻ جي عَملَ مان کو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل کرڻ جي کوشش نہ کئي ويندي.

کتابن کي ڊِجيِٽائِيز کرڻ کان پو بيو اھم مرحلو وِرھائڻ distribution جو ٿيندو. اِھو کم کرڻ وارن مان جيکڏھن کو پيسا کمائي سگھي ٿو تہ پلي کمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو کو بہ لاڳاپو نہ ھوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ ھو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌِ کتاب خريد کَري کتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي ھِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل کرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦھلائڻ جي کوشش دوران کَنھن بہ رُکاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چوء، چالاءِ ۽ ڪينئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٹٹر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

> وڻ وڻ کي مون ڀاڪرِ پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
> پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
> - اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)